# تاج صحرائي

## ڏاهو، محقق، تعليمدان ۽ عالم



kaptan abro

سهيڙيندڙ

پروفيسر اعجاز احمد قريشي

# تاج صحرائي

(ڏاهو، محقق، تعليمدان ۽ عالم)

سهيڙيندڙ

پروفيسر اعجاز احمد قريشي

منجهر پبليڪيشن، دادو
ساگر پبلشنگ هائوس، ڪراچي

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : تاج صحرائي |
| سهيڙيندڙ | : پروفيسر اعجاز احمد قريشي |
| ڇاپو پهريون | : آڪٽوبر 2011 |
| تعداد | : هڪ هزار |
| قيمت | : ٽي سؤ روپيا |
| ڪمپوزنگ | : زوهيب انصاري، حفيظ قريشي |
| ٽائيٽل | : ڪپتان ابڙو |
| ڇپيندڙ | : پيڪاڪ پرنٽرز، ڪراچي |
| ڇپائيندڙ | : منڇر پبليڪيشن، دادو سنڌ |
| سهڪار | : ساگر پبلشنگ هائوس، ڪراچي سنڌ |
| قيمت | : 300 روپيا |

| | |
|---|---|
| Title of Book | . Taj Sahrai (Collection of articles on his life and works by various writers) |
| Compiled By | : Prof. Aijaz A. Qureshi |
| Edition | : First, October 2011 |
| Quantity | : One Thousand |
| Composing | : Zohaib Ansari & Hafeez Qureshi |
| Title | : Kaptan Abro |
| Printer | : Peacock Printers, Karachi |
| Publisher | : Manchhar Publication Dadu |
| Collaboration | : Sagar Publishing House, Karachi |
| Price | : Rs: 300 |



رابطي لاءِ

0300-3040737, 0346-2317787

انتساب

پنهنجي والد محترم

علي احمد قريشي (وڪيل، دادو)

۽

اڄوڪي سنڌ جي مفڪر

محترم محمد ابراهيم جويو

جي نالي

پروفيسر اعجاز قريشي

# فهرست

**English Articles**

# پيش لفظ

سنڌ جي هڪ انتهائي جاکوڙي ۽ قد آور عالم ۽ شخصيت محترم سائين تاج صحرائي تي ڪتاب سهڙيندي ۽ توهان جي هٿن تائين پهچائيندي مون کي تمام گهڻي خوشي ٿي رهي آهي.

دادوءَ ۾ هڪ ٿي پاڙي ۾ رهندي تاج صحرائي صاحب ۽ منهنجي والد صاحب علي احمد قريشي وڪيل جو پاڻ ۾ تمام گهاٽو لاڳاپو ۽ دوستي رهي. هنن ۾ ٻين دوستن گڏجي دادوءَ ۾ تعليم لاءِ تمام گهڻو جاکوڙيو جنهن جي نتيجي ۾ پهرين — اي وي اسڪول قائم ٿيو جيڪو مڊل تائين هو ۽ بعد ۾ طالب المولي هاءِ اسڪول ۾ تبديل ٿيو. پاڻ سڄي ڄمار ان اسڪول کي ڏنائين. انهيءَ ڪم ۾ سندن ٻيا ساٿي جيڪي گڏ هئا انهن ۾ سائين الهه رکيو سهتو، سائين شفيع محمد سولنگي، سائين حڪيم محمد صالح پنهور، محترم آخوند شفيع محمد وڪيل، محترم سيٺ شمس الدين، محترم شمشاد احمد جوڻيجو وڪيل، محترم ابوبڪر مگسي ۽ ڪجهه ٻيا هئا. سندس قائم ڪيل اسڪول اڄ به عوج تي هلي رهيو آهي.

تعليم ۽ تدريسي ڪان سواءِ پاڻ هڪ بهترين اديب، شاعر ۽ محقق هئو. هو تحقيق جو هڪ پيڪر ۽ اعليٰ نمونو هوندو هئو. سندس لکڻين ۾ انتهائي مضبوط حوالا، ڪتابن جا مطالعا، عالمن جي فڪر جو اڀياس، لاڪيڻي لطيف جي شاعريءَ جو مطالعو وغيره شامل آهن. هو انتهائي گهڻو پڙهيل شخص هو ۽ دادو ضلع جي تاريخ، جاگرافي ۽ قديم آثارن تي هڪ مڪمل اٿارٽي هو.

تاج صاحب منهنجو مربي ۽ استاد هو ۽ مون کانئنس تمام گهڻو سکيو: خاص طور تي تحقيق جي مد ۾. هو جڏهن به حيدرآباد ايندو هئو ته مون وٽ به هڪ يا ٻه راتيون ترسندو هئو ۽ گهڻي ڀاڱي منهنجي لائبريري واري

ڪمري ۾ رهندو هئو ۽ پوءِ پيو ڪتاب پڙهندو هئو. هو هڪ انتهائي مهربان انسان هئو. سندس زندگيءَ تي هن ڪتاب جي سهيڙ ۽ پيشڪش منهنجي انتهائي ضروري فرضن ۾ شامل هئي ۽ منهنجي لاءِ هڪ اعزاز پڻ آهي.

هن ڪتاب ۾ تاج صاحب جي گوناگون شخصيت تي سنڌ جي وڏن عالمن، استادن، سندس دوستن ۽ شاگردن جا مضمون شامل آهن، جيڪي سڀ پڙهڻ وٽان آهن. انهن مضمونن ۽ مقالن جي ذريعي سندس شخصيت جا انيڪ گڻ ۽ صلاحيتون واضح ٿيون آهن ۽ سندس حياتي سنڌ جي ايندڙ نسلن ۽ نوجوانن لاءِ محنت ۽ سچائيءَ جو هڪ بهترين پيغام آهي.

آءُ انهن سيني دوستن ۽ مهربانن جو ٿورائتو آهيان جن منهنجي نماڻي عرض تي سائين جي شخصيت تي مضمون ۽ مقالا لکي موڪليا.

هن ڪتاب ۾ تاج صاحب جا به مضمون "پٽي لوڪ" رگ ويد جي دور جا سنڌي وڻجارا ناکئا ۽ رني ڪوٽ پڻ شامل ڪيا ويا آهن جيڪو تحقيق جو هڪ نادر نمونو آهي ۽ سنڌو تهذيب بابت انتهائي اهم ڄاڻ مهيا ڪري ٿو.

آئون ٿورائتو آهيان پنهنجن نوجوان ساٿين: ثناءَ الله سومرو، قمر آفتاب ابڙو، ظفر آفتاب ابڙو، ف- ميمڻ، زوهيب انصاري، عاطف وگهيني، عدنان پيرزادي، حفيظ قريشي ۽ محسن پيرزادي جو جن هن ڪتاب جي مضمونن کي ٽائيپ ڪرڻ ۽ پروف پڙهڻ ۾ مدد ڪئي.

پروفيسر اعجاز قريشي

qureshiaijaz@yahoo.com

مسلم هائوسنگ سوسائٽي، قاسم آباد، حيدرآباد، سنڌ

8 آڪٽوبر 2011ع

0300-3040737

# ٻه اکر

شيخ اياز لکيو آهي تہ ”شخصيتون تاريخ جا پير ٿيندي‌ون آهن“ اِهي لفظ تڏهن حقيقت بنجي پون ٿا، جڏهن تاج صحرائيءَ جهڙي جاکوڙي، حوصلي مند ۽ تاريخي شعور سان مزين شخص تي ٻہ اکر لکجن ٿا. واقعي تاج صحرائيءَ جهڙا شخص تاريخ جا پير هوندا آهن. هن سيلاني شخص جي زندگيءَ تي سندس شاگرديءَ واري زماني کان وٺي نظر وجهجي ته معلوم ٿئي ٿو تہ هن پوري ڄمار ’جودم غافل، سو دم ڪافرُ‘ واري مقولي تي عمل پئي ڪيو آهي. تعليم، تاريخ ۽ تحقيق جي ميدان ۾ هن شخص جي مطالعي ۽ عملي جدوجهد کي سنڌ جي تاريخ ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندي. ’سنڌ جي پٽين‘، ’ڪيرٿر‘ ۽ ’منڇر‘ تي سندس تحقيق ڏسندي، بلاشڪ ڪيس قديم آثارن جي پرڏيهي ماهرن جي قطار ۾ بيهاري سگهجي ٿو. تاج صحرائيءَ حساس انسان هو، ان ڪري ڪڏهن ڪڏهن دل جا جذبا شعر ۾ بہ بيان ڪندو هو. لطيفيات تي بہ سندس گهري نظر هئي. سندس لطيف شناسيءَ جا مضمون مون سهيڙي ’نيٺين ننڍ اکوڙ‘ ڪتاب ۾ شايع ڪيا هئا، جيڪي پڙهڻ وٽان آهن.

تاج صحرائيءَ بابت اسان جي دوست پروفيسر اعجاز قريشيءَ هي ڪتاب سهيڙي، سچ پچ هن شخص سان انصاف ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ جن بہ شخصيتن جا مضمون شامل آهن، سي تاج صحرائي جا دوست، ساٿي يا همعمر آهن. اعجاز قريشي خود بہ تاج صحرائيءَ جو شاگرد، پاڙيسري ۽ ساٿي رهيو آهي. هنن گڏجي ڪيترا تاريخي ۽

تحقيقي ڪم سرانجام ڏنا آهن. تاج صحرائي، منهنجو به پيارو دوست، رفيق ۽ ساٿي هو. مون ۽ اعجاز ڳڏجي سنڌس ڪيترا ليڪچر سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ ۾ ڪرايا هئا. تاج صحرائيءَ جهڙا سدورا شخص واقعي سنڌ جي سونهن آهن، جن کي ياد ڪرڻ، سنڌ سان محبت ڪرڻ جي برابر آهي.

محمد ابراهيم جويو

14 - A صحافي ڪالوني، حيدرآباد
8 آڪٽوبر 2011ع

# تاج صحرائي ـ هڪ نظر ۾

پورو نالو: تاج محمد ميمڻ

پيءُ جو نالو: نور محمد ميمڻ

ماءُ جو نالو: مريم خاتون سومرو (سندس والد ٻي شادي سيوهڻ شريف جي سومرن مان ڪئي.)

گهرواريءَ جو نالو: سردار خاتون

ڄم جي تاريخ: 14 سيپٽمبر 1921ع

وفات جي تاريخ: 28 آڪٽوبر 2002ع

ڄمار: 81 ورهيه، هڪ مهينو ۽ 14 ڏينهن

ڄم جو هنڌ: شڪارپور، سنڌ

وفات جو هنڌ: دادو، سنڌ

تدفين جي جڳهه: لال هندي قبرستان دادو شهر

تعليم: بي اي، بي ٽي

اولاد: پٽ (پنج) نالا

1. پروفيسر نظام صحرائي (رٽائرڊ) ڪراچيءَ ۾ پنهنجي اولاد سان گڏ رهائش پذير
2. جمال صحرائي (رٽائرڊ تعليم کاتو حڪومت سنڌ) رهائش ڪراچي
3. فيروزالدين صحرائي: حبيب بئنڪ مان نائب صدر جي عهدي تان رٽائر ٿيل. رهائش ڪراچي
4. ڪمال الدين صحرائي: بزنس ۽ درزڪي پيشي سان وابسته هيو جوانيءَ ۾ وفات ڪري ويو. سندس اولاد دادوءَ ۾ رهائش پذير
5. پروفيسر ڊاڪٽر مجيب صحرائي: انگلينڊ مان پي ايچ ڊي، مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر موجوده وقت ۾ مهراڻ يونيورسٽي جي خيرپور ڪئمپس جو پرنسيپال.

نياڻيون: 1 - نيلوفر دادؤ جي ڪيڙن ۾ شادي ڪيل، هن وقت حيدرآباد ۾ رهائش پذير، گهروارو: شير محمد ڪيڙو (وفات ڪري ويل)

2 - ممتاز صحرائي: مازوٽ ڊاڪٽر اشفاق سان شادي، اولاد سميت ڪراچي ۾ رهائش پذير

روزمره زندگيءَ جا ڪجهه اصول: صبح جو سوير اٿڻ ۽ پنڌ ڪرڻ، ناشتي ۾ ٻه ڦلڪا ۽ ٻه ڪچا پڪا بيدا، منجهند جي مانيءَ ۾ گهر ۾ نهندڙ ڀوڄ ۽ ماني يا چانور، رات جي مانيءَ ۾ سائي ڀاڄي يا ڪڪڙ يا گوشت، ٻه سنهيون مانيون، ڏينهن ۾ ٽي، چار ڀيرا چانهه واپرائڻ جو شوق، گهٽي ڪاڏي ڪان پري پڇڻ، سادو کائڻ.

ڪپڙا: جوانيءَ ۾ پتلون، قميص ۽ شلوار قميص ۽ سياري ۾ ڪوٽ، وڏي عمر ۾ صرف شلوار قميص

لکڻ جي صنف: شاعري ۽ نثر

نوڪريءَ ۾: طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادوءَ جو شروع کان رٽائرمينٽ تائين هيڊ ماستر، هڪ بهترين منتظم ۽ استاد تي ايرڻ

پسنده موضوع: شاهه لطيف ۽ سنڌ جو آثار قديمه جو تمام گهڻو ڄاڻو خاص طور ضلعي دادوءَ جي سموري جاگرافي ۽ آرڪيالاجي، رني ڪوٽ، منڇر ڍنڍ ۽ ڪيرٿر تهذيب جو انتهائي وڏو ڄاڻو ۽ عالم. قلندر شهباز جي ميلا ڪميٽيءَ جو تاحيات سيڪريٽري.

ڪتاب: سر سارنگ هڪ مطالعو، سنڌو تهذيب (1989ع)، پٽني لوڪ (1996ع)؛ The Lake Manchar (1997)، گورک چوٽي (1997ع)، دادو ضلعو جاگرافي ۽ تاريخ جي آئيني ۾ (2001ع)، نيٺين تنڊ اڪوڙ- شاهه لطيف تي ڪوجنائي ۽ سبق آموز مضمون (2001ع) ۽ ٻيا ڪيترائي مضمون، مقالا ۽ خط ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل.

ادارن سان لاڳاپو: سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ حيدرآباد، دادو هسٽاريڪل سوسائٽي، دادو جي علامه آءِ آءِ قاضي لائبريريءَ جا روح روان

دوستن ۽ بزرگن جو حلقو: علامه عنايت الله مشرقي، سائين جي ايم سيد، حيدر بخش جتوئي، محمد ابراهيم جويو، مرحوم ضياءُ الدين بلبل، قاضي فيض محمد، علي احمد قريشي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، حافظ محمد احسن چنا، ڊاڪٽر غلام علي الانا، آخوند شفيع محمد (وڪيل دادو) ابوبڪر خان مگسي، امان الله شيخ، احمد خان لانگاهه، استاد الهه رکيو سهتو، استاد شفيع محمد سولنگي، جمال ابڙو، تاج محمد ابڙو، استاد بخاري، بدر ابڙو، امام بخش گهرياٽي، حڪيم محمد صالح پنهور ۽ ٻيا.

علي احمد قريشي

# تاج محمد صحرائي

تاج محمد صحرائي ولد نور محمد ميمڻ اٽڪل سال 1922ع ڌاري شڪارپور ۾ ڄائو. ننڍپڻ ۾ هن ڪجهه سنڌي اتي ئي پڙهي، ڪجهه وري سيوهڻ ۾، ڇو جو سندس والد صاحب سيوهڻ ۾ روينيو ۾ ڪلارڪ هو. سيوهڻ ۾ سندس والد ميان نور محمد ٻي شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس ٽي پٽ ٿيا. وڏو تاج محمد صاحب هو. سنڌي پڙهڻ کان پوءِ هن کي وڌيڪ علم پرائڻ جو ذوق جاڳيو. جنهن ڪري ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان اڳ ۾ هو هندستان هليو ويو ۽ ڪجهه وقت هندستان گهميو. تنهن کان پوءِ موٽي آيو. جيئن ته سندس ماءُ جو تعلق سيوهڻ سان هو، تنهنڪري پاڻ سيوهڻ ۾ گهڻو وقت رهيو. ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ هي سيوهڻ ۾ پرائيويٽ اسڪول ۾ ٽيچر مقرر ٿيو. اتي ڪجهه وقت پڙهايائين. پاڪستان ٺهڻ وقت هندو لڏي ويا. پرائيويٽ اسڪول سڀ بند ٿي ويا. شاگرد به گهٽ هئا. نتيجي ۾ اهو ٿيو جو تاج محمد بيروزگار ٿي ويو. انهيءَ کان پوءِ پاڪستان جي قائم ٿيڻ کان ٿوروئي اڳ ۾ سنڌ مدرسي ڪاليج جي فرسٽ ايئر آرٽس ۾ داخلا ورتائين ۽ اتي سياسي ۽ سماجي سرگرمين ۾ حصو وٺندو رهيو. پاڻ ان وقت ۾ خاڪسار به رهيو. هيءَ تحريڪ 1933ع ۾ علامه عنايت الله مشرقي جيڪو پنجاب جو تعليمي ماهر هئو تنهن شروع ڪئي. اهو زمانو تقريبن 1942/43 جو هو.

جنهن زماني ۾ ٻي مها ڀاري لڙائي لڳي رهي هئي، پاڻ خاڪسار تحريڪ ۾ سالار ٿيو ۽ ڪراچيءَ ۾ خاڪسار تحريڪ ۾ وڏو ڀرو وٺندو رهيو. ان وقت ۾ ئي بنگال ۾ تمام سخت ڏڪار پيو ۽ ماڻهو ائين ئي گهٽين ۾ بُک وگهي مرندا رهيا. ڪراچي مان خاص هڪ ٽيم تيار ڪئي وئي جيڪا بنگال وئي. ٽيم ۾ هي به بنگال ويو ۽ اتان اهي ماڻهو ڪراچي آڻڻ ۾

مدد ڪيائين. ان زماني ۾ B.A ۾ پڙهندو هو. B.A پاس ڪيائين. جنگ بہ پوري ٿي وئي ۽ پاڻ اچي سيوهڻ ۾ رهيو. تنهن کانپوءِ جلدي پاڪستان جو اعلان ٿيو. پاڻ ان وچ ۾ سنڌي ماستري ڪندو هو پر جيئن اڳي چئي آيا آهيون تہ پاڪستان بريا ٿيڻ کان پوءِ اهي اسڪول بند ٿي ويا تہ پاڻ بيروزگار ٿي پيو. ڪاليج ۾ پڙهڻ جي زماني ۾ اتي هن جي گهڻن شاگردن سان ڏيٺ ويٺ ٿي.

جڏهن پاڪستان جو اعلان ٿيو تہ علامہ مشرقي آرڊر ڪيو تہ سيئي خاڪسار دهلي ۾ گڏ ٿي وڃو ۽ اتي پاڪستان ٺهڻ جي مخالفت ڪريو. تاج صاحب بہ ان تحريڪ ۾ شامل ٿيو ۽ دهلي ويو. وري اتي دهلي سرڪار سيني خاڪسارن کي گرفتار ڪيو. تاج صاحب بہ گرفتار ٿي دهلي جيل ۾ ويو. سندس چوڻ موجب اتي خاڪسارن گوڙ ڪيو. جنهن ۾ پوليس اتي گولي هلائي پر هن کي ڪو بہ نقصان نہ رسيو ۽ بچي ويو. تنهن کانپوءِ ان کي ڪيڏي سنڌ واپس موڪليو ويو. هي 1948/49ع جو زمانو هو. پوءِ تاج صاحب بيروزگار ٿي سيوهڻ ۾ رهڻ لڳو. ڪجهہ وقت کان پوءِ اسان دادو جي دوستن جهڙوڪ احمد خان لانگاهہ، آخوند شفيع محمد، سيٺ شمس الدين ۽ مون گڏجي هن کي سيوهڻ مان گهرائي دادو ۾ آندو. دادو ۾ اچڻ کانپوءِ هتي هڪڙي هفيتوار سنڌي اخبار ڪڍي وئي جنهن جو هن کي Editor مقرر ڪيو ويو ۽ اسان سيئي گڏجي هن جي مدد ڪرڻ لڳاسين. اخبار جو نالو "اظهار" هئو. مگر اها ڪجهہ وقت کان پوءِ بند ٿي وئي.

مرحوم تاج صحرائيءَ کي اسڪول بريا ڪرڻ جو وڏو شوق هو. تنهنڪري اسان پنهنجي ماتحت 5 درجن تائين انگريزي اسڪولُ دادو شهر ۾ پنجتنائي هال وٺي، اتي کوليو. تاج صاحب ان جو هيڊ ماستر ٿيو. ان وقت ۾ في تمام گهٽ هئي، پيو ڪو بہ فنڊ نہ هو، جنهنڪري اهو اسڪول ڏاڍو ڏکيو هلڻ لڳو. چندو چاڙي ڪري اسڪول هلائيندا رهياسين. گورنمنٽ هاءِ اسڪول اڳ ۾ ئي دادوءَ ۾ موجود هو. سيني دوستن گڏجي انهيءَ لاءِ Dadu Educational Society ٺاهي.

شروعات ۾ اسڪول ۾ شاگرد گهٽ داخل ٿيا. پر پوءِ اسڪول درجن جا ڏاڪا چڙهندي ميٽرڪ ڪلاس تائين وڃي پهتو. ٿوري وقت کان پوءِ، هندن

جي هڪ پراڻي بلڊنگ هئي، جيڪا گورنمنٽ هاءِ اسڪول وارا Boarding House ڪري هلائيندا هئا، اڳيان هلي جڏهن گورنمنٽ هاسٽل ٺهرائي ته اها جاءِ خالي ڪئي وئي ۽ اسان يعني Dadu Educational Society اِن تي قبضو ڪيو ۽ هاءِ اسڪول ان ۾ شفٽ ڪيو ويو جيڪو اڄ ڏينهن تائين هلي رهيو آهي. جيئن ته اسڪول کي پئسن جي هميشه تڪليف رهندي هئي، تنهنڪري اسان مخدوم طالب المولىٰ هالن واري کي عرض ڪيو ته اسان کي ڪجهه فنڊ ڏيو، جنهن مهرباني ڪري ڏهه هزار رپيا ڏنا، جيڪا تمام گهٽ رقم هئي پر پوءِ به ان اسڪول جو نالو طالب المولىٰ هاءِ اسڪول رکيو ويو جو پوءِ گورنمنٽ کنيو ۽ هاڻي سرڪار جي حوالي آهي. پنهنجي صاحب جي دور ۾ سڀ خانگي اسڪول سرڪار کنيا هئا.

تاج صاحب هڪ بهترين استاد ۽ ايڊمنسٽريٽر هئو. هڪ وڏو محقق، چاڙهو ۽ عالم پڻ هو. هن ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. ان ڪانسواءِ آثار قديمه جو وڏو چاڙهو هو. سڄي سنڌ ۽ هند گهميو ۽ ڪيترا پٿر وغيره آثار قديمه جا گڏ ڪري رکيائين، جيڪو هڪڙي قسم جو Museum ٺهي پيو آهي.

هو تقرير جو ماهر هو. هڪ تعليمي اداري جي سربراهه جي حيثيت ۾ تمام سٺو منتظم پڻ هو ۽ شاگردن کي ڪاپي ڪرڻ کان منع ڪندو هو. سختي کان ڪم وٺندو هو. طالب المولىٰ اسڪول تمام ڪاميابي سان هلايائين، جيڪو اڄ تائين موجود آهي. اهو سندس يادگار آهي.



ڊاڪٽر غلام علي الانا

# پارس جو پارکو
# محترم تاج محمد صحرائي

ڪي ماڻهو امر هوندا آهن. انهن سان گڏاريل ڪي گهڙيون، اصل وسرنديون ئي نہ آهن. اهڙن املهہ ماڻڪن مان، سنڌ جو فقير صفت انسان، سنڌ دوست، سنڌو تهذيب، منڇر تهذيب ۽ لطيف شناسيءَ جو وڏو ڄاڻو محترم تاج محمد صحرائي بہ هڪ هو. هونئن تہ ننگرپارڪر جو رهاڪو ڪاپڙي خان ڪوسو، مهراڻي جو ماهر محترم معمور يوسفاڻي، لاڙ پٽ جو سيلاني محترم ماستر محمد سومار شيخ ۽ بيڙو فقير ڪنير، سنڌ جا وڏا سونهان ۽ املهہ ماڻڪ هئا، پر تاج محمد صحرائي بہ دادو ضلعي جو وڏو سونهون، ڄڻ تہ اينسائيڪلو پيڊيا هو.

جن دوستن، مرحوم تاج محمد صحرائي جي رهنمائيءَ ۾، رني ڪوٽ، ميري، شير ڳڙهہ، چورلي وارو قبرستان، منڇر ڍنڍ، نئنگ، جهانگارا، باجارا، سيوهڻ شريف، ڪاڇو ڪائي ۽ سٽ گهريون وارا ماڳ ۽ مڪان گهميا هوندا، اهي ئي ٻڌائي سگهندا تہ تاج محمد صحرائي بہ سنڌ جو هڪ وڏو سونهون هو.

مون سندس ئي صحبت ۾، دادو ضلعي جا اهي سڀ ماڳ ۽ مڪان، جيڪي - سنڌو سڀيتا جو سرمايو آهن، گهميا هئا. ڪيس، انهن سڀني ماڳن جي تاريخ، جاگرافي، سڀيتا، تهذيب ۽ تمدن ۽ لوڪ سڀيتا جي وڏي ڄاڻ هئي. تاج محمد صحرائي هڪ وڏو تاريخدان، ماڳن جي باري ۾، هڪ سند رکندڙ ماهر هو. جنهن جي باري ۾ ڊاڪٽر لوئيس فليم، ڊاڪٽر ۽ مسز آلچين ۽ ٻيا ماهر گهڻو ڪجهہ ذڪر ڪندا هئا.

تاج محمد صحرائي صاحب هڪ وڏو جهانديد ۽ تجربيڪار انسان هو. جنهن جو ثبوت سندس ڪتاب، "نيٺين ننڌ اکوڙ"، مان ملي ٿو. پنهنجن تجربن جي باري ۾، مرحوم پنهنجي هن ڪتاب (نيٺين ننڌ اکوڙ) ۾ لکي ٿو:

"مان 1940ع کان وٺي، سنڌ جي علمي ادبي ۽ سياسي سرگرمين ۾ ذاتي طور، ڪجهه عملي طرح به، حصو ورتو اٿم. پاڪستان ۽ سنڌ جيءَ ڪن چوٽيءَ جي عالمن، سياستدانن ۽ سياستڪارن سان لهه وچڙ ۾ به رهيو آهيان. ڪن سياسي ليڊرن، سياستڪارن ۽ تحريڪن جي سرواڻن جي ذاتي خواهشن، رنجشن، ارادن، قلابازين ۽ سوديبازين کان به ڪنهن حد تائين واقف آهيان. سنڌ جي علمي، ادبي ۽ سياسي ماحول ۾ اُٿندڙ، اُپرندڙ، اُسرندڙ ۽ مرندڙ تحريڪن، عجيب و غريب واقعن ۽ وارداتن، حالتن ۽ حادثن جو بخوبي مشاهدو به ڪيو اٿم. هڪ شاگرد ۽ اُستاد جي حيثيت ۾ تعليم ۽ درس و تدريس جي نظام ۽ نصاب سان به ٽيهن سالن تائين وابسته رهيو آهيان. ڪراچيءَ کان وٺي ڪلڪتي تائين، لاهور ۽ دهليءَ کان وٺي دکن تائين، سنڌ ۾ ڪشمور کان وٺي ڪارونجهر، منڇر ۽ ڪينجهر تائين، گهڻو ڪجهه گهميو آهيان، ۽ گهڻو ڪجهه رُليو آهيان. عشق ۾ اکين ڪيَ اوجاڳا ڏيئي، نيڻين نير به وهايو اٿم. بانگ ۽ صلوات جي چڱي حد تائين پيروي به ڪئي اٿم.

هندستان يا ڀارت ۽ پاڪستان جي ورهاڱي ۽ سياسي آزاديءَ واري ڏينهن، دهلي جيل ۾ نظربند هوس، جتي دين ۽ ڌرم جي نالي ۾ وهندڙ خونَ ۽ رَت ۾ اکيون آليون ٿيون ۽ گولين مان به گذرڻو پيو هوم.

انسان جو وحشي درندي وارو روپ به اُتي ڏٺم ساڳيءَ طرح، ڪن علم، ادب ۽ وطن دوست خواتين و حضرات جي شفقت ۽ محبت به نصيب ٿي اٿم.

سونهن، سوڀيا ۽ جوڀن جتي ڪمزوي اٿم، اُتي اُتساهه به اٿم.

اَهڙي ڀَهڳُٽي ماهر لاءِ مون جهڙو ڪم علم ۽ گهٽ تجربو رکندڙ ماڻهو ڇا ٿو چئي سگهي؟

تاج محمد صحرائي صاحب هڪ وڏو ذات ڏٺي هو. هن ڪيترائي ڪتاب، مضمون ۽ مقالا لکيا، ۽ شاعري به ڪيائين. سندس ٿي مشهور ۽ وڏي معيار وارا ڪتاب هي آهن:

- سنڌو تهذيب
- منڇر ڍنڍ ۽
- نيٽين ننڍ اُکوڙ

سندس مقالن مان پٽي لوڪ جي عنوان وارو مقالو لکُ لهي. سنڌو

تهذيب ۽ منجهه تهذيب تي مهارت رکڻ کان سواءِ هو هڪ وڏو لطيف شناس به هو. هو وڏي مطالعي وارو عالم به هو. سندس ڪتاب ”تيٽين تند اُڪوڙ“ جي باري ۾، محترم امداد حسينيءَ بلڪل صحيح فرمايو آهي، هو لکي ٿو:

”تيٽين تند اُڪوڙ“ جي عنوان مان پڌرو آهي ته لطيف جي پر پاريندڙي، تاج صحرائي جڳ جاڳائڻ ٿو گهري، پر اُها پر پروڙڻ ڏاکڙو آهي. تاج صحرائي جهڙا تتيءَ تڏيءَ ڪاهيندڙ، 80 سالن جا جاکوڙي جوان ٿي اهو ڏورڻ ڏوري سگهن ٿا. ڪُماڻهن، ڪانئرن ۽ غدارن کي هڪ سُماڻهو، سورهيه ۽ ديش پڳت ئي للڪاري سگهي ٿو.

تاج محمد صحرائيءَ جا متي ڄاڻايل تيئي ڪتاب مون وري وري پڙهيا آهن ۽ هر ڀيري مون کي سندس انهن ٽنهي ڪتابن نئون نياپو پئي ڏنو آهي. تاج محمد صحرائي بلڪل درست فرمايو آهي ته:

اسان جي اها قومي بيحسي ۽ بدبختي آهي جو اسان ، ماضيءَ جي ڪن گمنام ولين جا ڏينهن ته تمام گهڻي ڌام ڌوم سان ملهائيندا آهيون، اُنهن جي قبرن تي گلن جون چادرون ۽ ريشمي پڙ چاڙهيندا آهيون، پر افسوس ته علم ادب، درس ۽ تدريس جي ويجهڙائيءَ ۾، لڏي ويل عظيم شخصيتن کي پلجي به ياد نه ڪندا آهيون. اسان قومي طرح جن سخن ڏاهن ۽ ڏات ڌڻين کي وساري ويٺا آهيون، اُنهن مان شمس الدين بُلبل، غلام محمد گرامي، فتح محمد سيوهاڻي، محمد عثمان ڏيپلائي، هوتچند گربخشاڻي، ليلارام وطڻ مل، ڪشنچند بيوس ۽ سيد ميران محمد شاھ ته اسان کان بلڪل وسري ويا آهن. جيتوڻيڪ سنڌي ٻولي، علم ادب، فڪر ۽ شعور، اوير ۽ اوسر ۾، انهن جو تمام گهڻو ڀرپور حصو رهيو آهي. انهن ڏات ، ڏاھ ۽ قلم ڌڻين مان مولانا غلام محمد گراميءَ مهراڻ رسالي جي شاعر نمبر (1990ع) ۾ شاعري، فن ۽ شاعرن بابت تمام گهڻو ۽ گهڻو مفيد مواد پيش ڪيو آهي.

هن ڪتاب ۾ صحرائي صاحب لطيف شناسيءَ کان سواءِ ٻيا به ڪيئي نڪتا پيش ڪيا آهن، جن ۾ نه فقط گهڻي ڄاڻ ڏنل آهي، پر حقيقت ۾ اُنهن نڪتن مان اهو ثابت ٿو ٿئي ته هُو پارس جو پارکو هو. مثال طور علم ۽ عمل واري عنوان هيٺ ڄاڻائي ٿو ته:

”علم ڇا آهي؟ اُن سوال جي جواب ۾ ڪو عالم صفحن جا صفحا

لکي سگهي ٿو، تہ وري ڪو عالم، خاموشيءَ کي بهتر سمجهندو. سقراط نماڻائيءَ ۽ نمرتا سان چوي ٿو: مون کي ڪا بہ ڄاڻ نہ آهي، سواءِ اُن ڄاڻ جي تہ مان لاعلم آهيان". ارسطوءَ چيو آهي تہ:

"فطرتاً سڀ ماڻهو علم کي چاهين ٿا."

ابن رشد جو قول آهي تہ:

"وجهل، آسمان تان ڪٽي، فرش تي ڪيرائي ٿو ۽ علم، فرش تان ڪٽي آسمان تي پهچائي ٿو."

حضرت علي رضي الله عنہ فرمايو آهي: "علم جي دولت ورهايو، علم ورهائبو تہ اُن ۾ اضافو ٿيندو رهندو."

هڪ انگريز شاعر چوي ٿو تہ، "علم پيئو گهڻو پيو ۽ اونهو پيو، اڌورو علم خطرناڪ آهي."

حضرت محمد مصطفىٰ ﷺ جن جون حديثون آهن تہ:

"پينگهي کان وٺي قبر تائين علم پرائيندا يا علم طلب ڪندا رهو."

علم طلب ڪريو يا علم پرايو، توڙي چين ولايت تائين وڃڻو پوي.

سيني مسلمان مرد ۽ عورتن تي علم پرائڻ فرض آهي.

تاج محمد صحرائي صاحب، هن ڪتاب ۾ "ڪتاب" جي باري ۾ جيڪي ڪجهہ بيان ڪيو آهي، سو سندس عقل ۽ فهم جي ترجماني ڪري ٿو. "ڪتاب" جي سلسلي ۾ تاج محمد صحرائي صاحب ڪتابي ۽ ادبي دنيا جي مشهور شخصيت، ڊراما نگار، شاعر ۽ مفڪر شيڪسپيئر جو هڪ قول بيان ڪيو آهي، شيڪسپيئر فرمايو تہ:

"Tongue in trees, books in running, brooks, Sermons in stones and good in every thing"

صحرائي صاحب شيڪسپيئر جي انهيءَ قول کي پنهنجن لفظن ۾ سمجهايو آهي، ۽ لکي ٿو تہ:

"انگريزي ٻوليءَ جي هن جڳ مشهور شاعر ۽ مفڪر جي خيال ۾، دنيا يا ڪائنات جي هر هڪ وستوءَ ۾ نيڪي سمايل آهي، مثال طور، هو پنهنجي هن قول ۾ فرمائي ٿو: "وڻن کي زبانون آهن، وهندڙ نهرن ۾ ڪتاب آهن ۽ پٿر بہ ذڪر ڪن ٿا."

شيخ مصريءَ جو حوالو ڏيندي، صحرائي صاحب لکي ٿو ته: شيخ مصريءَ به ساڳي ڳالهه ڪئي آهي، مثال طور شيخ مصري فرمائي ٿو ته:
”سياڻي ماڻهوءَ جي نظر ۾ سائي وڻ جي هر هڪ پن ۾، قادر جي حڪمت ۽ معرفت جا دفتر لڪل ۽ ظاهر آهن.“

ڪتاب جي موضوع جي حوالي سان، تاج محمد صحرائي صاحب، ڪيئي سهڻا سخن بيان ڪيا آهن، جيڪي هيٺئين سان هنداڻ گهرجن، مثال طور فرمائي ٿو:

ڪتاب جيئرا جاڳندا ديوتا آهن، انهن جي تهل ٺڪور ڪريو ۽ ترت نرواڻ حاصل ڪريو (هڪ ٻوڌي)

سچ ته ڪتاب ئي زندگيءَ جا بهترين ساٿي آهن. ڏسڻ ۾ ڪيترا نه گونگا، ٻوڙا، ڪنڌا ۽ بي جان آهن، پر اکين ۽ اکرن وارن لاءِ، منجهن جان آهي، پساهه آهن، سڏڪا آهن، ٽهڪ آهن، ننڊون آهن ۽ اوجاڳا آهن. منجهن زندگي آهي، زندگيءَ جا گل ۽ ڪنڊا آهن، زندگيءَ جون لاهيون چاڙهيون آهن ٿوري ۾ چئجي ته ڪتابن ۾ انسان پنهنجين خوبين ۽ ڪمزورين سان لڪل ۽ ظاهر آهن.

تاج صاحب ڪتاب جي باري ۾ فرينچ، انگريز ۽ ٻين ملڪن جي دانشورن ۽ ودوانن جا قول به بيان ڪيا آهن. مثال طور فرانس جي جڳ مشهور عالم ۽ اديب والٽيئر جو حوالو ڏيندي، صحرائي صاحب لکي ٿو ته:

”ڪتاب حڪومت ڪن ٿا، جي نه، ته به اهي قومون غالب ۽ مٿاهين درجي تي آهن، جيڪي لکيل، پڙهيل، سلجهيل ۽ ڏاهيون آهن ۽ جن قومن جي فردن کي علم پرائڻ جو جذبو ۽ شوق آهي.“

والٽيئر اڳتي لکي ٿو ته:

”ڪن حالتن ۾ ڪتاب جنگي سازوسامان کان به وڌيڪ طاقتور ثابت ٿيا آهن، جيتوڻيڪ پڙهيل ماڻهن جو تعداد ٿورائيءَ ۾ هو.“

ساڳيءَ طرح جڳ مشهور مفڪر مهاتما گانڌي، ”ڪتاب“ جي باري ۾ فرمايو آهي ته:

”ڪتابن جي قيمت ڪٿڻ بيوقوفي آهي، انهن جي قيمت هيرن جواهرن کان به وڌيڪ آهي. ڇاڪاڻ ته هيرا ۽ جواهر ٻاهريون ۽ ظاهري ڏيک ۽ چمڪ آهن، جڏهن ته ڪتاب اندر کي روشن ۽ من کي منور ڪن ٿا.“

شري رابند ناٿ ٽئگور، ڪتابن جي باري ۾ لکيو آهي تہ:

”جيڪي ماڻهو ڪتابن جا صفحا ڳڻي قيمت ڪٿين ٿا، سَچ پچ تہ اُنهن جو ذهن، ڪتابن جي هيٺان دٻجي مري ويجي ٿو.“

محترم تاج محمد صحرائي ادب جي باري ۾ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو آهي، هوُ پنهنجي هن ڪتاب (نيٺين نندڍ اکوڙ) ۾ لکي ٿو:

”ادب ئي دنيا جو هڪ اهڙو ذريعو آهي، جنهن جي پڙهڻ سان، اسان ماضيءَ جي تجربن، حال جي واقعن ۽ مستقبل جي انديشن ۽ ايجادن کان واقف ٿي، گهڻو ئي ڪجهہ حاصل ڪري، انساني زندگيءَ کي وڌيڪ دلچسپ، وڌيڪ ڪارآمد، مفيد، حسين ۽ رنگين بنائي سگهون ٿا، تہ اهو بيجاءِ ۽ وڏاءُ نہ ٿيندو.“

هونئن تہ ذاتي ڪچهريءَ ۾ بہ اسان جو هيءُ وڏوان اهڙن املهہ ماڻڪن کي اوتيندو رهندو هو، پر پنهنجي ڪتاب، نيٺين نندڍ اکوڙ ۾، محترم صحرائي صاحب اُستاد، اڄ جو تعليمي ماحول، ساٿيهہ جي سڪ ۽ خود اعتماديءَ کان سواءِ ٻين ڪيترن ئي نڪتن جي هن ڪتاب ۾ اُپٽار ڪئي آهي.

محترم صحرائي صاحب پاڻ تہ پارس جو پارکو هو پر هن پنهنجن پڙهندڙن کي بہ اها ئي صلاح ڏني آهي تہ هوُ لطيف سرڪار جي هن بيت تي عمل ڪن، جنهن ۾ لطيف سائينءَ فرمايو آهي:

جي نہ سُڃاڻن سچ کي، وِيهہ مَ تني وٽ،
اَملهہ کي اَڌ ڪري، پاڻان هڻندا پَٽ،
ماڻڪ اتي مَٽِ، جتي پارکو پارس جا.



ڊاڪٽر حبيب الله صديقي

# تاج صحرائي مُنهنجي نَظَرَ ۾

لاکيڻو لطيف فرمائي ٿو:

"غافل آ غفلت ڇوڙ تو ڪيئن اُٿاسي اوجهرين،
ڇُپاتان ڇِڙهي ويا، وَڃي پُهتا توڙ،
نيڻين نِندَ اُکوڙ ۾ جِمَ وَرَن ۾ واکا ڪرين"

منهنجي محترم دوست مرحوم تاج محمد صحرائي، لاکيڻي لطيف جي اَڌُ ست: "نيڻين نند اُکوڙ" کي پنهنجي ڪتاب جو عنوان بنايو (سال 2000ع) جنهن ۾ انساني قدرن کي لطيف جي فلسفي سان ملائي بيان ڪيائين. انهيءَ ڪتاب جو انتساب "گلن جي ورکا" سندس پنهنجي زندگيءَ جي فلسفي ۽ قدرن جو آئينہ دار آهي.

لکي ٿو تہ: "اُنهن عظيم انسانن جن انسان جي آزادي ۽ عظمت، شرف ۽ وقار لاءِ پنهنجيون جانيون نثار ڪيون ۽ ايڪيهين صديءَ جي آزاد انسانن جي ايندڙ نسلن مٿان خلوص ۽ پيار سان، مگر پنل نيڻن سان، گُلَ نِڇاور ڪريان ٿو."

زندگيءَ جي آخري ڏاکي تي بيهي تاج صحرائي "پنَل پنبڻين"، يا آلين اکين سان، آزاديءَ جي علمبردارن تي عقيدت جا گُل نڇاور ڪري ويو. پاڻ بہ تہ آزاديءَ جو علمبردار هو. 14 آگسٽ 1947ع ۾ جڏهن سندس خوابن جو تعبير آزادي سچ ثابت ٿيو تڏهن پاڻ سينٽرل جيل دهليءَ ۾ قيد هو. اُن وقت سندس عمر 26 سال هئي، (جنم 1921ع). 1940ع کان سنڌ جي سياسي سرگرمين ۾ عملي طور شريڪ ٿيڻ سان گڏ، پنهنجي تيز ذهن کي ادبي مشغولي بہ ڏيندو آيو.

منهنجي ساٿس ڏيٺ ويٺ تڏهن ٿي جڏهن سيوهڻ شريف جي ميونسپل مڊل اسڪول ۾ هيڊ ماستر هو ۽ مان پرائمري اسڪول ۾ پڙهندو هوس. مائٽن ۾ سيوهڻ وڃڻ ٿيو تہ اُتي ادي منظور کان معلوم ٿيڻ تي سندس

شخصيت مون تي گهرو اثر ڇڏيو، پوءِ ڪنهن رسالي ۾ سندس ڪو مضمون يا شعر ڇپبو هو ته شوق سان پڙهندو هوس.

سال 1954ع ۾، مان پاڻ اسڪول ۾ انگريزي ماستر هوس. مون وٽان ٽي درجا انگريزي پڙهي، منهنجي دوست ماستر محمد موريل ميمڻ جو پٽ خير محمد، طالب المولیٰ هاءِ اسڪول دادوءَ ۾ داخل ٿيو هو ۽ چوٿين درجي ۾ فيل ٿيو هو. مرحوم محمد موريل جي زور پرڻ تي، مون حجت ڪري هيڊ ماستر تاج صحرائي صاحب کي وڃي سفارش ڪئي ته خير محمد کي پاس ڪري، سختيءَ سان انڪار ڪيائين ۽ مون کي تنبيهه ڪيائين ته جيڪڏهن سئو استاد ٿيڻ چاهين ٿو ته ڪڏهن به ڪنهن شاگرد کي گهربل لياقت کانسواءِ درجو نه ٽپائجان، نه ته اُنهيءَ شاگرد جو تون دُشمن هوندين. گهڻا سال پوءِ علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي شخصيت ۽ تعليمي خدمات تي تحقيق ڪندي، مون کي معلوم ٿيو ته جڏهن مرزا عباس بيگ جنهن کي پيار وچان علامه آءِ آءِ قاضيءَ صاحب جن، "ننڍڙو علامه" چوندا هئا، تنهن جڏهن هڪ رَن زال جي اڪيلي پُٽَ کي مئٽرڪ ۾ پاس ڪرائڻ لاءِ سفارش ڪئي ته علامه صاحب فرمايو: "چو مان اُنهيءَ ڇوڪري جو دُشمن آهيان ڇا؟ جو بنا لياقت جي ڪيس مئٽرڪ پاس ڪرايان ۽ پوءِ سڄي زندگي فيل ٿيندو رهي!". اُن وقت مون کي سائين تاج صحرائيءَ جو اصول ياد آيو. ليڪن مون ڪڏهن به سندس مُنهن تي تعريف نه ڪئي. هو پاڻ به ڪنهن کي سَستي تعريف سان نوازيندو نه هو. هيءَ تعريف حقيقي هئي پر مون نه ڪئي.

اونهاري جي وئڪيشن ۾ هر سال ڪير ترجي ڪنهن نه ڪنهن علائقي ۾ تحقيق خاطر ويندو رهندو هوس. هڪ سال "رَني ڪوٽ" ۾ سائين تاج صحرائيءَ سان اوچتي ملاقات ٿي. مون کي اُتي ڏسي بيحد خوش ٿيو. مون کي ڪافي معلومات ڏنائين ۽ پيهر اچڻ جو پروگرام ٺاهيوسين. اُنهيءَ دفعي مون تيٰ واضع ٿيو ته تاج صحرائي واقعي صحرائي ۽ ڪوهه ڪُن آهي. اُنهيءَ وقت فقط "ميريءَ" تائين پهچڻ به جان جوکم جو ڪم هو. مان تڪجي پيس ۽ هو نه ٿڪو. جيتوڻيڪ عمر ۾ مان کائنس 16 سال ننڍو هوس. هلائي هلائي ساٿو ڪيائين: هي ڏسون هوڏسون، آخرسج لاهي ورياسين ۽ مون آئينده لاءِ ساڻس گڏ اچڻ کان توبهه ڪئي.

ڪائنس لِکي "رَني ڪوٽ" ايندو هوس ۽ پنهنجي وس آهر گهمي ڦِري موٽي ويندو هوس.

مان جڏهن حيدرآباد ۾ ڊپٽي ڊائرڪٽر هوس تڏهن سائين تاج صحرائي سنڌ ميوزم جو ڊائريڪٽر هو. سڄي عملي کي يونيفارم پهرايائين ۽ "ميوزم" کي جديد طريقن سان ترقي وٺرايائين. ليڪن سندس اصول پرستي، مزاج جي سختي يا صحرائي هجڻ ۽ ڪنهن جي ڪاڻ نہ ڪڍڻ جي ريت ڪيس گهڻو وقت اُتي رهڻ نہ ڏنو. رٽائرمينٽ بعد جڏهن حيدرآباد ايندو هو تہ لازمي طرح منهنجي گهر سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو اچي مون سان سنڌ جي تاريخ جاگرافي، آثار قديمہ ۽ سنڌي قوم بابت ڳوڙهن مسئلن تي بحث ڪندو هو ۽ مون کي مفيد معلومات ڏئي ويندو هو. ساڳئي وقت ڪيس مون کان ڪا نہ ڪا شڪايت بہ هوندي هئي. مثال طور سندس ڪتاب "منڇر" تي تبصرو نہ لکڻ، قلندر لعل شهباز جي عرس تي سندس دائمي ڪاوش "ادبي ڪانفرنس" ۾ شريڪ نہ ٿيڻ يا پنهنجو ڪو تازو ڇپيل ڪتاب ڪيس دادوءَ پهچائي نہ ڏيڻ وغيره.

سائين تاج صحرائي هڪ عالم، انقلابي، جاکوڙي، اُستاد، منتظم ۽ اعليٰ درجي جو انسان هو. مثالي اُستادن ۽ محققن وانگر هڪ سياح هو. مون کي ڪنهن شخص ٻڌايو تہ "تاج صحرائي ڪميونسٽ آهي ۽ خدا کي نہ ٿو مڃي." مون جڏهن انهيءَ موضوع تي ساڻس ڳالهايو تڏهن معلوم ٿيم تہ هو مون کان بهتر مسلمان هو. لطيفي فڪر ۾ مون کان گهڻو اڳتي هو. سندس تصنيفون تحقيق ۽ تعليمي افاديت تي ٻڌل هيون. دادو ضلعو "جاگرافيءَ ۽ تاريخ جي آئيني ۾" (ٻن ڀاڱن ۾) سال 1997ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. انهيءَ ڪتاب ۽ رگويد جي مطالعي مان سنڌي وڏجارن. ناڪٿن "پٽڻي لوڪ" تي لکيل ڪتابڙي (1996ع) مان سندس ڄاڻ سڄاڻ ۽ ارادي جو پتو پوي ٿو.

سائين تاج صحرائي اسان کي گهڻو ڪجهہ ڏئي ويو آهي ۽ گهڻو ڪجهہ مڪمل ڪرڻ لاءِ ڇڏي ويو آهي. سندس ڪم کي سَهيڙي سموهي ۽ اڳتي وڌائڻ گهرجي. برادرم پروفيسر اعجاز قريشي اهڙو عزم رکي ٿو. هي مقالو پڻ هُن مون کان زوريءَ لکرايو آهي. مون کي وقت ۽ فرصت درڪار هئي، جيئن تاج صحرائيءَ تي لکڻ جو صحيح حق ادا ڪري سگهان.

امان الله شيخ

# تاج صحرائي - رڻ جو راهي

تواريخ عالم پڙهڻ ۽ پرکڻ سان هڪ ڪارائتو نُڪتو معلوم ٿئي ٿو ته جيڪي به هستيون سياسي ۽ سماجي کيتر ۾ چانيل مانار/ جموديت ۾ ٽرٽلو آڻي هڪ نئون رُخ ۽ رستو سنواريندڙيون آهن انهن جي اڪثريت شروعاتي دور ۾ ايڪانت/ اڪيلائي ۾ ويهي سوچ ۽ ويچار ڪرڻ خاطر غارن، ٻيلن، رڻ پٽن ۽ پڙپانگ علائقن ڏانهن رخ ڪيو آهي. انهن انسانن ڪي جيئڻ لئي گيان ۽ وگيان حاصل ٿيو ته عملي دنيا ۾ پنهنجي همٿ، جرئت، تدبر، بردباري ۽ فينسٽائي سان جهان جا رخ موڙي ڇڏيا.

انهن هستين ۾ مهاتما ٻڌ (483 ق - م) جو جهنگ ۾ وڃي وسرام ڪرڻ، حضرت محمد صہ (632ع) جو غارِ حرا ۾ نويڪلي ٿي ويهڻ، حسنين بن منصور (921ع)، جي صحرا نوردي ڪرڻ، رين ڏڪارٽ ۽ خواجہ خضر سيواڻي جو جبلن ۾ پاسيرو ٿي ديرو ڄمائڻ پڻ اچي وڃن ٿا ۽ پوءِ ردو بدل جي تواريخ تي جيڪي سندن اثر پيا سي اڄ به اڻ مٽجندڙ آهن.

مان اهڙين خوبين ۽ خاصيتن سان ڪنين تار انسان جنهن ڪي بجنسي پنهنجي اکين سان ڏٺو ۽ علمي چاڻ ۽ ساڃاهہ سان گهڻو ڪجهہ پرايو سو سائين تاج صحرائي (2002ع) هو. تاج صحرائي، هونئن اکيون ته جديد سنڌ و سپيتا جي هڪ اجڙندڙ شهر شڪارپور ۾ کوليون، پر دائمي ديرو دادو ۾ اچي ڄمايو. دادو جيڪو جديد سنڌ جي سياست جو ساکي ۽ جنهن جي پيٽ ۾ موهن جي دڙي کان به آڳاٽي دور جون وسنديون ۽ واهڻ موجود آهن، اهو دادو تاج جي ذهن تي سڄي ڄمار هڪ جادوءَ جيان ڇانيل رهيو. سنڌ جي جديد تواريخ جي هڪ معتبر ۽ مانائتي شخصيت جناب جي ايم سيد ته ٻئي پاسي سنڌ جي آڳاٽي تهذيب ۽ تمدن جا ساکي ڪاڇو ۽ کيرٿر تاج محمد جي لاءِ ڳولا ڦولا ۽ صحرا نوردي جا بنيادي ڪارڻ بڻيا. ايئن محمد مان قري "صحرا

نوردي" جو تاج پائي تاج صحرائي ٿيو.

تاج صحرائي، سنڌ جي ان نسل جو نمائندو هو جنهن جو هڪ وٽ ۾ پڪو پختو ويساهه هو ته جيستائين ذهن، جسم ۽ قلم ساٿ ڏيندا رهن اوستائين پنهنجي ذميواري هن سماج ۾ نڀائڻ گهرجي. هتي سوال آهي ته ڪهڙي ذميواري؟ شعور، ساڃاهه ۽ متحرڪ ٿيڻ. انهي نسبت سان تاج جي ذهن ۾ به لاڙا هڪ ئي وقت گهر ڪري ويٺل هئا:

- سياسي جدوجهد وسيلي سماج ۾ رد و بدل آڻڻ
- فڪري شعور پيدا ڪرڻ

تاج صحرائي، انهي ڏس ۾ ابتدا خاڪسار تحريڪ سان ڪئي، پر، جڏهن برصغير جي ورهاڱي کان ٿورو اڳ تحريڪ جي باني ڪار علامه عنايت الله مشرقي مورڳو خاڪسار تحريڪ کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ته پاڻ هاري تحريڪ ۽ سنڌ جي قومي تحريڪ سان جڙي ويو. پر بدقسمتيءَ سان پاڪستان جا اقتدار اعليٰ تي اهي ماڻهو/ قوتون قابض ٿي ويهي رهيون جن جو آزاديءَ جي تحريڪ ۾ نالي ماتر حصو ۽ پاڳو ليکي سگهجي ٿو. ايئن مجموعي طور پاڪستان ۽ سنڌ وڏيرا شاهي ۽ آمريت شاهيءَ جي شڪنجي ۾ اٽندي ئي ڦاسي پيو. پر تاج محمد اهڙي اونداهي ۽ مايوس ڪندڙ صورتحال ۾ به پير پوئتي ڪونه ڪيو. پنجاهه جي ڏهاڪي ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون چونڊون ٿي رهيون هيون ته تاج محمد به دادو تڪ مان فارم ڀرايو. پاڻ جڏهن اليڪشن آفيسر وٽ جانچ پڙتال لاءِ پيش ٿيو ته سندس فارم هيئين عُذر سان رد ڪيو ويو: "تون تاج محمد نه پر تاج صحرائي آهين!"

انهيءَ ڊانڊليءَ جو اصل ڪارڻ خانبهادر محمد ايوب کهڙي جو سالو هو جيڪو ساڳي تڪ مان چونڊن ۾ حصو وٺي رهيو هو. بهرحال اهڙي ڏاڍ مڙسي ۽ جبر جي نتيجي ۾ تاج محمد هيٺئون هاري ڪونه ويٺو ۽ سدائين ڪوشان رهندو آيو. هوڏانهن ٻئي پاسي فڪري شعور جي مشعل کي روشن ڪرڻ لاءِ سنڌ جي تواريخ جي بڻ بنياد تائين پهچڻ لاءِ پون وڳيان/ آثار قديمه (Archeology) تي پنهنجي پورهئي جي ابتدا ڪئي. ان لاءِ سموري سنڌ جهاڳيندو رهيو. پر هڪ ڄاڻو ۽ ماهر استاد جيان ڪيس انهن قديم آثارن تائين رسائي حاصل ٿي وئي جيڪي ڪاڇي ۽ کيرٿر جي آسپاس پکڙيل هئا.

اهي سنڌو سڀيتا جا آڳاٽا نشان ۽ وسنديون ڊرگهه بالا، واهي پانڌي، بَهليل شاهه، گاجي شاهه، شاهه حسن، لاهوت لامڪان، منڇر، سيوهڻ سندس علم ۽ چاڻ حاصل ڪرڻ جا مرڪز رهيا. ان ڪان سواءِ تعليم جي سلسلي ۾ دادوءَ ۾ طالب المولىٰ هاءِ اسڪول جو بنياد وجهي نئين نسل جي لاءِ هڪ روشنائي جو باب تعمير ڪيو.

انهن اعلىٰ خوبين سان ٽمٽار انسان سان منهنجي پهرين ڏيٺ ويٺ ستر جي اوائل ۾ تي جڏهن مان شاگرد سياست ۾ متحرڪ ٿيس ۽ دادوءَ جي جادو ۾ ڦيرا پائڻ لڳس. انهيءَ دادو ۾ بيشمار دوستن ۽ ساٿين سان ملاقاتون ٿيون ۽ سچ پچ ته دادو منهنجي سياسي سوچ ۽ ساڃاهه ۾ روشن خيال ۽ انسان دوست لاڙا اجاگر ڪيا. مباحثن ۾ مان سائين علي احمد قريشي جهڙي برد بار، حقيقت پسند، آدرش وادي ۽ پراميد انسان جي محبتي دائري ۾ داخل ٿيس. شوڪت سنڌي، اعجاز قريشي، يوسف ميمڻ، مولا بخش لغاري، صاحب خان چنا، مٺا خان مَري، استاد بخاري سان ويجهڙائي ۽ محبت حاصل ٿي.

انهي ستر جي ڏهاڪي ۾ هڪ لڳا سائين جي ايم سيد وٽ رات جو علم ۽ سياست جي محفل متل هئي. انهيءَ محفل ۾ سائين تاج صحرائي، سائين علي احمد قريشي، مٺا خان مري، صاحب خان چنا ۽ ٻيا دوست ويٺل هئا. اوچتو سيد صاحب، تاج صاحب ڪان سوال پڇيو" تاج محمد اڄڪلهه ڪهڙو ڪتاب پڙهين پيو ۽ ڪهڙا سٺر ۽ سفر ڪيا اٿئي؟" "سائين ڪتاب ته ڪرنل جيمز ٽاڊ جو (Annals and Antiquities of Rajasthan) پڙهان پيو. جيتريقدر سٺر ۽ سفر جو سوال آهي ته نئن گاج ۽ آسپاس جو علائقو جهاڳي آيو آهيان ۽ آڳاٽي پٿر جي دور جون ڪجهه شيون هٿ آيون آهن." تاج محمد وراڻيو. ان ڪان پوءِ پاڻ بيخودي جي عالم ۾ پنهنجي مطالعي ۽ تجربي جي آڌار تي عالمانه انداز ۾ پلر پالوٽ ڪئي ان جو تت هو ته سنڌو ماترڀءَ جي پن شاهڪار آثارن موهن جو دڙو ۽ هڙپا ڪان به آڳاٽيون ڪاڇي ۽ ڪير ٿر ۾ موجود آهن. اسان جي تواريخ ۽ تمدن جو پاڙون پڻ اتي ڪُتل آهن ۽ جستائين ان تائين رَسائي حاصل نه ڪنداسون تيستائين عالمي سطح تي پنهنجي دعوىٰ ۽ دم هٽي نه سگهنداسين.

اهڙي ريت تاج محمد سان وڌيڪ ويجهڙائي ۽ قربت جو پيچ

اٽڪندو ويو، مان جڏهن به دادوءَ ويندو هيس ته ٽن مهربانن سان ملڻ لازمي ۽ فرض ليکيندو رهيس. هڪ تاج محمد پيو سائين علي احمد قريشي ۽ ٽيون شوڪت سنڌي.

انهيءَ ستر جي زماني ۾ جناب جي ايم سيد "ائنٽي ون يونٽ فرنٽ" ٺاهيو ته شاگرد مورچي تان مان به پين دوستن ۽ ساٿين سان گڏ سرگرم رهيس. ون يونٽ جي خاتمي کان اڳ سيد صاحب جي سربراهي ۾ سنڌ متحده محاذ جوڙيو ويو ۽ فيصلو ڪيو ويو ته چونڊن ۾ حصو وٺبو. مان جوهي تعلقي جو انچارج هيس. مون سان گڏ ڪئمپ ۾ مستقل طور ڪامريڊ نبي بخش ٿيبو، علي حسن شاهاڻي ۽ ڪجهه دوست رهندا هئا. پر سموري ڪئمپ جي نگهباني ۽ رٿابندي ڪرڻ علي احمد قريشي ۽ تاج محمد جي حوالي هئي. ان جو مکيه ڪارڻ ته اهي ٻئي چڱا مقامي حالتن کان وڌيڪ باخبر هئا. جنهن ڪري عام ماڻهن ۽ تَر جي اثرائتين شخصيتن سان لهه وچڙهه ۾ اچڻ سولو ۽ آسان ٿي پوندو هو. پر اسان سيني کي عوام جي اکين ۾ ڪجهه پيا سپنا ترندي نظر ايندا هئا. چو ته پ پ پ هڪ طوفان وانگر پاسا ورائي رهي هئي. انهيءَ سيوهڻ، جوهي ۽ محال ڪوهستان تڪ ۾ قومي اسيمبليءَ جي تڪ تي سائين جي، ايم سيد (متحده محاذ)، ملڪ سڪندر (پ پ) ۽ پير صالح شاهه (قيوم ليگ) پاران بيٺل هئا. ان ڪان سواءِ صوبائي تڪ تي پير علي محمد راشدي ۽ عبد الله شاهه (پ پ) آمهون سامهون هئا. پير علي محمد راشدي پنهنجي ماضيءَ جي سياسي ڪردار ۽ خاص ڪري ون يونٽ ٺاهڻ ۾ سرگرم حصو وٺڻ ڪري نوجوان سياسي ورڪرن ۾ سخت غير مقبول هو.

سائين جي . ايم . سيد جي مخالفن کي به اهو چوڻ جو موقعو ملندو هو ته سيد سان گڏ سنڌ جا غدار آهن. ان کان سواءِ سيد جي سياسي رٿابندي ان وقت جي حالتن پٽاندڙ ڪونه هئي. چو ته پ — پ ملڪي سطح تي اڀرندڙ پارٽي هئي. جڏهن ته سيد صاحب نئشنل عوامي پارٽي سان جيڪا سندس ٺاهيل پارٽي هئي اختلاف رکي ڌار ٿيو هو ۽ صوبائي سطحن تي اتحاد ٺاهڻ کي وڌيڪ ڪارائتو سمجهيو. هوڏانهن وري سنڌ متحده محاذ جو سياسي اتحاد عوامي ليگ سان هو جنهن جو سنڌ ۾ ڪو خاص اثر رسوخ ،

ڪونه هو "مطلب ته سياسي حڪمت عمليءَ جي لحاظ کان رٿابندي عملي نه پر جذباتي هئي. انهن جي وابستگي سيد سان نظرياتي کان وڌيڪ جذباتي به هئي. اسان سيد جي صاف ماضي ۽ ڪردار کي ڏسي رهيا هئاسون پر ايندڙ طوفان کان اڻ ڄاڻ بي ۽ خبر رهياسون. اهڙي صورتحال ۾ به تي سڄاڻ ماڻهو پير حسام الدين راشدي (1982ع)، تاج محمد صحرائي ۽ علي احمد قريشي ايندڙ طوفان ۽ زلزلي کان پنهنجي سوچ ۽ ساڃاهه جي لحاظ کان باخبر هئا. اها سيني کي خبر هئي ته شهيد ذوالفقار علي ڀٽو (1979ع) سان پير حسام الدين جا تمام ديرينه تعلقات هئا. مان هوندي ٿي ڀٽي صاحب کي سڃاڻيندو هيس. جو ته پاڻ جڏهن اقتدار جي سياست مان فارغ ٿيو ته تاج محمد ابڙو (1984ع) جي اوطاق تي روزانه ٿيندڙ سياسي ڪچهري ۾ ڪڏهن ڪڏهن شريڪ ٿيندو هو. ان کان سواءِ جڏهن ڀٽو صاحب نظر بند هو ته ان حالت ۾ به المرتضيٰ ۾ وڃڻ ۽ ڪچهري ڪرڻ ۾ ذوالفقار قادري، مصطفيٰ لاهوري ۽ مان گڏ ويندا هئاسون.

بهرحال سائين جي ايم سيد کي ڪجهه پڌائڻ ۽ سندس رضا مندي کان سواءِ پير حسام الدين راشدي ڪنهن نموني ڀٽي سان رابطو ڪيو ۽ ملاقات المرتضيٰ ۾ طئه ٿي. پير حسام الدين ۽ مان لاڙڪاڻي پهتاسون. ان ملاقات کي مڪمل طور مخفي رکيو ويو هو.

ڀٽو صاحب خوش خير عافيت ڪرڻ کان پوءِ حال احوال ڏانهن آيو.

"توهان کي خبر آهي ته شاهه صاحب (جي ايم سيد) جو هي، سيوهڻ ۽ محال ڪوهستان تڪ مان قومي اسيمبليءَ جي تڪ مان چونڊن ۾ حصو وٺي رهيو آهي. سيد جو ماضي شاندار ۽ بي داغ آهي ان کان سواءِ اوهان جا پاڻ ۾ خانداني تعلقات پڻ آهن. اسان سمجهون ٿا ته سيد جو نئين آئين ساز اسيمبليءَ ۾ وڃڻ سنڌ ۽ سڄي ملڪ لاءِ سودمند ثابت ٿيندو" پير صاحب چيو.

"مون کي چاچا سائين (جي. ايم. سيد) لاءِ عزت ۽ احترام آهي منهنجي والدين (سرشاهنواز ڀٽو)، سر صاحب سان گڏجي سياست ڪئي اٿائون. سنڌ ۾ پهريون ڀيرو سر صاحب جي اڳواٽي ۾ پ پ ٺاهي وئي جنهن ۾ سائين به شامل هو، ان کان وڌيڪ ته شاهه صاحب جو اسيمبليءَ ۾ چونڊجي اچڻ اسان لاءِ به ڪارآمد ثابت ٿيندو جو سنڌن واسطا عوامي ليگ ۽ نعپ

وارن سان آهن ۽ تي سگهني ٿو تہ سيد صاحب جيڪو ماضيءَ ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ ٽوڙائڻ ۾ همٿ ۽ جرئت ڀريو ڪردار نڀاهيو هو، ائين پ پ، عوامي ليگ ۽ نعپ هڪ ٿي سان اسيمبليءَ ۾ سهڪار ڪري تواريخ جو هڪ نئون ورق لکي سگهن". پيٽي صاحب وراڻيو

"تہ پوءِ اوهان جا ڪهڙا ارادا آهن" پير صاحب سواليہ نوع ۾ پڇيو.

"منهنجو هڪ پڪتڙو شرط آهي .تہ چاچا جن پير علي محمد راشديءَ کي هٿ ڪٺائين تہ مان ملڪ سڪندر کي هٿ ڪٺائيندس. ڇو تہ پير علي محمد جي سياسي ساک پڻ شاهہ صاحب کي نقصان ڏئي رهي آهي." ذوالفقار علي چيو.

(اهو معاملو طئہ نہ ٿي سگهيو. پر چونڊن کان پوءِ جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي تئين پاڪستان جو وزير اعظم ٿيو تہ پير علي محمد راشدي سندس صلاحڪار ٿيو)

انهيءَ اليڪشن کان پوءِ تاج محمد سياست جي ٿوري ٽڪي راند کان بہ پرانهون ٿيندو ويو. سنڌ جي عملي سياست ۾ ذوالفقار علي ڀٽو هڪ نواڻ جي علامت بڻجي آيو. جنهن ڪري سنڌ جو ساجاهہ وند طبقو آئيڊيلسٽ سياست يا نج قوم پرستيءَ جي مد ۾ جي ايم سيد سان گڏ هو. پر عملي ۽ شعوري طور ذوالفقار علي ڀٽو سان گڏ هو.

ان کان پوءِ تاج محمد تعليم ۽ تحقيق تي وڌيڪ ڌيان ڏنو ۽ سنڌ جي صحرا ۾ سنڌ جي تواريخ جا بنيادي محرڪات آثار قديمہ ۽ پون وگيان جي روشني ۾ ڳولي لڌا ۽ سڌائين حياتيءَ جي آخرين پساهن تائين سندن زبان مان هينيان لفظ نڪرندي ٻڌا:

"تعليم ۽ شعور قومن جي تقدير کي بدلائڻ ۾ هٿي ڏيندا آهن."

انهيءَ ڇوڻ ۾ ڪو بہ هرج ڪونهي تہ تاج صحرائي پنهنجي علم، عمل ۽ قلم وسيلي سنڌ کي عالمي سطح تي متعارف ڪرائڻ جو هڪ اهم ۽ روشن باب هو.



پروفيسر اعجاز قريشي

# جڏهن مخمور ٿي ساقيءَ، ڪيو برخواست محفل کي!

تاج صحرائي سائين اصل ۾ ته شڪارپور جو هو پر ڀرپور جوانيءَ ۾ دادوءَ لڏي آيو. اهو 1950ع وارو زمانو هو. اچي اسان جي گهر جي پرسان گهر ورتائين. سندس در اسان جي در سان مليل هو. ان زماني ۾ تاج صحرائي لکڻ پڙهڻ سان ته لاڳاپيل هو، پر سندس سڃاڻپ هڪ اسڪالر يا محقق واري نه، پر شاعر جي هئي. اسان جي والد محترم علي احمد قريشي (وڪيل) سان سندس پڪي پختي دوستي ٿي، گهرو واسطا قائم ٿيا ۽ اسين جيڪي ان وقت ننڍا ٻار هئاسين، کيس چاچا ڪري سڏيندا هئاسين. تاج صحرائي صاحب ۽ اسان جي والد محترم جي دوستيءَ جو ان مان اندازو ڪري سگهجي ٿو ته پنجاهه ورهين تائين هو جڏهن به دادوءَ ۾ هوندو هو ته اسان جو والد محترم ۽ پاڻ ٻئي ناغي روانو ملندا رهندا هئا.

تاج صحرائي صاحب جاکوڙي ۽ باعمل ماڻهو هو. هن دادوءَ جي نوجوانن جي مستقبل سنوارڻ لاءِ طالب المولى هاءِ اسڪول قائم ڪيو. ان اسڪول دادوءَ جي نوجوانن جو آئيندو اجارڻ ۽ نوان گس ڏيڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو ۽ اڄا به اهو اسڪول، هڪ نيشنلائيزڊ اسڪول طور لاڳائتو فرض ادا ڪري رهيو آهي. ان اسڪول ۾ آئون به پڙهيس. مون کي تاج صحرائي صاحب جي شاگرد هئڻ جو شرف حاصل آهي.

ان وقت دادو شهر تعليم ۽ علم ادب جي لحاظ کان اڄا ٻانبڙا پائي رهيو هو. ان ٿي شيءِ کي ڏسندي ۽ ڄاڻندي، ان وقت جي ڪجهه ڏاهن هن شهر جي تقدير تبديل ڪرڻ جو سوچيو ۽ چار يار مشهور ٿيا جن ۾ تاج صحرائي، علي احمد قريشي وڪيل، شفيع محمد سولنگي، الله رکيو سهتو. ساڻن محترم ابوبڪر مگسي به گڏ هو. اهي سڀ ماڻهو ترقي پسند، روشن خيال ۽

تبديلي پسند هئا، انڪري پُراڻ پسند قوتون انهن جي ٽڪراءَ ۾ آيون. ان وقت جي نوجوانن کي انهن ماڻهن جي ويجهي وڃڻ کان روڪيو ويندو هو ۽ ڪين اهو چيو ويندو هو تہ ڪوبہ انهن جي ويجهو ويندو تہ اهو دوزخ جي باهہ ۾ سڙندو ۽ قبر جي عذاب ۾ مبتلا ٿيندو. پر دادوءَ جي نوجوانن ڏٺو تہ هنن ماڻهن ۾ مٺيا آهي، اهي ڏاتار آهن، رهنما آهن ۽ پنهنجي ڪردار ۽ گفتار ۾ نهايت سچا ۽ کرا آهن، انڪري نوجوان نسل سندن صحبت کي اولين ترجيح ڏني، ۽ ان جو نتيجو اهو نڪتو تہ انهن ڏاهن استادن جي ڏسيل واٽن، عمل، سوچن، خيالن ۽ انهن جي قائم ڪيل ادارن ڪيترن ئي نوجوانن جي ذهنن جي زمين کي زرخيز ڪري ڇڏيو ۽ اڄ انهن جي رهنمائي، شفقت ۽ اتساهہ سبب اهي سنڌ جي ڪيترن ئي سماجي ۽ سياسي پليٽ فارمن تان خدمتون سرانجام ڏيئي رهيا آهن.

جيئن مون اڳ ۾ عرض ڪيو تہ تاج صحرائي صاحب جي بنيادي سڃاڻپ هڪ شاعر واري هئي، پر ان دؤران مختلف وقتن تي تحقيق ۽ تاريخ ۽ خاص طور تي تاريخي ماڳن مڪانن تي ننڍا وڏا مضمون ۽ مقالا پڻ لکندو رهيو. اڳتي هلي خاص طور تي استاد جي حيثيت سان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ پاڻ پنهنجين سوچن ۽ صلاحيتن کي نئين گس سان ڳنڍيائين. تاج صحرائي صاحب ان ميدان ۾ پاڻ موکيو ۽ ملهايو. هن تحقيق ۽ تاريخ تي لکڻ جي سلسلي ۾ روايتي طريقي يعني فقط ڪتابن جا حوالا ڪٺي نہ لکيو پر پاڻ جهر جهنگ رليو جبل جهاڳيائين، وسنديون واهڻ ۽ ويرانا وڃي جاچي ڏٺائين. ڪيترن ئي مهمن ۽ سفرن دوران آئون بہ ساڻس گڏ رهيس. اها منهنجي تمام وڏي خوشنصيبي آهي، جو سنڌ جو هيڏي وڏي محقق سان منهنجي ويجهڙائي رهي ۽ مون هن کي بيحد ويجهڙائي کان ڏٺو ۽ سندس ڪم جي طريقي کي سمجهيو. هو سدائين حقيقتن جو اجارو ۽ ڳولائو هو ۽ پنهنجي ذمي ڪيل هر ڪم سان نڀائيندو هو. اسين جڏهن تاج صحرائي جي تحقيقي لکتن کي پڙهڻ وڃون ٿا، تہ اهو ڏسي حيران ٿي وڃون ٿا تہ هن ماڻهوءَ ڪيترو نہ ڪتابن کي پڙهيو آهي، ۽ انهن مان پنهنجي ڪم جي شين جا حوالا ڪنيا آهن. ان مان سندس مطالعي جي گهرائيءَ ۽ وسعت جي پروڙ پوي ٿي تہ ڀنئي پاسي هو تيار ڪيل تحقيقي مقالي يا مضمون لاءِ حوالي طور ڪنيل مددي

ڪتابن جي فهرست بہ ڏئي ٿو. جنھن مان مقالي پڙهندڙ ۽ خود تحقيق جو شوق رکندڙن ۽ شاگردن جي رهنمائي بہ ٿئي ٿي. ڪتابن جي حوالن جون ايڊيون ڊگهيون فهرستون اسان کي سنڌيءَ جي ٻئي ڪنهن بہ محقق جي مقالي ۾ نٿيون ملن. ان سلسلي ۾ تاج صحرائيءَ صاحب جي پيٽ ۾ فقط پروفيسر چيتن ماڙيوالا ۽ پروفيسر ماڻڪ پٿاوالا کي آڻي سگهجي ٿو. سندس ڪتاب "سنڌو تهذيب" اهڙي ئي جدوجهد ۽ جاکوڙ جو نتيجو آهي. پاڻ ڪڏهن بہ تاريخ ۽ تحقيق جي سلسلي ۾ "پر" ۽ "جيڪڏهن" جهڙن لفظن جو قائل نہ هو. هو فقط ثابتي کي اڳيان رکندو هو. اهو ئي سبب آهي، جو سندس ڏنل ڪتابن ۾ بيش بها مواد سان گڏ اسان کي ڪيترائي نقشا، انڊيڪسون ۽ تصويرون وغيره پڻ ملن ٿيون.

تاج صحرائي صاحب نہ فقط مضمون ۽ مقالا لکيا پر آرڪيالاجيءَ جي سلسلي ۾ پاڻ ڪيترائي ليڪچر ۽ تقريرون ڪندو رهيو. ان سلسلي ۾ حوالي طور سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ ۾ سنڌو ماتريءَ جي تهذيب تي ڏنل ليڪچرن جو ذڪر ڪري سگهجي ٿو، جن کي بعد ۾ ٽرسٽ ڇپائي پڌرو ڪيو.

هيءَ ڌرتي پنهنجي ترقيءَ ۽ اوسر جي هر دور ۾ سماجي توڙي فطري نموني، ڊهڻ ۽ ٺهڻ جي مرحلن مان گذري آهي ۽ اهو سلسلو اڄ بہ جاري آهي. اسين جڏهن انسان ذات جي حاصلات، ڪاميابين ۽ ڪارنامن تي نظر وجهون ٿا تہ ڏاڍي خوشي ٿي ٿئي تہ اڄ جو انسان ڌرتيءَ جو دائرو ٽوڙي خلائن کي فتح ڪرڻ جي سوچ ۾ رڌل آهي. بيشڪ اڄوڪو انسان گهڻو همت ڀريو، مُهم جُو ۽ محنتي آهي، پنهنجي آزادي، عمل ۽ جدوجهد ۾ هو ثابت قدم آهي. انهن سڀني شين هوندي اها حقيقت آهي تہ انسان، تاريخي اوسر ۽ ارتقا جي مختلف مرحلن تي ڪيترائي خال ۽ کوٽون ڇڏيندو آيو آهي؛ جيڪي اڄ هڪ وڏي ڍير جي صورت ۾ موجود آهن. کوٽن ۽ خامين جو اهو ڍير هاڻ عالمگير ڏک ۽ تڪليف ۾ تبديل ٿي ويو آهي. دنيا جون سڀ انسان دوست ڌريون اهڙي عالمگير ڏک ۽ تڪليف کي گهٽائڻ ۽ گهٽائي بلڪل ختم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ۾ رڌل آهن. اهي تڪليفون جيڪي هن وقت پنهنجي هماگيريت سان، سڄي دنيا جي ننڍن ملڪن جي وڏين قوتن هٿان يرغمال ٿيڻ توڙي مذهبي، نسلي ۽ علائقائي تضاد وغيره مان جاچي سگهجن ٿيون.

هن وقت سنڌ به اهڙي عالمگير صورتحال ۾ ساهه کڻي رهي آهي، هتي به دنيا جي ٻين پنتي پيل سماجن جهڙا انيڪ مسئلا ۽ سماجي ويائون موجود آهن؛ ۽ سنڌي قوم هن ڌرتيءَ جي گولي تي، دنيا جي انيڪ قومن وانگر، پنهنجي وجود جي بقا واريءَ جنگ وڙهي رهي آهي. هتي سماجي، سياسي توڙي اقتصادي طور، تعمير ۽ تخريب واريون قوتون موجود آهن. ان نهڙ ۽ ڍهڻ واري انتهائي نازڪ موڙ تي، سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن کي، اهڙن ادارن ۽ فردن جي گهرج آهي، جيڪي خير، خوبي، محنت، سچائي ۽ جاکوڙ ۾ يقين رکندا هجن؛ جيڪي پنهنجي ڪامل سچائي ۽ مضبوط ارادي ۽ بصيرت سان، مخالف قوتن سان ٽڪرائجڻ جي صلاحيت رکندا هجن. هڪ پاسي سنڌ جي موجوده سياسي، سماجي ۽ ثقافتي صورتحال اها تقاضا ڪري رهي آهي ته ٻئي پاسي سنڌ جي تارين تان منڊ ڪان اڳي ڪيئي گلاب ڇڻي رهيا آهن. ڪيئي آديسي اٿي هليا آهن؛ ۽ اڄ جڏهن اسين هتي گڏ ٿيا آهيون ته تاج صحرائيءَ جي ناليءَ ۾، جيڪو پڻ اسان کي ڇڏي ويو آهي ته بي اختيار چپن تي لطيف سرڪار جو بيت اچي وڃي ٿو:

نوري ۽ ناريءَ، جه ويڳيئڙا جهان ۾،
پري جن پاري، آئون نه جيئندي ان ري!
(شاهه)

تاج صحرائي صاحب سنڌ جو اڻموٽ سپاهي هو. جنهن پنهنجي زندگي وطن تان نڇاور ڪري ڇڏي. هو هڪ ئي وقت ڪيترن ئي محاذن تان سنڌ جي بقا جي ويڙهه وڙهندو رهيو ۽ سدائين هراول دستي ۾ رهيو. هو پنهنجيءَ ذات ۾، هڪ ئي وقت تاريخدان، اديب، جاگرافيدان، اينترا پالاجسٽ، سماجي علمن جو ماهر ۽ استاد هو. آئون کيس مرحوم نه سڏيندس ڇاڪاڻ ته هو جسماني طور نه سهي پر روحاني طور اسان سان گڏ آهي. سندس زندگيءَ جو نمونو، عمل ۽ ڪم اسان سان گڏ آهي، جيڪو سدائين هن جي سات جو احساس ڏياريندو رهندو.

هن قلندر شهباز جي گڏريل ميلي تي ڪيل پنهنجي آخري تقرير ۾ منڇر ڍنڍ کي بچائڻ تي زور ڏنو؛ ۽ هاڻي اها اسان جي مٿان ذميواري عائد

ٿئي ٿي تہ اسين سندس رهيل ڪم کي اڳتي وڌايون. آر بي او ڊي جي رٿا ۽ بلوچستان کان ايندڙ نيڪال واري پاڻي منڇر ڍنڍ کي تباهہ ڪري ڇڏيو آهي. هن وقت ڍنڍ ۽ ان جي پرپاسي رهندڙ ماڻهن جي بچاءَ ۽ انهن جي سارسنڀال لهڻ جي گهڻي گهرج آهي. هن موقعي تي اسان کي سنڌ ۽ سنڌي قوم جي ترقيءَ ۽ تبديليءَ لاءِ ڪئين واعدا ۽ وچن ڪرڻا آهن. اهو سوچي تہ سنڌ ماءُ املهہ ۽ اعليٰ انسان ڏينهون ڏينهن ناياب ٿيندا پيا وڃن ان ڪري هاڻي اسان کي انهن جي خال پرڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي. ان سلسلي ۾ اسان لاءِ محترم تاج صحرائي سميت سنڌ جي ٻين عالمن ۽ ڏاهن جون زندگيون ۽ انهن جو عمل، مشعل راهہ ثابت ٿي سگهي ٿو. مون مٿي عرض ڪيو تہ تاج صاحب جو وڏي ۾ وڏو خواب هو تہ منڇر ڍنڍ کي بچايو وڃي. منڇر جيڪا پوري دنيا جي وڏي ۾ وڏي قدرتي ڍنڍ آهي. ڪو وقت هو جڏهن منڇر جي پکيڙ 3 سؤ ميل هئي، جيڪا هاڻ هڪ سؤ ميل وڃي بچي آهي. ڪڏهن منڇر جا ڪنارا آباد هئا، مهاڻا ۽ ملاح خوشحال هئا. هڪ اندازي پٽاندر منڇر 25 هزار ڪٽنبن لاءِ گذاري جو اڪيلو ذريعو ۽ وسيلو هئي. تڏهن مڇي، ملاح ۽ پکي سڀ ڪجهہ هو، پر هاڻ منڇر گندي پاڻيءَ جي ڪري بلڪل خراب ٿي چڪي آهي. منڇر کان مهاڻا جدا ٿي ويا آهن، مڇي اڻلڀ آهي. پکي پاڻيءَ کان رسي ويا آهن:

نہ سي وونئڻ وٽن ۾، نہ سي ڪاتيارين،
پسيو بازارين، هينئڙو مون لوڻ ٿئي.

سيوهڻ جي معاشي ترقي ۽ زرعي پيداوار جو دارومدار ، ڪنهن وقت، گهڻو تڻو منڇر جي پاڻيءَ تي هو. ان جي پاڻيءَ تي هڪ لک ايڪڙن کان وڌيڪ زرعي زمين آباد ٿيندي هئي. پر سنڌ جي سري کان نيڪال ٿيندڙ پاڻي، سم، صنعتن جي گندي پاڻي ۽ بلوچستان کان ايندڙ گدلاڻ سان ڀريل پاڻي، هڪ جنت جو ڏيک ڏيندڙ قدرتي ڍنڍ کي گندگيءَ جو گهر بنائي ڇڏيو ۽ اتان جي معيشت جو ڏيوالو ڪڍي ڇڏيو آهي. تاج صحرائي صاحب پنهنجي ڪتاب: Lake Manchhar: The Most Ancient Seat of Sindhu Cultures ۾ منڇر ڍنڍ جو ڪيس هڪ ذهين وڪيل جيان وڙهيو آهي. نہ فقط منڇر جي

تاريخي قدامت کي نقشن ۽ تفصيلن جي وسيلي ثابت ڪيو آهي، پر ان کي درپيش خطرن ۽ مسئلن جي به نشاندهي ڪئي آهي؛ ۽ ان سان گڏ هن ڪتاب ۾ منڇر متي ساهه کڻندڙ تهذيب جي نشانين ۽ رهندڙ ماڻهن جي زندگي، اسڪول، تعليم، صحت، ميلا ملاکڙا، غم، خوشيون ۽ پين رسمن روايتن جو پڻ پيرائتو ذڪر ڏنو ويو آهي. هو منڇر کي هيئن ياد ڪندو هو:

Lake Manchar "a thing of beauty, is a joy forever, it is an everlasting joy and is indeed a thing of beauty for me."

(هڪ سندر وٿ ئي پائدار خوشي آهي ۽ منڇر حقيقت ۾ هڪ سندر وٿ آهي، ان ڪري اها مون لئه لازوال خوشي آهي.)

مٿين اقتباس مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته تاج صاحب کي منڇر ڍنڍ سان ڪيترو نه اٿاهه پيار هو ۽ اهو پيار ئي آهي جيڪو سڀ ڪم ڪرائيندو آهي، جيڪو انسان کي متحرڪ رکندو آهي، ان ۾ هڪ نئين سگهه، جستجو ۽ توانائي پيدا ڪندو آهي. تاج صحرائيءَ صاحب کان به منڇر جي پيار گهڻو ئي پورهيو طلب ڪيو جيڪو هو هڪ خدمت گذار جي حيثيت ۾، وڏي ولولي ۽ شوق سان پورو ڪندو رهيو، تانجو ساهه جي تاڻيل تند ٽٽي پئي:

جان جان هئي جيئري، ورچي نه وينئي،
وچي پونءِ پيئي، سڪندي کي سڄڻين!

هتي آئون سنڌ جي هن سپوت کي خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ سنڌ جي مهان ڏاهي ۽ اعليٰ استاد محمد ابراهيم جويي جا هن لاءِ چيل لفظ ورجائڻ گهران ٿو:

As if in a boat ourselves, we sail down the source of time and centuries, thanks to devotion that... Taj Sahrai has bestowed on us- as a profound student of archaeology, anthropology and history in his matchless study and exploration of Sindhu culture, through pre-history down to a passing listless glaze on the present times - holding symbiotically as if the Manchhar lake "The glory of Sindh" "A Wonder of the World" as "The Cradle of Human Civilization", the mention of which justifiably tickle our imagination to the heights of joy.

هتي ڊاڪٽر غلام علي الانا جي "ليڪ منڇر" ڪتاب تي ڏنل راءِ
ڪي به نه وسارڻ گهرجي:

Every chapter of this book, as I can say ,is full with valuable material. 'The author has supported his thesis with the quotations collected from very rare books which are not even available now. He really wants that his readers should know about the richness of Manchhar Lake culture.

Every chapter of this research work is very interesting ,the chapter No. 6 and appendices I. II & IV are particularly very important for the student of History، Culture ,Archaeology and Anthropology. After reading these chapters I am of the opinion that the Mr. Sahrai as a matter of fact has added new chapter in the history of Sindh.

آخر ۾ آئون اهو چوندس ته تاج صحرائي جهڙا ماڻهو رسورس سينٽر ٿيندا آهن، علم ۽ ڏاهپ جا سمنڊ ٿيندا آهن. جتان علم جا اجارا پنهنجي اڄ اجهائيندا آهن. بيشڪ اهڙا ماڻهو صدين ڪان پوءِ ئي پيدا ٿيندا آهن. جڏهن اهي هيءُ جهان ڇڏيندا آهن ته هڪ مخمور ساقيءَ جيان، ۽ ڇڻ ته محفل ئي ويڙهي ڪٽي ويندا آهن. اهڙو اظهار پاڻ ئي تاج صحرائي پنهنجي هڪ شعر ۾ ڪيو آهي ته:

جڏهن مخمور ٿي ساقيءَ ڪيو برخواست محفل کي،
ته پيمانن تي ڇا گذري ۽ مئخانن تي ڇا گذري!



پروانو پيتي

# سائين تاج صحرائي : ڪجهه يادگيريون

مون کي سال ياد نہ ٿو پوي، پر اهو احساس اٿم تہ شايد 1953ع يا 1954ع هو جو پنهنجي استاد سائين ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل سان گڏ دادو شهر ۾ شاعري پڙهڻ لاءِ ويو هئس. دادو شهر منهنجي لاءِ نئون تہ نہ هو، ڇو تہ آئون پاڻ دادو ضلعي جو رهواسي آهيان، پر شاعريءَ جي محفل ۾ شرڪت پهريون ڀيرو هئي. 19 يا 20 سال عمر جو هڪ ڇوڪرو، استاد شاعرن منظور نقوي، نياز همايونيءَ سامهون شعر پڙهي، اها حيرت جهڙي ڳالهہ هئي. ان شاعري جي نگرانن ۾ سائين محمد احسن چنہ سان گڏ هڪ ٻيو نوجوان بہ موجود هو. ان موقعي تي اردو زبان جي شاعر بهزاد لکنوي ۽ سنڌي جي شاعر هري درياڻي دلگير شعر پڙهيا هئا.

وقت گذرندو رهيو ۽ اڍائي يا ٽن سالن کان پوءِ ڳوٺ ويندو هئس. ٺاڪ منجهند جو شوڪت سنڌيءَ جي مٺائيءَ واري دڪان تي ڪچهري پئيءِ ڪيم تہ ڪنهن ٻڌايو تہ شام جو شوڪت واري دڪان جي سامهون هوٽل جي ڇت تي ادبي ڪچهري آهي، اها رات بہ پريس ڪلب ۾ رهي پوڻ جو ارادو ڪري شام جو ڪچهري ۾ حاضر ٿيس جتي سائين تاج صحرائيءَ سان پهرين ملاقات ٿي.

1961ع ۾ حضرت قلندر لعل شهباز جي ميلي تي ادبي ڪانفرنس جو اهتمام ڪيو ويو، جيڪو اڄ تائين بہ جاري آهي. اها ادبي ڪانفرنس جناب جميد سنڌي جي والد سيٺ محمد اسماعيل ميمڻ منعقد ڪرائي هئي، جيڪو ان وقت دادو ضلعي جو ڊپٽي ڪمشنر هو.

سائين تاج صحرائي اڪثر تقريبن ۾ ملندو رهيو ۽ پوءِ اسين ڪڏهن طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادوءَ ۾ تہ ڪڏهن سندن گهر ۾ ڪچهري ڪندا هئاسين. آئون سندن تجربي ۽ مشاهدي کان سکڻ جي ڪوشش ڪندو هوس. ڪن سببن جي ڪري ڪجهہ سالن ۾ قلندر شهباز جي ميلي تي

ٿيندڙ ادبي ڪانفرنسن ۾ نہ گهرايائين تہ ڏک ضرور ٿيو. پر بزرگ ۽ احترام لائق شخصيت هئڻ سبب نظر انداز ڪندو رهيس. ان ڪان پوءِ هڪ نياپو لکي حڪم ڪيائين تہ سڀ ڳالهيون ۽ رنجشون ختم، هت هر سال حاضري ڀريو. اهو ڀيلو ۽ اها رهاڻ زندگيءَ جي آخري رهاڻ هئي. شايد کين وڇڻ جو احساس ٿي چڪو هو.

سائين تاج صحرائي سنڌي ادب، تهذيب، تمدن، ثقافت، جاگرافي، تاريخ ۽ آثار قديمہ جي ميدانن ۾ جيڪي بہ خدمتون ڏنيون، تن کي ڪڏهن بہ وساري نہ ٿو سگهجي. ممتاز مرزا آڊيٽوريم ۾ هڪ تقريب دوران ويندا هئاسين تہ پاڻ آيو ۽ اسان سان ڪچهري ۾ شامل ٿيو ۽ ڳالهين دوران ڪٿهن ڳالهہ تي روايتي انداز ۾ ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳو. محمد شريف طالب پنهنجي پٽ کي تصويرون ڪاڍڻ لاءِ چيو ۽ ائين هڪ يادگار تصوير هٿ اچي وئي. وقت گذري پيو ۽ گذرندو رهندو. سائين تاج صحرائي جهڙا محنتي، اورچ ۽ پرخلوص انسان نهايت ٿورا هوندا، جيڪي هن وقت اسان کان وڇڙي ويا آهن.



ولي رام ولڀ

# صحرا جو مسافر- تاج صحرائي

تاج صحرائي 28 آڪٽوبر 2002ع تي هن سنسار ۾ نہ رهيو ۽ هاڻي رهجي ويون آهن سندس ڳالهيون ڪرڻ لاءِ. هو محبتي، فقير طبع ۽ لطيف جو عاشق تہ هوئي، پر علم، آرڪيالاجي، ادب ۽ تاريخ جا روشن نڪتا سندس ڳالهہ ٻولهہ مان هر وقت جهلڪندا رهندا هئا. چون ٿا تہ پنهنجي ماستري/هيڊ ماستريءَ جي دور ۾ مثالي استاد ۽ منتظم هو جنهن جو ذڪر ڪندي سندس شاگرد اڄ بہ نہ ٿا ڍاپجن: اها سڪٽي ساراهہ نہ، پر سندس لياقتن ۽ اوچن آدرشن ۽ نظرين سان ڪمٽمينٽ جو ثبوت آهي. چوڻ وارا اهو بہ چون ٿا تہ هو جڏهن طالب المولي هاءِ اسڪول دادوءَ جو هيڊ ماستر هو تہ پنهنجي پٽ کي اسڪول مان خارج ڪري ڇڏيو هئائين. مون کي پڪ آهي تہ هن اهو قدم انتظامي ضرورتن تحت ئي کنيو هوندو. ان وقت جي وايي منڊل تي نظر وجهندي، هن آدرشن کي اوچو رکي، پنهنجي جگر جي ٽڪري کي اسڪول مان ڪڍڻ کي ترجيح ڏني هوندي، نہ تہ هن دور ۾ کهڙو پيءُ ائين ڪندو.

تاج صحرائيءَ سان سدائين، سندس بزرگيءَ ۽ علم دوستيءَ سان وابستگيءَ جي ڪري، عزت ۽ احترام جو ناتو رهيو. جڏهن بہ ملاقات ٿيندي هئي تہ نهايت ئي پنهنجائپ ۽ شفقت سان ملندو هو. آئون ڪيس هونئن تہ ڪافي عرصي کان سڃاڻندو هوس ۽ گاهي بہ گاهي ڪنهن ادبي تقريب ۾ يا رستي پنڌ ملاقات ٿيندي رهندي هئي. پر ساڻس باقاعدي ويجهڙائپ 9 آڪٽوبر 1992ع ۾ ٿي: جڏهن مٺيءَ ۾ ڪوٺايل ٽرمينلي ۾ هڪ ڪمري ۾ هڪ رات ۽ هڪ ڏينهن ساڻس گڏجي رهڻ جو موقعو مليو. اهو انوکو داخلي تجربو هو. تاج صاحب سان گڏ گذاريل اهي گهڙيون وساري نہ سگهيو آهيان. هو دل جو ڪشادو، ڳالهين جو ڳهير ۽ لطيف جي شاعريءَ جا جابجا حوالا ڏيئي ڳالهائڻ جو شوقين لڳو. هو هند ۽ سنڌ جي سينز سفر جو بہ تذڪرو ڪندو رهيو. اتيئي ٻئي ڪمري ۾ ترسيل سنڌ يونيورسٽيءَ جي زولاجي

شعبي جي پروفيسر دين محمد شيخ سان ملاقات ٿي هئي. جنهن سان جڏهن ٿرجي نانگ بلائن جو ذڪر ٿيو ته تاج صحرائي به انهيءَ گفتگو ۾ شامل ٿي ويو. جيئن ته تاج صحرائي کي قديم آثارن سان دلچسپي هئڻ ڪري، مختلف ماڳ ۽ مڪان ڏسڻ جي سلسلي ۾ صحرانوردي ڪرڻي پيئي هئي ۽ جهرجهنگ پيرن مان ڪڍيا هئائين، تنهنڪري هن پڻ نانگ بلائن جو ذڪر نهايت دلچسپ انداز سان پنهنجي مشاهدي جي حوالي سان ڪيو هو. اتي ئي مون کي سندس روين ۾ انسان دوستي، سوچ ۾ ترقي پسنديءَ ۽ مشاهدي جي وسعت جو اندازو ٿيو هو.

ان کان پوءِ آئون جيستائين سنڌالاجيءَ ۾ هئس (2001ع تائين) هو اڪثر اتي ايندو رهندو هو.

هو جتي بين سان ملندو هو اتي ميوزم ۾ مون وٽ ضرور ايندو هو ۽ پنهنجي ادبي، علمي ۽ تحقيقي مصروفيتن بابت ذڪر ڪندو هو. ڪيس موجوده وقت جي تعليمي نظام ۾ آيل بگاڙ ۽ ڪاپي ڪلچرجي نتيجن تي ڏاڍي ڳڻتي هئي. هو سماج ۾ انساني قدرن جي زوال جو ذڪر ڪري، لطيف جي بيتن مان، انهن جو حل ڪڍي پڌائيندو هو. هو سنڌي سماج جي ڪڌين رسمن ۽ ڪارو - ڪاريءَ جهڙي ڪوڙي شان واري ڪوڪلي رسم جو نهايت ڏکوئيندڙ لهجي ۾ ذڪر ڪندو هو. هو تعليم جي نظام ۾ سڌارن جون تجويزون اخبارن ۾ شايع ڪرائيندو هو ۽ انهن بابت مضمون/ڪالم لکندو هو. هو ڪڌين رسمن جي تباهڪارين جا هولناڪ نتيجا پڌائي خبردار ڪندو هو. منچرجي مڇي ۽ مهاڻن جي زندگيءَ بابت سندس لکڻيون نظرانداز ڪرڻ جوڳيون ناهن. عورتن سان بدسلوڪيءَ ۽ بي حيائيءَ جا ورتاءَ ڪيس رت رئاريندا هئا. هو اخبارن مان اهڙيون خبرون ڪٽي، پنهنجي راءِ يا خط سان گڏ نه رڳو مون ڏانهن موڪليندو هو، پر بين به ڪيترن ئي هم خيال دوستن ڏانهن پڻ موڪليندو هو جن سان سندس لکپڙه هوندي هئي. 24 جنوري 1999ع تي هڪڙي خط ۾ مون ڏانهن لکيو هئائين: "مان جڏهن پاڙي جي بيروزگار نوجوانن کي پتڪندو ڏسندو آهيان ته لڏي ۽ ڏڏي ويندو آهيان. ۽ پاڻ کي انهن جي بيروزگاريءَ لاءِ ذميوار ۽ جوابدار سمجهندو آهيان؛ ۽ شرم کان ڪنڌ جهڪائي دل ئي دل ۾ چوندو آهيان، ته اسان جي ڪوتاه بيني، ڪوتاه

انديشي، ڪم ظرفي ۽ اجتماعي بي حسي، بزدلي، ڪم همتي، منافقي، ذاتي لالچن، ذاتي خوشين، ذاتي مفادن ۽ ذاتي رنجشن جي سزا اسان جو ايندڙ نسل اجتماعي طور ۽ اسين فردن فردن ڀوڳي رهيا آهيون. مان انهن جي حوصلن ڪِي ڪِرڻ يا همتن ڪي پست ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ انهن سان اوپاريون لهواريون ڳالهيون ضرور ڪندو آهيان. مگر ڪيستائين؟ اهو سوال مان اوهان جي اڳيان نه رکان ٿو....". سندس خطن مان، هڪ ٻئي خط ۾ لکيو هئائون ته: "مرزا غالب جي ڪلام جو مطالعو ڪريو ته (1) اوهان ڪي ماضيءَ جي خوشيءَ ۽ خوشحالي ياد ايندي (2) حال جي مايوسي ۽ بي ڪيفي نظر ايندي (3) مستقبل جي مبهم اميد، موهوم حسرت جي جهلڪ ملندي. قومون حاڪمن ۽ حڪمرانن سان نه، پر عوام جي ايڪي ۽ اتحاد، اعتماد ۽ محبت سان ٺهنديون آهن".

"منڇر ڍنڍ" ۽ "سنڌو تهذيب" تي لکيل سندس انگريزي ڪتاب
The lake Manchhar - A Seat of Ancient Sindhu Cultures

"گورک چوٽي"، "ٻٽي لوڪ" ۽ شاهه لطيف ۽ انساني قدرن جي پس منظر ۾ "لکيل سندس ڪتاب "تيٿين تند اکوڙ" نهايت اهم آهن، جيڪي سندس گهري اڀياس، سنجيدي مشاهدي ۽ تحقيقي جاکوڙ جو نتيجو آهن. تاج صاحب مون کي پنهنجي ڪتاب "تيٿين تند اکوڙ" جي مواد تي گفتگو ڪندي، ان جو مهاڳ لکڻ جو چيو هو، پر جڏهن مون پنهنجي طبيعت جي ناچاقيءَ سبب معذرت ڪري، جلدي لکي ڏيڻ کان معذوري ڏيکاري هئي ته ٿوري عرصي کان پوءِ پاڻ ئي مهاڳ لکي ڪتاب پڌرو ڪيائين، ۽ 20 آگسٽ 2002ع تي ان جي هڪ ڪاپيءَ تي لکيائين: "مسترولي رام ولڀ، هڪ پياري دوست لاءِ سڪ جي سوکڙي، تاج صحرائي" آئون جڏهن سندس لفظن تي نظر وجهان ٿو ته مون کي محسوس ٿئي ٿو ته آئون هڪ عزت ڀرئي اعزاز کان ڪيئن نه محروم ٿي ويو هئس.

هو مون کي قلندر جي ميلي تي اچڻ لاءِ هميشه دعوتون ڏيندو هو، مقالي لکڻ جو چوندو هو ۽ اتي اچي رهڻ لاءِ زور ڪندو هو. هن ٻٽي لوڪن تي جڏهن پنهنجو مقالو لکي سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ جي ليڪچر سيريز تحت پڙهيو هو ته مون کي پڙهايو هئائين ته اهي ٻٽي لوڪ، جيڪي فيونيشنس طور

يورپي انتراپالاجيءَ ۾ جاتا وڃن ٿا، اهي پيا ڪي نه. پر سنڌ جا اصلوڪا وڻجارا آهن، جيڪي وڻج واپار سان وابسته هئڻ ڪري واٽيا سڏجن ٿا. پوءِ هڪ موقعي تي هن قلندر جي ميلي تي اچي ڪانفرنس ۾ سنڌ ورڪين جي موضوع تي مون کي تحقيقي مقالو لکي اچي، پڙهڻ لاءِ چيو. پر منهنجي نااهلي ته ڏسو جو آئون نه مقالو لکي سگهيس ۽ نه اتي وڃي سگهيس، مون کي سندس چيل ڳالهه اڄ به ذڪوئينڊي رهندي آهي ته آئون ائين ڇو نه ڪري سگهيس.

پنهنجي وفات کان هفتو کن اڳ مون کي گهر تي فون ڪيو هئائين، پر آئون ان وقت گهر تي موجود ڪو نه هئس. جڏهن آيس ته سندس فون جو اطلاع مليو. مون وٽ سندس فون نمبر نه هو. ان ڪري ڪيس فون ڪريان ته ڪٿي ڪريان. اميد هئم ته هو ضرور فون ڪندو. پر فون جي رابطي کان اڳ، هو ڏور هليو ويو. هو نهايت قربائتو، سباجهو ۽ سلڇڻو شخص هو. هو هميشه پنهنجي ڏاهپ ڀريل ڳفتن ۽ پرخلوص ڳڻن سان اسان وٽ هميشه ياد رهندو. کيس خراج تحسين پيش ڪرڻ جو بهتر انداز اهو ئي تي سگهي ٿو ته سندس اڌورا تحقيقي ڪم ۽ اڻڇپيل مواد ڪتابي صورت ۾ ڇپائي علمي ۽ تحقيقي ادب ۾ اضافو آندو وڃي.



بدر ابڙو

## تاج صحرائي : سنڌ جو صحرا گرد

اها 1985ع جي ابتدائي مهينن جي ڳالهه آهي، جڏهن آئون ڇئن سالن جو قيد ڪاٽڻ کان پوءِ آزاد دنيا ۾ هڪ نجي، ڪمپنيءَ ۾، سيلز ايگزيڪيوٽو طور ملازم ٿيو هئس. اها ڪمپني نوٽ بڪ ۽ رجسٽر تيار ڪندي هئي. مون تي ذميواري رکي وئي هئي ته آئون سنڌ جي سمورن ننڍن وڏن شهرن ۾ وڃي، ان ننڍين ڪمپنيءَ جي پروڊڪٽس لاءِ مارڪيٽ ڳولهيان. شهر شهر گهمڻ واري ڳالهه منهنجي سيلاني طبيعت کي وڻي ويئي. مون کي هڪ گاڏي ۽ پيٽرول خرچ ڏنو ويو. مون لطف پيرزادي کي سفر جو ساٿي ڪيو ۽ نڪري پياسون.

اهو سنڌ تي ڊاڙيلن جي راڄ جو ابتدائي ۽ زوردار زمانو هو. سياسي، ۽ اخلاقي قدر پستيءَ طرف مائل هئا ۽ اقتصادي سرگرميون به گهٽجي رهيون هيون. رستن تي نڪرڻ ڏاڍو خطرناڪ هو، خاص ڪري ٽپهريءَ کان پوءِ پر اسان کي گهمڻ ڦرڻ جو چڱو موقعو مليو هو. انڪري اسان ڪڏهن ڪڏهن سج لٿي کان پوءِ به سفر تي ڪيو. خدا خير ڪيو. سڄي سفر ۾ ڪنهن رهزن جي منهن نه پياسون. البت، سنڌ جي هڪ وڏي عاشق سان ملاقات لکيل هئي، سا ٿي وئي.

اسان دادوءَ ۾ ڪتابن ۽ اسٽيشنريءَ جي هڪ دڪان تي چڙهياسون. سامهون ڪرسيءَ تي چڱي چمار وارو هڪ سڌو سادو جسم ۾ ڪجهه پريل پر خاموش شخص ويٺو هو. سندس چهري تي سوچ ۽ سهپ جا نشان هئا. ڪافي جهان ديده ٿي لڳو. لطف پيرزادي اڳواٽ هوشيار ڪيو ”وڏو سيلاني تاج صحرائي صاحب ويٺو اٿيئي!“

اها سچ پچ قسمت جي ڳالهه هئي ته جنهن شخص سان منهنجو جنم کان به اڳ جو واسطو هو، ان صاحب کي مون اپترو دير سان ڏٺو هو. هُو بابا سائينءَ جو لڳ ڀڳ هم ڪلاسي ۽ خاڪسار تحريڪ جو ساٿي هو. هنن سنڌ

۽ هند ۾ اڪثر هڪبئي جو ساٿ ڏنو هو. ساڳئي سال آڪٽوبر مهيني ۾ صحرائي صاحب سان منهنجي ٻي ملاقات ٿي. هن ڀيري، بابا سائينءَ سميت اسان جو سڄو ڪٽنب هڪ جرمن فئمليءَ سان گڏ ٻن ڏينهن لاءِ سيوهڻ ۾ ترسيو هو. انهن ٻن ڏينهن ۾ صحرائي صاحب اسان کي ڪجهه قديم آثار ڏيکاريا. هيءَ هڪ عجيب، منفرد ۽ وسيع دنيا هئي. ماضيءَ جي هڪ اهڙي اتساهڪ دنيا جنهن جي طلسم منهنجي دل ۽ دماغ کي جڪڙي ڇڏيو. تاج صاحب مون کي يَڪ ٿنڀي، منڇر، ٻلي جون ٻُنيون، ٽُڪو ٻني، گبر بند (جنهن جو اصل نالو 'ٻنڌڙي' آهي) ان سان گڏ موجود ٻيا قديم آثار، ڪائيءَ ۾ پٿر جي دور واريون غارون، نئنگ جا آثار ۽ رني ڪوٽ ڏيکاريا هئا. اهو سڀ ڪجهه ڪنهن ڇگي ڀلي انسان کي چريي ڪرڻ لاءِ ڪافي هو. گهٽ ۾ گهٽ مون سان ته ايئن ئي ٿيو.

بس! اهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن، آئون سڀ واٽون وڃائي صحرائن ۽ جبلن ۾ ڀٽڪي رهيو آهيان. جيڪڏهن منهنجي ملاقات تاج صحرائيءَ سان نه ٿئي ها ته آئون ڪڏهن به صحراگرد نه ٿيان ها! جيئن ته قديم آثارن سان دلچسپيءَ جي واٽ هن زيت تاج صحرائي صاحب ڏيکاري، انڪري هُو منهنجو ايئن ئي استاد آهي، جيئن ڪو ٿي سگهي ٿو يا ٿيڻ گهرجي. ان کان پوءِ نئنگ، ڪائي ۽ رني ڪوٽ جا مون ڪيترا سفر ڪيا، اهو مون کي به ياد نه آهي، پر انهن پنڌن ۾ تاج صاحب اڪثر مون سان گڏ هو ۽ رهنمائي ڪندو هو.

انهن سفرن سان گڏ تاج صاحب سان منهنجو هڪ يادگار سفر 1987ع يا 1988ع ڌاري هنگلاج جو هو. جنهن ۾ سائين حاڪم علي شاهه، امام بخش گهرياٽي ۽ ٻيا صاحب به شريڪ سفر هئا. انهن ئي سفر جو بندوبست ڪيو هئائون. انهن ڏينهن ۾ اوٿل ۽ لياريءَ کان اڳتي رستو ڪونه هو. هيءَ هڪ دشت هو. جنهن کي جوڳي فقير 'گرو چيلي جو رڻ' چوندا آهن. چون ٿا ته ان صحرا ۾ چيلي پنهنجي گروءَ کي به پاڻي نه ڏنو هو ۽ پوءِ ٻئي ان دشت ۾ مري ويا هئا. جيتوڻيڪ اسان هڪ جيپ ۾ هئاسون ته به هيءُ هڪ تمام ڏکيو پنڌ هو. مون کي ياد آهي ته ان سفر ۾ هڪ موقعي تي اسان کي 24 ڪلاڪن کان پوءِ ماني نصيب ٿي هئي ۽ مشڪل سان ٻه يا ٽي ڀيرا

سليماني چانهه ڏاهي پيتي هئي سون ۽ 31 ڊسمبر جي اها سرد رات اسان سنگل وٽ هڪ ويران جهوپڙيءَ ۾ ڏکندي گذاري هئي. ان ڏکئي سفر دوران تاج صاحب هر گهڙيءَ جنهن خوش مزاجيءَ جو مظاهرو ڪيو، ان سان ٿڪاوٽ جو احساس گهٽجي ويو هو.

تاج صاحب جي خوش مزاجي ۽ ڏکين سفرن جي هيراڪ اها ٽولي سچ پچ هڪ مثالي ٽولي هئي. اهڙا سفر برداشت، صبر، همت، شوق، اتساهه ۽ هڪبئي لاءِ سهولت پيدا ڪرڻ کان سواءِ ممڪن ٿي ڪونه ٿيندا آهن.

تاج صحرائي صاحب سان منهنجو ٽيون يادگار سفر 1993ع ڌاري ٿر جو هو. ان سفر ۾ انور پيرزادو، محمد علي قادري ۽ ڪريم ميمڻ به گڏ هئا. اها مهم اصل ۾ سنڌ ۾ سياحت جي امڪانن جي سلسلي ۾ ماڳن مڪانن بابت هڪ رپورٽ ٺاهڻ جي ڪڙي هئي. جيتوڻيڪ ان اڀياسي دوري ۾ صحرائي صاحب باقاعدي شامل ڪونه هو پر جيئن ته اها سندس خواهش هئي ته هو ٿر جي ڊيگهه ويڪر ۾ سفر ڪرڻ چاهي ٿو ۽ خاص ڪري، مارئي ۽ ننگرپارڪر وارو ملڪ ڏسڻ چاهي ٿو. انڪري صحرائي صاحب حيدرآباد کان ٿر جي سفر ۾ اسان سان شريڪ ٿيو. تاج صاحب لوُٺي ڪوٽ سميت ننڍي ضلعي جي ڪجهه ماڳن تي به مون سان گڏ رهيو.

صحرائي صاحب معلومات ڏيڻ ۾ سخي هو. انڪري، تاج صاحب جڏهن به ڪراچيءَ آيو يا آئون دادوءَ ويس يا ڪنهن ٻئي هنڌ ملاقات ٿي ويئي، ته اسان پاڻ ۾ نون مشاهدن جي ڏي وٺ ضرور ڪئي. ڪلاڪن جا ڪلاڪ هلندڙ علمي بحثن به تاج صاحب کي آخر تائين ڪونه ٿڪايو. هن کي ته پنڌن به ڪونه ٿڪايو هو. هو ته هيءُ جهان جهاڳي وجڻ کان هڪ ڏينهن اڳ تائين به، ڏگها سفر ۽ ذميواريون پوريون ڪري آيو هو.

ٿڪجي ويهي رهڻ يا ڊچي موٽي وڃڻ، تاج صاحب جي سڀاءَ ۾ هو ئي ڪونه! 1987ع ڌاري آئون ۽ صحرائي صاحب رني ڪوٽ ۾ ميريءَ کان موهن ڪوٽ پنڌ پئي وياسون. رستي ۾ آئون ٿڪجي پيس. مون تاج صاحب کي ساهي پٽڻ لاءِ چيو پر هو نه بيٺو. هوريان هوريان اڳتي وڌندو ويو ۽ چيائين، "نه! اها منهنجي عادت نه آهي. منزل تي پهچي دم ڪٽبو. تون پلي ساهي کڻي اچ. آئون هلان ٿو!" مجبور ٿي مون کي به قدم ملائڻو پيو. اهو

پنڌ يڪساهيءَ ڪتائڻ ڪو سولو ڪم ڪونہ هو. بهرحال، اهو تاج صحرائي صاحب جو اصول هو تہ ڪم مڪمل ڪرڻ کان اڳ ساهي نہ کڻبي. ان معاملي ۾ هو شيخ اياز سان سهمت هو تہ، "ڪٿي نہ پڄبو تڪا! مسافر، ڪٿي نہ پڄبو تڪا!"

تاج صحرائي انهن ٿورڙن ماڻهن مان هو جن لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ، "جان جان هئي جيئري، ورچي نہ ويٺي!" هو اڪثر چوندو هو تہ منهنجي خواهش آهي تہ مون کي ڪا اهڙي ذميواري هجي، جنهن جي آفيس جيپ ۾ هجي. هن سنڌ جي جبلن ۽ صحرائن تي ڪم ڪرڻ پئي چاهيو ان ڪري هن ڪنهن ايئرڪنڊيشنڊ آفيس ۽ آرامده ڪار جي فرمائش ڪانہ پئي ڪئي، پر هڪ اهڙي سواريءَ جي خواهش پئي ڪئي، جيڪا تحقيق ۾ مددگار ٿئي.

هن صاحب جي اها خواهش تہ پوري ڪا نہ ٿي، پر سندس پنهنجي ڪمايل سنگت ساڻ ڪيس اهڙا موقعا ڏيندي رهي، يا تہ وري تاج صاحب اڪثر ماڳ مڪان ان مهل پئي ڏٺا، جڏهن ڪي غيرملڪي ماهر سندس ساڻ لاءِ جيپ آڻي سندس دروازي تي بيهندا هئا. ضلعي انتظاميا وارا هونئن تاج صاحب کي ياد ڪن يا نہ ڪن، جڏهن بہ ڪو علمي موقعو آيو ۽ صاحبن کي آثارن جي حوالي سان ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ايندي هئي يا وري غيرملڪي مهمانن کي قديم آثارن بابت بريفنگ جي ضرورت پوندي هئي، تڏهن تاج صاحب ڏانهن ڏسندا هئا. جيستائين مون کي ياد پوي ٿو تہ تاج صاحب کي هڪ موقعي تي هڪ ذميواري ۽ گاڏي پڻ ڏني وئي هئي، پر نہ اها ذميواري تاج صاحب جي ڏانءَ وٽان هئي ۽ نہ گاڏي! تاج صاحب پنهنجي خودداريءَ ۽ عزت نفس سبب سرڪاري بندشون ۽ رويا برداشت ڪري نہ سگهيو ۽ ان ذميواريءَ مان هٿ ڪڍيا هئائين. البت قلندر شهباز ميلا ڪميٽيءَ ۾ علمي گڏجاڻين وارو ڏکيو ڪم تاج صاحب پڇاڙيءَ تائين ڪندو رهيو پر، هو پڪ سان ان ڳالهہ ۾ وڌيڪ خوش ٿئي ها، جيڪڏهن کيس سنڌ يا گهٽ ۾ گهٽ دادو ضلعي ۾ قديم آثارن جي کوج يا دستاويزي رپورٽ ٺاهڻ جي ڪا ذميواري ڏني وڃي ها.

تاج صاحب جو پنهنجو هڪ علمي رتبو ۽ قد بت هو. اهو درست آهي تہ هن وٽ آرڪيالاجيءَ جي ڪا باقاعدي سند ڪانہ هئي، پر اها ڪا

ايڏي وڏي ڳالهہ ڪانہ هئي. هن کي سنڌ جي قديم آثارن بابت سني واقفيت هئي. هونئن بہ گهڻو مواد لائبررين بدران سرزمين تي هوندو آهي، جنهن تي تاج صاحب کي چڱي دسترس حاصل هئي. هڪ لحاظ کان هو دادو ضلعي جي قديم آثارن تي جيئري جاڳندي انسائيڪلوپيڊيا هو. ان دعويٰ جي ثبوت ۾ سندس ڪتاب 'سنڌو تهذيب'، ٽڙيل پکڙيل مضمون، منڇر تي مڪمل ڪتاب، کيرٿر ۽ ٿر تي مختلف پهلوئن کان نظر، پٽي لوڪن ۽ شاهہ لطيف تي تحقيق وغيره شامل آهي. اهڙي يگاني محقق جي موجودگيءَ مان فائدو نہ وٺڻ يا ان کي مناسب ذميواريون ڏيئي نتيجا نہ وٺڻ سان ڪنهنجو نقصان ٿيو؟ سنڌ جو يا سنڌ بابت علم جمع ڪندڙ ادارن جو!؟

شاباس آهي سنڌالاجيءَ کي جنهن تاج صحرائيءَ کي سندس وفات کان پوءِ پنهنجو ڪيو. ڪاش هيءُ ادارو هن صاحب کي سندس حياتيءَ ۾ ئي پنهنجو تسليم ڪري، کو تحقيقي ڪم سندس ذمي ڪري، نتيجن وٺڻ جي ڪوشش ڪري ها! تاج صاحب پيار جو جيڪو بہ پورهيو ڪيو، اهو خود "سنڌالاجي" آهي. ڏک فقط اهو آهي تہ اسان علم ۽ تحقيق جي انهن اصل عاشقن کان سندن حياتيءَ ۾ ڪم نٿا وٺون.

مون کي يقين آهي تہ تاج صاحب جيترو علمي ذخيرو ڪيو آهي، سو سڀ شايع نہ ٿيو آهي يا اهو مواد اڃا بہ Notes ۽ ابتدائي معلومات جي صورت ۾ ڊائرين ۽ نوٽ بُڪن ۾ موجود هوندو. جيڪڏهن اهو مواد هٿ ڪري، جيئن جو تيئن شايع ڪجي تہ بہ ايندڙ نسلن لاءِ کي اهم نشاندهيون ثابت ٿيندو.

هيءُ جهان اسان جي اکين جي آڏو تمام تيزيءَ سان تبديل ٿيندو پيو وڃي. توهان سيوهڻ شهر جو ئي مثال وٺو، ان ۾ هاڻي مغل دور جي ڪابہ نشاني نہ بچي آهي سواءِ چٽي امرائيءَ جي عمارت جي. قلندر شهباز وارو نئون ڪامپليڪس پراڻن آثارن کي گم ڪري چڪو آهي ۽ باقي رهيل حصا بہ جلد ئي غائب ٿي ويندا. ٻيو تہ ٺهيو، اوسي پاسي واريون قديم ڪافيون بہ 'جديد' ٿي ويون آهن. توهان بودلي سڪندر جي ڪافي ڏسو، ان جي سجاٽپ بہ بلڪل بدلجي وئي آهي.

قلندر شهباز جي ڪامپليڪس ۾ باز پالڻ يا شينهن رکڻ جي

روايت پڌجي ٿي. اهي ڳالهيون تاج صاحب لکيون آهن. پر هاڻي شايد ٿي کو صاحب بڌائي سگهندو تہ باز ڪتي پالبا هئا. 'شِباز' ڪتي رکيل هو ۽ شينهن ڪتي رکيا ويندا هئا؟ اهي ڳالهيون جيڪي ڪالهہ تائين سرزمين تي هيون، هاڻي ڏندڪٿائون ٿينديون پيون وڃن. انڪري ضروري آهي تہ تاج صاحب ۽ سندس همعصرن يا ان کان اڳ وارن صاحبن جي هر هڪ تحرير شايع ٿئي تہ جيئن آئينده ٿيندڙ دستاويزسازيءَ جو سلسلو سولو هجي.

جيئن تہ ڪنهن بہ اداري صحرائي صاحب جي حياتيءَ ۾ سندس سرپرستي نہ ڪئي، ان ڪري هن جو ڪم وکريل رهجي ويو آهي ۽ هُو پنهنجي جمع ڪيل مواد کي ترتيب ڏئي نہ سگهيو آهي. مون جڏهن بہ تاج صاحب کي عرض ڪيو تہ، "قبلا، پنهنجا اڻڇپيل مضمون ۽ ٽڙ پکڙ اشاعتون يڪجاءِ ڪري ڏيو تہ جيئن انهن کي ڪتابي صورت ۾ ماڻهن تائين پهچائجي." تڏهن صحرائي صاحب ڏاڍي حسرت سان چوندو هو. "مون وٽ ڪو پانهن بيلي نہ آهي!" صحرائي صاحب سان منهنجي آخري ملاقات سندس وفات کان بہ ٽي مهينا اڳ دادوءَ ۾ ٿي هئي. ان وقت اسان جي دوست عزيز رانجهاڻيءَ پاڻ کي ٻانهن ٻيليءَ طور آڇيو ۽ صحرائي صاحب ان تي خوشي ظاهر ڪئي هئي. پر ان وقت تائين شايد دير ٿي چڪي هئي جنو مواد سهيڙڻ جو ڪم شروع ٿي نہ ٿيو.

پر آئون چوان ٿو تہ اڃا بہ دير ڪانہ ٿي آهي. سنڌالاجيءَ جو ادارو اهو ڪم پاڻ بہ ڪري سگهي ٿو. تاج صاحب سان منهنجو واعدو هو تہ سندس اڻڇپيل ۽ ٽڙيڪڙ مضمون هڪ هنڌ گڏ ڪري شايع ڪرائڻ جو بندوبست آئون ڪندس. ان سلسلي ۾ تاج صاحب جي فرزند نظام صحرائيءَ منهنجي، ايتري مدد ڪئي جو مهرباني ڪري ڪجهہ ٽڙيڪڙ مضمونن جون فوٽو ڪاپيون مون کي ڏنيون آهن. ڪي مضمون ۽ انٽرويو مون وٽ محفوظ آهن. انشاءَالله اهو ڪم گڏيل ڪوشش سان ڪتابي صورت ۾ جلد ئي آڻبو ۽ ان ۾ شامل مضمونن سان لاڳاپيل نقشا ۽ تصويرون بہ تاج صاحب جي ڇڏيل ڪتبخاني مان يا پاڻ وٽان بہ هٿ ڪري شامل ڪبيون تہ جيئن تاج صاحب جو پورهيو سنڌ واسين تائين سٺي انداز ۾ پهچي سگهي.



حميد سنڌي

# جاکوڙي بزرگ جوان - تاج صحرائي

منهنجي ڪنهن تي ميار ڪانهي، پر مون تي گهڻين شخصيتن جي ميار آهي جن کي مان عقيدت جا گل هن مهل تائين آڇي نہ سگهيو آهيان. انهن ۾ اسان جو جاکوڙي بزرگ جوان تاج صحرائي بہ شامل آهي. تاج محمد مان تاج صحرائي ڪيئن ٿيو ۽ ڪڏهن ٿيو اُن جي مونکي خبر نہ آهي. مون هن کي اُستاد تاج صحرائي جي صورت ۾ ڏٺو اِهو زمانو 1961ع جو آهي جڏهن منهنجو والد (سيٺ محمد اسماعيل صاحب) ضلع دادو جي ڊپٽي ڪمشنر جي حيثيت ۾ مقرر ڪيو ويو.

منهنجو ڀاءُ شمس الحق تڏهن مئٽرڪ ۾ پڙهندو هو. هُن جي داخلا طالب المولىٰ هاءِ اسڪول ۾ ٿي. اُن وقت طالب المولىٰ هاءِ اسڪول جو باني هيڊ ماسٽر محترم تاج صحرائي صاحب جن هئا. مان دادو ويندو رهندو هوس. هاڻ سڄو گهر دادو ۾ هو. آءُ تعليم سانگي حيدرآباد رهندو هوس. هڪ ڏينهن بابا سائين وٽ هڪ رعبدار شخص ٽوپي ۽ ڪوٽ پهريل ويٺل ڏٺم. مان دروازي تي هٻڪي بيهي رهيس.

بابا سائين مون کي سڏ ڪيو "مٺا بيهہ نہ! اچ، اچ، اچي اُستاد سائين سان مل" مان آفيس ۾ وڃي اُن شخص آڏو بيهي رهيس. هُن اُٿي مون کي هٿ ڏنو ۽ پاڪر پائي مليو. سڃاتم، هيءُ شخص مون لاءِ اوپرو نہ هو. "هيءُ آهي سائين تاج محمد صحرائي هيڊ ماسٽر طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادو. شمس کي سائين وٽ داخل ڪرايو اٿئون. طالب المولىٰ هاءِ اسڪول گورنمينٽ هاءِ اسڪول کان بهتر آهي. وڏي ڳالهہ تہ اُن جو سربراهہ سائين تاج محمد صحرائي آهي، تون تہ اديب آهين سائين بہ تمام مشهور شاعر ۽ اديب آهن. تون ضرور سائين کي سڃاڻندو هوندين ۽ سائين بہ تو کي سڃاڻندو هوندو"

مون مرڪي ها ڪئي ۽ سائين جي پاسي ۾ ويهي رهيس. اُن زماني ۾ استاد لاءِ ضروري هو تہ ٽوپي پائي ۽ آفيسر ٿي وڃڻ لاءِ ضروري هو تہ

ڪوٽ به پائي. مون سائين کي هڪ دفعو وري ڏٺو. سندس شخصيت شاندار ۽ مٽياڌار هئي.

"سائين سيٺ صاحب، حميد سنڌي کي ڪير نه سڃاڻي. هيءُ توهان جو فرزند، هونهار آهي، ضرور ادب جي دنيا ۾ چمڪندو. شمس به هوشيار آهي. ڪيس وڏيڪ هوشيار ۽ هونهار اسين ڪنداسين".

سنڌس ڳالهائڻ تکو تيز پر مٺو. مٺي پاٽي جي وهندڙ جهرڻي وانگر. هاڻ ته تاج صاحب سان ملاقاتون ۽ ڪچهريون وڌنديون ويون. بابو سائينءَ جيستائين ڊي سي دادو هو منهنجو مهيني ماسي دادو اچڻ ٿيندو هو. بابي سائين وٽ نه رُڳو تاج صاحب سان پر ٻين دادو جي ڏاهن ۽ اديبن سان ملاقات ٿيندي هئي. بابو سائين پاڻ ادب دوست ماڻهو هئو تنهن دادوءَ جا اديب ڪٺي ڳڏ ڪيا. مشهور شاعر شمس الدين بلبل جو فرزند رئيس ضياءُ الدين بلبل، حافظ محمد احسن چنه، سائين علي احمد قريشي، سيٺ شمس الدين ميمڻ، عبدالرحيم جوڻيجو ۽ ٻيا ڪيترا جن جا نالا، هيانو تي هن مهل نه تا چڙهن.

دادو جي زمين مردم خيز زمين آهي. ڪئين رتن ۽ هيرا پيدا ٿيا، جن مان ڪي ڏٺاسين ڪن سان جنب گذارڻ جي ڪوشش ڪئي سين ۽ ڪي رڳو ٻڌاسين.

سائين تاج صحرائي جهڙو ٻڌوسين تهڙو ڏٺوسين ۽ ساڻس ان وقت کان وٺي ساٿ رهيو جيسين حيات هو. مون سان آخري گهڙيءَ تائين قرب ۽ محبت سان گذاريائين. قلندر جي ميڙي تي ڪئين دفعا سڏيائين. پهريون ميڙو بابي سائين واري زماني جو ياد آهي. ٻئي ميڙي ۾ مان ٽرين جا ڳاڏا ڀري اديبن سوڏو شريڪ ٿيو هوس. ڏاڍو خوش ٿيو. ريسٽ هائوس ۾ ترسيا هئاسين. تنهن وقت دوستن ۾ قرب هو. سڏ ۾ سڏ ڏيندا هئا. نياز همايوني حيات هو. مراد علي مرزا، پرواني پٽي، لالا غلام قادر ۽ ٻيا ڪيئي دوست هئا. ڪاڏي جو بندوبست برادر شمس ڪرايو هو. ٻئي دفعي ڪاڏي جو بندوبست انور بلوچ ڪيو هو. انور بلوچ پاڻ به اديب ۽ ادب نواز آهي. ٻئي دفعي جيڪو تاج سائين جو آخري ميلو ثابت ٿيو. سندس ڏکاين جو احساس ٿيو. سندس ماني به اسين ڪٿي آياسين پر مخالفن جي رويي ۽ ڏکوئجڻ ڪري گرهه نه کاڌائين. ماني فجر تائين پئي هئي.

سائين سالن کان، ميلي جي موقعي تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس جو ڪنوينر رهيو. جيتوڻيڪ سندس مخالف ڪيس سُک سان سَمهڻ نہ ڏيندا هئا، پر هر ڀيري پنهنجي همٿ ۽ جاکوڙي طبيعت سان وجي پاريندو هو. جيسين هئي جيئري تيسين ورچي نہ ويٺي" وانگر پاڻ سڄي حياتي سنڌ، سنڌ جي ماڻهن، بزرگن ۽ سنڌ جي هر هنڌ، هر جبل، ڍنڍن، ڍورن جي سارسنڀال ۽ تحقيق ڪري انهن جي حفاظت ڪئي. قلندر سائين، لکي شاهہ صدر ۽ لکي جو سڄو جابلو علائقو ۽ هر پٿر سندس تحقيق جي شاهدي ڏيندو. سندس وڃڻ کان پوءِ قلندر سائينءَ جي ادبي ڪانفرنس جو آڌڻ سندس وجود ۽ تحقيقي، ڄاڻڙ ۽ مشڪندڙ آجياڻي لاءِ آسائتو آهي.

لطيف سرڪار جي ادبي ڪانفرنس جو ٻارهن سال مان ڪنوينر رهيس. اُن موقعي تي ڪڏهن پاڻ رُسي ويندو هو تہ مان ڪيس پرچائي وٺي ويندو هوس. قلندر سائين جي ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي ڪڏهن پاڻ اچي وٺي ويندو هو يا دعوت ڏياري موڪليندو هو. اَج تہ ڪير پڇڻ وارو بہ ڪونهي دعوت تہ پري رهي.

سندس علمي ادبي ڄاڻ جو اَنت ڪو نہ هو. هو جڏهن تقرير ڪندو هو يا اِئين محفل ۾ ڳالهائيندو هو تہ اسين سڀ پند پهڻ هوندا هئاسين. سندس چمار پهڻ چوندينڌي گذري هئي. هر پهڻ جيڪو هُو هٿ ۾ کڻندو هو تہ اهو ساڻس ڳالهائيندو هئو ان ۾ جڻ جان پئجي ويندي هُئي. دادو ۾ جيسين بابي سائين ڪيئي بي بها دادو جا رتن ۽ هيرا گڏ ڪيا هئا، تيسين جوانن ۾ مون سان بہ ڪيئي هيرا ۽ رتن گڏ هئا. جن ۾ شوڪت سنڌي سيني جو اڳواڻ هو. سندس منائي جو دوڪان، نيوچوڪ دادو اسان جو مرڪز هو. انهن دڪانن مٿان هڪ جاءِ هوندي هئي، جيڪا ادبي ڪچهرين جو مرڪز هئي. اتي ادبي ڪچهرين ۾ صحرائي صاحب، حافظ محمد احسن چنہ محمد مٺل، الله داد جاويد ميراڻي سان ملاقات ٿيندي هئي.

گهڻو پوءِ شوڪت سنڌي دادوءَ جا اديب گڏ ڪري اينٽي ون يونٽ مووميننٽ جو سرگرم ڪارڪن بڻيو ۽ ڪيئي دفعا انهيءَ مووميننٽ ۾ وڏا بزرگ سائين صحرائي صاحب، سائين علي احمد قريشي صاحب، سينٽ شمس الدين ۽ وڪيل جوڻيجو ۽ ٻيا شامل هئا. جوانن ۾ هڪ ٻيو چمڪندڙ

ستارو اعجاز قريشي اُيري آيو جيڪو اَڄ به چمڪندو رهي ٿو ۽ ڪيترين عِلمي ادبي تحريڪن جو سرواڻ به آهي.

سائين صحرائي صاحب "جشن روح رهاڻ" ۾ شامل ٿيندو هو ۽ دادوءَ جا ڪيئي نوجوان شوڪت سنڌي جي اڳواڻي ۾ اچي، جشن روح رهاڻ ۾ شريڪ ٿيندا هئا. سائين سنڌ جي اندر ذهني انقلاب آڻڻ وارن منجهان هڪ اهم اڳواڻ هو. هُو هڪ آدرشي ماڻهو هو. هُن جو آدرش يا آئيڊيل سڄي سنڌ هُئي. هُن سنڌ جي ماڻهن، وستين، ماڳن مڪانن، ڍنڍن ۽ ڍورن، جبلن ٽڪرين ۽ ميدانن، هر اُنهيءَ وَٿُ کي اهم ڄاڻي تحقيق جي عمل مان ڇنڊي ڇاڻي گذاريو جيڪي سنڌ جي سڃاڻ جا اهم نشان هئا. هُن جو پختو يقين هو ته قومن جي تاريخ ۾ جيستائين جاگرافي جو عمل دخل نه هوندو تاريخ مڪمل طرح بيان نٿي ٿي سگهي. قديم ماڳ مڪانن جي تاريخ آهي ته انهن جي بيهڪ ۽ علائقي جي هڪ جاگرافي آهي. اُها بيان ڪرڻ ضروري آهي. هو هڪ ماهر Archeologist هو. هو قديم دڙن جي کوٽائي جو ماهر هو. هيءُ ٽڙيل پکڙيل يادگيريون آهن، جيڪي عزيزم اعجاز قريشي جي حڪم تي گڏ ڪرڻ وينو آهيان. ڪيس شابس هجي جو هڪ استاد، هڪ جاکوڙي عالم ۽ مفڪر تي هيءُ ڪتاب ترتيب ڏئي ڇپائي رهيو آهي.

دادوءَ جي ڪيترين ئي شخصيتن تي لکڻ جي ضرورت آهي، جي حياتي مهلت ڏني ته سڄي سنڌ جي اهم شخصيتن تي لکبو ۽ دادوءَ جي مردم خيز ۽ حسين زمين جي رتن کي نه وساربو. تاج صحرائي هنن جو منهن مٿي ڪندڙ هڪ قيمتي ستارو هئو.

سندس گهڻو ڪم اڻڇپيل رهجي ويو آهي. ضرورت اِن ڳالهه جي آهي ته اُنهيءَ دستاويزي ۽ تحقيقي ثبوتن کي پڌرو ڪيو وڃي، جيڪي سنڌ جي قديم توڙي جديد تاريخ جي اهم واقعن جي تصديق ڪندي جاگرافيائي حدن جي اصل حقيقت پڻ بيان ڪندا.

تاج صحرائي اُن قوم جو جاکوڙي هيرو ۽ رتن آهي، جيڪا صدين کان پاڻ به پنهنجي وجود کي قائم رکڻ لاءِ جدوجهد ڪندو رهي آهي. قومي جدوجهد ۽ جاکوڙ جي اهم وهڪري ۾ وهندڙ قومي هيرن کي ياد ڪرڻ اَسانجو فرض آهي.



عبدالغفار صديقي

# تاج صحرائي
## (هڪ تاريخي شخصيت)

تاج صحرائي صاحب جي چا ڳالهہ ڪجي! هڪ ادارو هو، تاريخ جو هڪ باب هو، جاڪوڙي هو. 1991ع جي ڳالهہ آهي آءٌ تہ پنهنجي آفيس ۾ ويٺو هُئس تڏهن هو گهڻ پاسائي شخصيت هو ۽ الائي ڇاڇا هو. آءٌ ادبي بورڊ جو سيڪريٽري هئس. سادي ذهين ڪن جو ٽائيم هو تہ اوچتو آفيس جو در کليو ۽ تاج صحرائي صاحب پنهنجي گجندڙ آواز سان نمودار ٿيندي ئي ساڳي حجت واري انداز ۾ مخاطب ٿيندي مون کي چيائين، "پيارا ڇا ڳالهہ آهي، ڪوڙ سارا ڏينهن گذري ويا آهن، نہ دعا نہ سلام، واهہ جو تا پيار نڀايو..." ۽ پوءِ اچي وڏو ڀاڪر وڌائين. خوش خيروعافيت کان پوءِ ٻڌايائين تہ قلندر شهباز جي 737 عرس جي موقعي تي سووينيئر ورهائڻ لاءِ مواد ۽ تصويرون ڇپائڻ لاءِ آنديون اٿم. سووينئر سنڌي ادبي بورڊ مان ئي ڇپائڻو آهي تہ جيئن سنڌي ادبي بورڊ جو نالو بہ سووينيئر تي ڇپجي ۽ ادبي بورڊ کي بہ فائدو ٿئي تہ اسان کي بہ ڪٿر ملي ۽ آها بہ اميد اٿم تہ اوهان جي نگرانيءَ ۾ هڪ مثالي سووينئير ڇپبو.

مون ان وقت جاويد مرزا کي گهرايو جيڪو پريس مئنيجر هو. ڪيس تاج صحرائي صاحب سڄو مواد ۽ تصويرون ۽ ترتيب سمجهائي، ان بعد جلدي ڇپي ڏيڻ جو تاڪيد بار بار ڪندو رهيو ۽ پوءِ ٻين ڪمن جي هڪ ڊگهي لسٽ ڏيکارڻ بعد ساڳئي ئي پيار ۽ پاپوهہ سان موڪلايائين. سووينيئر هفتي ڪن اندر ڇپجي ويو. فون ڪئي مانس ٻئي ڏينهن تي پاڻ آيو. سووينيئر ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. سنڌي ادبي بورڊ جي ڪم کي بيحد ساراهيائين.

اهڙيون تہ ڪئين سنڌر يادون ساڻس وابستہ آهن. قلندر شهباز جي ميلي جي موقعي تي هر سال ادبي ڪانفرنس منعقد ڪئي ويندي هئي. تاج

صحرائي صاحب ان ڪانفرنس جو ڪنوينر هوندو هو. وٽيس ته ڪنهن اديب کي مقالو پڙهڻ ڏئي يا شاعر کي شعر پڙهڻ جي اجازت ڏئي، سندس هٿ وس هو. هڪڙي ادبي ڪانفرنس، جنهن ۾ آءُ به هوس، ان جو منظر اڃا تائين نظرن ۾ نسريل آهي. ٿيو هيئن ته عظيم سنڌيءَ کي پڇاڙيءَ تائين شعر پڙهڻ جي ته اجازت نه ڏنائين پر هڪ ناماري شاعر اسٽيج تي اچي جڏهن پنهنجو تخليق ڪيل هڪ قطعو پڙهڻ شروع ڪيو ته پري کان هڪل ڪيائينس ته قطعو قطعي پڙهڻو ناهي باقي غزل پڙهه يا اسٽيج تان هيٺ لهي وڃ. مطلب ته ادبي ڪانفرنس جي ڪنوينر جيءَ حيثيت ۾ سندس فيصلو آخري فيصلو ان ڪري به مڃيو ويندو هو جو پاڻ نه فقط هڪ بهترين محقق، اديب ۽ شاعر هو بلڪ هڪ مڃيل منتظم به هو.

سنڌ جي تاريخ ۽ قديم آثارن سان ته سندس دل هوندي هئي. ڪيترائي ڪتاب لکيائين جن مان "سنڌو تهذيب" ۽ Manchhar Lack (منڇر ڍنڍ) خاص طور تي مشهور ٿيا. ڪاڇي، ڪوهستان ۽ ٿر جي قدرتي نظارن ۽ قديم آثارن جو بنفسِ نفيس مشاهدو ڪيائين. جتي به ڪو دڙو ڏسندو هو ته مڏهي لاهي اتي ٽڪي پوندو هو ۽ جيستائين ڪنهن نتيجي تي نه پهچي، تيستائين مجال آهي جو اتان چُري. عشق هوس سنڌ جي ماڳن مڪانن، ڪوٽن قلعن، غارن، قبرستانن، پٿرن، ندين نالن ۽ چشمن واهن سان.

1981ع ۾ سندس ئي تجويز تي رني ڪوٽ تي هڪ قومي سيمينار ڪرايو ويو جيڪو نهايت ڪامياب ٿيو. ان ڪري جو هن ۾ ملڪي ۽ غير ملڪي ناليوارا ماهر، مؤرخ ۽ محقق شامل ٿيا ۽ رني ڪوٽ دنيا ۾ متعارف ٿيو.

ڳالهه ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي پهتي. تاج صحرائي صاحب جي هڪ بي ياد به اوهان سان Share ڪندو هلان. هڪ دفعي دادوءَ وڃڻ ٿيو. سو سرڪٽ هائوس کان نڪري گورنمينٽ ڪاليج ڏانهن پنهنجي گاڏيءَ ۾ پئي ويس ته ڇا ڏسان ته سامهون رستي تي تاج صحرائي صاحب پاڇيءَ سان پيريل ڇيبي هٿ ۾ لڙڪائيندو، پيرين پيادو هڪ ماڻهوءَ سان ڪا گفتگو ڪندو پئي آيو. ويجهو پهچي، گاڏي بيهاري لٿم. جيئن ئي مون کي ڏٺائين ته ڇيبيءَ سميت وڏو ياڪر پائي مليو. تڪڙا احوال ونندي ڏک ظاهر ڪيائين ته

ڪلهه ڪان وٺي دادوءَ ۾ هجڻ باوجود آءٌ ساڻس چونه مليس. مون صفائي پيش ڪئي. پر مون کي چيائين تہ اهو سڀ ٺيڪ آهي، هاڻي اوهان تي ڏنڊ هي آهي تہ منجهند جي ماني گڏجي منهنجي گهر کائبي، نہ تہ ڏوهہ معاف نہ ڪبو. وعدو ڪيم ۽ ڪم ڪار لاهي، منجهند جو سڌو سائينءَ جي گهر پهتس. پاڻ انتظار پئي ڪيائين، ٻہ ٽي مهمان ٻيا بہ هئا. دسترخوان انتهائي پر تڪلف نظر آيو. هر شيءِ پنهنجي هٿن سان ڪٽي زوريءَ کارائيندو رهيو. پاڻ نهايت ئي قربائتو ۽ شانائتو شخص هو. مهمان نواز تہ هو پر ڪيترن ئي غريب شاگردن جي في، ڪتابن ۽ يونيفارم جا پيسا پنهنجي کيسي مان ڏيندو هو. نَوَ سال طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادوءَ جو هيڊ ماستر تي رهيو (آڪٽوبر 1972ع کان سيپٽمبر 1981ع تائين). هر شاگرد کي اولاد وانگر پائيندو هو. پيءُ واري شفقت ڏيندو هو ۽ پڙهائيءَ تي انفرادي توجهہ پڻ، جنهن ڪري سندس وقت ۾ جيڪي شاگرد انهيءَ اسڪول ۾ پڙهيا، تن مان هن وقت گهڻا اعلىٰ عهدن تي فائز آهن.

تاج صحرائي صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ ڏاڍا لاها چاڙها ڏٺا. سندس جنم 1921ع ۾ شڪارپور ۾ ٿيو. سندس والد جو نالو نور محمد ميمڻ هو. جيستائين تعليم حاصل ڪرڻ جو تعلق آهي تہ پاڻ پرائمري کان وٺي ڪنهن بہ هڪ اسڪول ۾ ڪونہ پڙهيو بلڪ لاڙڪاڻي ۽ دادوءَ جي مختلف اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪندو رهيو ۽ مئٽرڪ وري گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور مان 1942ع ۾ ڏنائين. انهيءَ سال بنگال ۾ ڏڪار پيو. تاج صاحب شاگردن جو هڪ جٿو وٺي اتي وڃي نڪتو ۽ ڏڪاريلن جي خوب مدد ڪيائين.

1945ع ۾ درس و تدريس جو مقدس پيشو اختيار ڪيائين ۽ سيوهڻ جي انگريزي اسڪول کان نوڪريءَ جو آغاز ڪيائين. انهيءَ زماني کان خاڪسار تحريڪ ۽ آزاديءَ واري تحريڪ ۾ جوش ۽ ولولي سان حصو ورتائين جنهن ڪري ڪيس پنجن مهينن لاءِ دهليءَ جي جيل ۾ قيد پڻ ڪيو ويو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ 1948ع ۾ سيوهڻ کي خيرباد چئي، اچي دادوءَ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين، جتي پنهنجو هڪ خانگي مڊل اسڪول کولي، غريب ۽ نادار شاگردن کي تعليم ڏيڻ جو بندوبست ڪيائين ۽ پاڻ بہ

مطالعي، مشاهدي، سيروسياحت ۽ صحافت ۾ مصروف ٿي ويو. 1948ع کان ٿي هڪ هفتيوار اخبار "آواز" نالي شايع ڪيائين، جيڪا 1952ع تائين باقاعدي شايع ٿيندي رهي ۽ پوءِ ڪن اڻ ٽرسببن ڪري ڪيس اها اخبار بند ڪرڻي پئي.

شاگردن جي اضافي مطالعي ۽ تحقيق لاءِ دادوءَ ۾ انَ زماني ۾ ڪا به لائبرري ڪانه هئي. تاج صحرائي صاحب جي ڪوششن سان "علامہ آءِ آءِ قاضي" لائبريري جو قيام عمل ۾ آيو.

ادبي دنيا کي وڌيڪ مضبوط ۽ ثمثار ڪرڻ لاءِ پاڻ ڪيترائي مقالا ۽ تحقيقي مضمون لکيائين، جيڪي سنڌ جي مشهور رسالن ۽ اخبارن جي زينت بڻبا رهيا. شاهه عبداللطيف جي ڪلام جو به گهرو اڀياس ڪيائين. جنهن جي سمجهاڻي ۽ تشريح جي ڪيس مهارت حاصل هئي. نذر الاسلام، خليل جبران ۽ ٽئگور جي فڪر جو گهڻو ئي مطالعو ڪيائين جن جي جهلڪ سندس تحريرن ۽ گفتگوءَ ۾ سدائين نظر ايندي رهندي هئي.

حضرت قلندر شهباز جي فڪر ۽ پيغام کي عام ڪرڻ سان تہ عشق هوس. پنهنجي زندگيءَ جو پويون حصو انهيءَ کي ارپي ڇڏيو هئائين. اوهان جي معلومات لاءِ سندس شاعريءَ مان ان سلسلي ۾ هڪ غزل هتي پيش ڪجي ٿو:

## غزل

ڪڏهن در ٺار نچنداسين، ڪڏهن برخار نچنداسين،
قلندر تنهنجي نگريءَ ۾، سَرِ بازار نچنداسين.

اسان جو عشق مذهب آ، اسان ڪُل خير جا قائل،
ڪٺي گهنگهرو ٻڌي ڇيريون، اسين سووار نچنداسين.

اسين سرمد ۽ دارا جا پيرو ۽ پيشرو آهيون،
اسين طالب، اسين مطلوب ٿي سرشار نچنداسين.

زبان ڪنجي تہ ڪنجي، سر قلم ٿيندو تہ ڇا ٿيندو،
ضمير آدميت کي ڪري، بيدار نچنداسين.

اسين عيسىٰ نفس آهيون، اسان سقراط پڻ آهيون،
پيالو وهہ جو پينداسين، چڙهي ڪنهن دار نچنداسين.

اسان جي خون جي سرخي، چمن کي رونقون بخشيون،
اسان هرگام نچنداسين، گل و گلزار نچنداسين.

زندان جا در ڪلي ويندا ۽ زنجيرون ٽٽي پونديون،
اسان اهلِ جنون جنهن وقت ٿي مئخوار نچنداسين.

ان جي دم قدم سان "تاج" روشن هي جهان آ ٿيندو،
اهو هر دوست دشمن سان ڪري اقرار نچنداسين.

تاج صحرائي صاحب جي سڄي شاعري جوش ۽ جذبي سان ڀريل نظر ايندي جنهن مان پڙهندڙن کي سستي ۽ ڪاهلي ڇڏي، عملي ڪم ڪرڻ ۽ منزل ڏانهن وک وڌائڻ جو سبق ملي ٿو. نوجوانن کي خطاب ڪندي جيئن هڪ نظم ۾ فرمائي ٿو:

حادثن جي خوف کان غمگين نہ ٿي تون نوجوان،
پاس حرمان سان لڙڻ آ تنهنجي فطرت نوجوان.

هن پهاڙن کان پري، هن آسمان کان آ پري،
لا مڪان کان پڻ پري، تنهنجي ولايت نوجوان.

مرد ٿي حاصل ڪيو زندگيءَ جي راز کي،
روز شب آهي تئين تنهنجي فراست نوجوان.

تون امامِ انقلاب آهين زماني جو مدام،
قابلِ تسليم آهي تنهنجي همت نوجوان.

حال ماضي آهه پيداوار تنهنجي فڪر جي،
آعيان هر راهه ۾ تنهنجي حڪايت نوجوان.

تون سراغ زندگانيءَ ۾ خودي پنهنجي سڃاڻ،
تون حقيقت ڪان متي آهين حقيقت نوجوان.

پيشرو ۽ راهبر تون "تاج" آهين قوم جو،
غم سهڻ ۽ ڏک سهڻ آهن تنهنجي دولت نوجوان.

تاج صحرائي صاحب به پنهنجون ٻوليون ٻولي پنهنجي فڪر جا جوهر ڏيکاري، نيٺ 28 آڪٽوبر 2002ع تي راهه رباني اختيار ڪئي. الله تعاليٰ کيس پنهنجي جوارِ رحمت ۾ رکي! (آمين.)



الهداد جاويد ميراڻي

# محترم تاج صحرائي

جيتوڻيڪ انهن پنهي شهرن (شڪارپور ۽ دادو) ۾ ڪوبه صحرا نه آهي، بس اُستاد بخاري جي شعر مثل "درياهه هجي يا صحرا، اسين پار ڪرڻ وارا ماڻهو". تاج صاحب به درياهه ۽ صحرا پار ڪرڻ وارو سيلاني طبيعت وارو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان واقف هو. اتان جي آثار قديمه سان گهرو لڳاءُ هئس ۽ انهن علائقن مان ملندڙ شيون، پاڻ وٽ ذخيرو ڪندو رهيو.

اعلىٰ اديب، بهترين شاعر، بلند پايه مقرر، آثار قديمه جو عاشق ۽ ڄاڻو، مشفق ۽ مهربان اُستاد، سٺو ۽ سخت ايڊمنسٽريٽر، سماج سڌارڪ، سياست جا لاها چاڙها ڄاڻندڙ، نامور صحافي، سيرسياحت جو شوقين، ڪچهريءَ جو ڪوڏيو، موسيقي خاص ڪري ڪلاسيڪل موسيقيءَ سان لڳاءُ، صاحب ڪتاب، صدارتي ايوارڊ يافته، خاڪسار تحريڪ سان وابسته، خوش لباس، خوش گفتار، قدآور شخصيت جو مالڪ تاج صحرائي دادو شهر جي انهن چئن بيباڪ ماڻهن مان هو، جيڪي بنا ڪنهن رک رکاءَ جي جيڪو ڏسندا هئا ۽ سمجهندا هئا اهو چئي ڏيندا هئا، پوءِ پلي اڳلو خوش ٿئي يا رنج، ڪين اُن جي پرواهه نه هوندي هئي. انهن چئن شخصيتن مان پهرين شخصيت شهر جو سينئر ۽ نامور وڪيل جناب علي احمد قريشي (پروفيسر اعجاز احمد قريشي جو والد) جيڪو پڻ انهن ٽي خوبين جو مالڪ ۽ صاحب ڪتاب آهي، ٻيو اُستاد شفيع محمد سولنگي، مستقبل تي نظر رکندڙ هيءُ اُستاد به آهي ۽ صاحب ڪتاب آهي، ۽ هڪ ڪتاب تي ايوارڊ به ماڻيو اٿس. ٽيون هو مرحوم ابوبڪر مگسي زميندار ۽ ايڊووڪيٽ؛ جنهن زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ جناب جي ايم سيد صاحب ۽ پير علي محمد راشديءَ تي هڪ مضمون لکي شهرت ماڻي هئي. چوٿون تاج صحرائي صاحب پاڻ.

تاج صاحب جي مقرر هجڻ جي ڳالهه ڪجي! هر موضوع سان ڀرپور انصاف ڪندا هئا. وضاحت سان پنهنجي ڳالهه کي سمجهائيندا هئا،

جيئن ته آواز بارعب هوندو هئن، تنهنڪري هميشه محفل تي ڇانئجي ويندا هئا. جيئن ته هر مقرر پنهنجي تقرير جي ابتدا، ”منهنجا پائرو، منهنجا ساٿيو ۽ عزيز هم وطنو“ جي لفظن سان ڪندو آهي، پر تاج صاحب وري ”صاحب“ جي جمع ڪي ”شڪارپوري ٽون“ ۾ ”صاحبان“ چئي مخاطب ٿيندا هئا. پر ان لفظ ڪي آخري ڏينهن ۾ وساري ڇڏيائون. منهنجي خيال ۾ ته شايد پاڪستاني فلم مرزا صاحبان جي هيروئن جو حليو ڏسي ”صاحبان“ لفظ تان دل ڪڇي وين.

ڪلاسيڪل راڳ جا وڏا چاهُو هئا. هر هفتي اها محفل سجائيندا هئا. جيڪا رات دير تائين جاري هوندي هئي. جنهن ۾ استاد بيبي خان جو شاگرد، استاد محمد صالح ساند سرو ڪيريندو هو. جنهن ڪي پوءِ پنهنجي هاءِ اسڪول ۾ راڳ جي سکيا ڏيڻ لاءِ استاد مقرر ڪيائون. جنهن پڻ دادو شهر ۾ پنهنجا ڪافي شاگرد تيار ڪيا. جن مان اڄ به ڪيترائي نامور فنڪار موجود آهن. استاد محمد صالح ساند پڙائيندو هو ته جيئن جيئن رات پڇندي هئي، تيئن تيئن تاج صاحب جي فرمائش جو زور وڌندو هو. هن وقت دادو شهر ۾ جيڪي ننڍا وڏا فنڪار موجود آهن، سي يا ته ان اسڪول جا شاگرد آهن يا انهن شاگردن جا شاگرد آهن.

50 جي ڏهاڪي ۾ پاڻ ۽ سندس سنگت اهو محسوس ڪيو ته شهر جو هڪڙو هاءِ اسڪول شهر جي شاگردن لاءِ پورو نه ٿو پوي: انڪري صلاح ڪري هڪ الڳ مڊل اسڪول قائم ڪيائون، ۽ جيئن ئي اهي شاگرد هاءِ اسڪول جي تعليم لاءِ تيار ٿيا ته هڪ وڏي بلڊنگ ۾ خانگي هاءِ اسڪول شروع ڪيائون، جنهن جو نالو مخدوم طالب المولي هاءِ اسڪول رکيائون. تعليمي شوق ۽ سخت ائڊمنسٽريشن سبب اسڪول جا شاگرد امتحانن ۾ نمايان پوزيشنون ماڻڻ لڳا. اسڪول جي وسيع بلڊنگ ۽ وڏو ميدان هجڻ سبب تاج صاحب جي ته الله ڪٽي پڏي، هر مهيني ادبي، علمي ۽ ثقافتي محفلون ٿيڻ لڳيون. جن ۾ ته رڳو سنڌ پر پاڪستان جا اهل علم صاحبان ۽ وڏا وڏا فنڪار شريڪ ٿيندا هئا. هيءُ ميدان نه رڳو طالب المولي هاءِ اسڪول جي سرگرمين لاءِ مخصوص هو، پر سنڌي ادبي سنگت، انجمن آفتاب ادب، محفل احسن ادب، بزم طالب المولى طرفان ڪابه وڏي محفل ٿيندي هئي ته هيءُ ميدان استعمال ٿيندو هو. جنهن جي نظرداري صحرائي صاحب آخر

تائين پاڻ ڪندو رهيو ڇڙ ته محفل سندن پاران ئي رهي هئي.

تاج صاحب جي ڪچهريءَ ۾ ڪڏهن به خاموشي ڇانيل نه هوندي هئي. علمي، ادبي، سياسي، سماجي ۽ تعليمي بحث هلندو هو. ڏک ۽ غم جون ڳالهيون به ٿينديون ته ٽهڪ به هوندا هئا. ساڻن ڪچهري ڪندي ڪڏهن به بوريت جو احساس نه ٿيندو هو. هر حيثيت سان ڳالهائڻ جو ڍنگ هئن. هميشه پنهنجي ڳالهه مڃرائي ويندا هئا.

پاڪستان ٺهڻ کان اڳ خاڪسار تحريڪ سان به وابسته هئا. ان سلسلي ۾ به سرگرم هئا. ايتريقدر جو دهلي شهر ۾ قيدبند جون به سختيون سٺائون. سيرسياحت جا ته شوقين هئا ۽ آثار قديمه جي به وڏي چاهه هئن. موڪل واري ڏينهن ڪڏهن به آرام سان نه ويهندا هئا. ضلعي دادوءَ جا ڪي به آثار کانئن ڳجها نه هئا. پر پوءِ موهن جي دڙي ڏانهن به رخ رکيائون، جنهن تي پڻ ڪافي تحقيق ڪيائون.

ضلعي دادوءَ جي نئين گاج واري علائقي ۾ جيڪو تير پٽ جي حوالي سان ڪافي مشهور آهي اتي قدرتي طرح هڪ نئن آهي. جتان ٻارنهن مهينا پاڻي هيٺ لهندو آهي. جنهن کي اها پٽ ڏئي هلڪو ڊيم ٺاهيو ويو، جيڪو پيئڻ ۽ زرعي پيداوار جي ڪم ايندو آهي. جڏهن به زوردار بارش ٿيندي آهي ته ان جو پاڻي سندس پرسان جوهي شهر کي ته ٻوڙيندو آهي، پر دادوءَ شهر لاءِ به خطرو پيدا ٿي ويندو آهي. ان علائقي ۾ هڪ لفظ ٻڌائون "چارگهڙيون" پوءِ ته سائين کي هڪ نئون مشغلو ملي ويو. ان علائقي جا سوين چڪر ڪاٽيائون ته اهي چار گهڙيون آهن ڇا؟ ۽ ڪٿي آهن. نيٺ سندن جستجوءَ ڪاميابي ماڻي ۽ اهي "چار گهڙيون" ڳولي لڌائون. جيڪي غارن واري دور جون نشانيون هيون. جڏهن انسان اجا غارن ۾ رهندو هو. ان دور جا چار غار هئا، جتي انسان گهر ٺاهڻ کان اڳ رهندو هو. جنهن کي (Cave Men Dwelling) چيو ويو ٿو.

سندن آثار قديمه بابت محنت، ريسرچ ۽ دلچسپي ڏسي سنڌ حڪومت کين سنڌ ميوزم جو انچارج مقرر ڪيو. جنهن جو واڌارو ۽ سڌارو به تاج صاحب جي مرهون منت آهي. ان ئي دور ۾ پاڻ هڪ سنڌي ڪتاب "دادو جا آثار قديمه" ۽ پوءِ انگريزي ڪتاب "منڇر ڍنڍ" به ڇپرايائون. اهڙيءَ طرح پاڻ

12 ڪتابن جا مصنف آهن. مطالعي جو به ڏاڍو شوق هئن. پاڻ نذرالاسلام، خليل جبران ۽ ٽئگور جي ادب کان گهڻو متاثر هئا. شعر ادب ۾ به خوب نياياڻون. سندن شاعريءَ ۾ جوش ۽ جذبو تمام گهڻو موجود آهي. مزيدار ڳالهه وري اها آهي ته تخلص ته صحرائي رکيائون پر ڪنهن به شعر ۾ صحرائي ڪتب ڪين آندائون. البت تاج به جيڪو ٻن شعرن ۾ مس استعمال ڪيو اٿن. هڪڙو شعر پيش خدمت "پيغام" جي عنوان سان آهي، جنهن جون آخري سٽون ته اسان جي علائقي ۾ محاوري طور عام چيون وجن ٿيون:

سحر آئي، اذان آئي، پهاڙن تان صدا آئي،
هزارن گرم لڙڪن سان ضيا گل تي، قضا آئي،
حياتي جي فضائن مان، اها هر هر صدا آئي،
توکي فرصت ڪٿي آهي، مون کي مهلت ڪٿي آهي،

اجا تقدير جو ماتم، اجا زندان باقي آ،
اجا فطرت نه بدلي آ، اجا ارمان باقي آ،
سفينن سان ٿو ٽڪرائي، اجا طوفان باقي آ،
توکي فرصت ڪٿي آهي، مونکي مهلت ڪٿي آهي؛

شب تاريڪ جي ڪارنهن گهٽائيندس، مٽائيندس،
جهان جي ذري ذري کي اپاريندس، سنواريندس،
متاع علم دانش کي وڌائيندس، ورهائيندس،
توکي فرصت ملي ويندي، مونکي مهلت ملي ويندي!

جنهن زماني ۾ سنڌ جي هر شهر مان هفتيوار اخبارن جي جاري ٿيڻ جو زور هو ان زماني ۾ پاڻ به هفتيوار اخبار ڪڍيائون. جنهن ۾ هفتيوار "آواز"، "جمهور" ۽ "ستارا" جا نالا اچن ٿا، پر پوءِ اسڪول سان وابستگيءَ سبب، هن ميدان کي ڇڏي ڏنائون. ڪو زمانو اهڙو آيو جو جنهن به صاحب متعلق ڪا خبر شايع ٿيندي هئي ته يڪدم ڪنهن جي اخبار ۾ ان متعلق ترديد شايع ڪرائيندو هو. پوءِ پوزيشن اهڙي ٿي وئي جو هر هفتيوار اخبار ۾ به

چار ترديدون شايع ٿينديون هيون. ان جو ذڪر ڪندي ڪلندي چياٿون: ميان ته اخباري لائين ڪي ڇڏي چڪو آهيان، پر هنن حالتن ڪي ڏسي دل چوي ٿي ته هفتيوار "ترديد" اخبار شروع ڪجي.

حضرت قلندر لعل شهباز جي ساليانيءَ عرس مبارڪ جي موقعي تي هڪ ادبي ڪانفرنس جي نالي سان هڪ پروگرام شروع ڪيو ويو. جنهن ۾ مشاعرو به ٿيندو هو، مقالا به پڙهيا ويندا هئا ته محفل موسيقي به هوندي هئي، جنهن ۾ سڄي پاڪستان جا فنڪار به حصو وٺندا هئا. پوءِ پاڻ سمجهندا هئا ته فنڪارن جي وچ ۾ اسان جا سنڌي شاعر پاڻ ۽ ته پيت سان لڳل هوندا هئا، جن جو نه ڪو والي نه وارث هو پر جڏهن کان اهو پروگرام تاج صاحب جي حوالي ٿيو ته محفل موسيقي، محفل سماع جي نالي سان الڳ پروگرام ٿي ويو، ته ادبي ڪانفرنس الڳ ٿي وئي، تڏهن مس مس سنڌ جي شاعرن سک جو ساهه کنيو.

مطالعي جا شوقين ماڻهو سفر ۾ هميشه اخبار پڙهندا رهندا آهن. هاڻي ته روڊ ٽريفڪ زور ٿي وئي آهي ۽ لوڏن لمن سبب پڙهيو نٿو ٿئي، پر اڳ جڏهن رڳو ٽرينون هلنديون هيون ته ٻيا ماڻهو هڪ اخبار وٺي چڙهندا هئا، پر تاج صاحب هميشه ٻه اخبارون وٺي گاڏيءَ ۾ ويهندو هو ۽ گهر ڪرڻ تي ٻي اخبار ڪڍي ڏيندو هو، تڏهن شڪايت ڪندا هئا ته ادا، ٻي اخبار جيڪا پيٿن لاءِ وٺندو آهيان، سا گم ڪريو ڇڏين يا پاڻ سان ڪنيو وڃن پر ڪڏهن ڪڏهن ته پهرين اخبار به گم ڪريو ڇڏين.



ڊاڪٽر محمد علي مانجهي

## تاج صحرائي: سنڌ جي قديم آثارن جو جاڪوڙي

سُونهان سُڌيون ڏين، ديواني درياهه جون،
ڪوڙ اوڏائي ڪينڪي، رڳو سچ سُوڏين،
عِجز جو اڏ رات ڪي، وڻج وهائين،
سُاٿ نباهيو نين، ثابت اِنهيءَ سير مان.
(لطيف)

سنڌ ملڪ جي تهذيب ۽ قديم آثارن جو ذڪر ٿيندي ئي ڪجهه وڏن نالن ۾ تاج صحرائي بنهه نمايان نظر اچي ٿو. سنڌو تهذيب، قديم آثار، ڪيرٿر جو اوڀاريون پاسو ۽ منڇر جو ذڪر ٿيندي ئي تاج صحرائي هڪ ماهر ۽ چڻ ته اُتي جي انسائيڪلو پيڊيا طور ذهن تي تري اچي ٿو.

ڪنهن به تحقيق ۽ تخليق لاءِ مطالعو ۽ مشاهدو ٻئي گهڻو ضروري هوندا آهن. تاريخ، جاگرافي ۽ قديم آثارن متعلق تحقيق ڪرڻ لاءِ اهو ضروري آهي ته اهي ماڳ مڪان جانچيا جونچيا، ڏسجن وائسجن. رڳو ڪتاب ماڳيان رکي انهن تي تحقيق ڪرڻ سان سنڌن گهڻا پاسا جاتا ۽ اُجاتا رهجي ويندا. نه رڳو تحقيق ڪندڙن لاءِ پر سيني ساڃاهه وند ماڻهن لاءِ اهو ضروري آهي ته گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي وطن جو مطالعو ۽ مشاهدو ضرور ڪن. هونئن به چيو ويندو آهي ته ”گهڻي ڪاڏي ڪان گهڻو ڏٺو چڱو“. رڳو انهيءَ ڳالهه تي عمل ڪيو وڃي ته به گهڻو آهي.

سنڌ ساڻيهه جا تمام گهڻا ماڳ، مڪان ۽ آثار اهڙا به آهن، جن متعلق جيڪڏهن مون پهرين پڙهيو آهي ۽ پوءِ نهي سنيري يا اتفاق سان انهن ماڳن مڪانن کي اُتي وڃي ڏٺو آهي ته مون کي گهڻيون ئي ڳالهيون مختلف ۽ گهٽ وڌ لڳيون آهن. جيڪا شيءِ حقيقت ۾ اُتر طرف هوندي ته سا ڪتابن ۾ وري ڏکڻ طرف ڏيکاريل هوندي، جيڪا شيءِ اوپر ۾ هوندي ته اها وري

بنهه اولهه ۾ ڏيڪاريل هوندي. بنا ڏئي وائٽي ايٽڻ ٿي ٿيندو آهي. اسان وٽ تمام ٿورڙا اهڙا محقق آهن، جيڪي گهرو مطالعو ڪري ۽ هنڌين ماڳين وڃي، پاڻ پنهنجين اکين سان ڏسي وائسي پوءِ انهن تي قلم کڻندا آهن. سنڌ جو سچو سچڻ تاج صحرائي انهن محققن مان بنهه ناميارو هو. هيءُ اهو جهونو آهي، جنهن 83 سالن جي ڄمار مان وڏو حصو سنڌ جي مختلف قديم ماڳن مڪانن جي ڳولا ڪندي گهاري ڇڏيو. هو پنهنجيَ انهيءَ ذوق جي شروعات بنهه ننڍي هوندي کان ٻڌائيندو هو. عمر جي پڇاڙيءَ تائين به ڪڏهن انهيءَ ڳولا ۽ ووڙ مان نه ٿڪو. انڪري سنڌ وطن سان سندس عشق سدائين قبوهِ جوين ۾ رهيو. هونءَ به "عشق پوڙهو نه ٿيندو آهي، ڪٿي ٿيس اچي ڏاڙهي". قديم آثارن سان سندس لڳاءُ ايترو ته گهرو هو، جو هو هر وقت، هر حلقي ۾ اُٿندي ويهندي، تاريخ، سنڌو تهذيب ۽ قديم آثارن متعلق ذڪر پنهنجي محبوب جي سارُن وانگر ڪندو رهندو هو. حقيقت ۾ تاج صحرائي پنهنجو پاڻ ۾ هڪ وڏو ادارو هو، جيڪو سدائين تحقيق جي دنيا ۾ محو رهي، ڪيئي نيون نيون حقيقتون آڻي، محققن، عالمن، اديبن ۽ ساجه وند ماڻهن کي آگاهيون ڏيندو رهيو.

منهنجي محسن، منهنجي سائين تاج صحرائيءَ کي مون پڙهڻ ته ڳچ وقت اڳ ۾ ئي شروع ڪيو هو پر ساڻس پهرين ملاقات ڪنهن ادبي ميڙاڪي ۾ ٿي هئي، پر ساڻس منهنجي نئين سڃاڻپ* ڪجهه سال اڳ ۾ تڏهن ٿي هئي جڏهن سنڌ جو ناميارو محقق، اديب ۽ استاد ڊاڪٽر غلام علي الانا سنڌي لئنگوئيج اٿارٽيءَ جو چيئرمين ٿي آيو ۽ شاهه لطيف جي ميلي جي موقعي تي عالمن ۽ اديبن کي مقالن پڙهڻ لاءِ ڪوٺايو هو. انهيءَ موقعي تي مون کي "سنڌ جا قديم ساموندي بندر" تي مقالي لکڻ لاءِ چيو ويو هو- توڻي جو آئون قديم آثارن ۽ تاريخ جو ڪو ماهر نه آهيان پر اڇا منهنجي هڪ شاگرد جي حيثيت آهي. مون ان مقالي لکڻ لاءِ پنهنجي وس آهر ڳولا ڪري ڪتابن جا ورق ورايا ۽ ڪجهه ڏينهن انهن بندر گاهن مان هر هڪ تي وڃي، انهن جا آثار وغيره ڳوليندو رهيس. حقيقت ۾ اهو موضوع ته تمام وڏو هو ۽ آهي، پر آئون پنهنجي وس آهر مقالو لکي انهيءَ جو تتُ انهيءَ ڪانفرنس ۾ پڙهي جڏهن اسٽيج تان هيٺ لٿس، تڏهن هڪ ٿلهو متارو جهونو جنهن جي

پُرن جا وڏيل وار بنهه اڇا هئا. سو اڳتي وڌيو ۽ اچي مون کي تمام گهڻي پيار ۽ گرم جوشيءَ سان ڀاڪر پائي مليو ۽ وري وري شاباش ڏيندي، سنڌي مقالي هئڻ جو چيائين. کيس ملڻ کان پوءِ جڏهن آئون چند ٻين ماڻهن سان ملي پنهنجي ڪُرسيءَ تي ويٺس ته هُو منهنجي مقالي جي تعريف ڪندي، حوصلي افزائي ڪرڻ لڳو. اهو سنڌ ملڪ جو مشهور محقق ۽ سنڌ جي قديم آثارن جو ماهر تاج صحرائي هو. جيڪو مون کان لڳ ڀڳ اڌ صدي وڏو هو. سو سڀ سنڌا سيڙها ميٽي، پنهنجائپ سان تاريخ ۽ قديم آثارن متعلق ڪچهري ڪرڻ لڳو. ۽ پوءِ آئون هميشه ٿي سندس اها وڏائي محسوس ڪندو رهيس، ته هيءَ عظيم انسان، مختلف لحاظن سان ايڏي وڏي وِٿ هوندي به اُن وِٿيءَ کي ڪڏهن اک ۾ ٿي نه آڻيندو هو. سندس اهو رويو نه رڳو مون لاءِ پر انهن سيني ماڻهن لاءِ هوندو هو، جيڪي علم ادب ۽ خاص ڪري قديم آثارن سان چاهه رکندڙ هئا. انهيءَ ملاقات کانپوءِ سگهو ٿي هن مون کي خط لکي حيدرآباد ۾ ملاقات ڪرڻ لاءِ چيو. انهيءَ ٻي ملاقات کان پوءِ، وري قلندر جي ميلي جي موقعي تي، ادبي ڪانفرنس تي مقالي پڙهڻ لاءِ دعوت موڪليائين. اهڙيءَ ريت مختلف پروگرامن ۽ موقعن تي سائنس ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون. پهرينءَ ملاقات کان پوءِ، هو تڪڙو تڪڙو نه رڳو، مون کي خط لکندو رهيو، پر جڏهن به ڪنهن کي ڪو علمي ادبي خط لکندو هو، ته انهيءَ خطُ جي فوٽو ڪاپي به مون ڏانهن موڪليندو رهندو هو. هو مختلف وقتن تي، مختلف ماڳن مڪانن تي وڃڻ لاءِ ٻين ڪافي نوجوانن سان گڏ مون کي به صلاحون ڏيندو رهيو ۽ آئون به سندس انهن صلاحن تي تڪڙو عمل ڪري، انهن جو حال احوال کيس موڪليندو رهندو هئس. اهڙيءَ ريت اهو تعلق ڏينهون ڏينهن گهرو ٿيندو رهيو ۽ سندس شفقتون مون متان وڌ ڦڙي جيان وسنديون رهيون.

سنڌو درياهه ۽ سنڌو تهذيب جو عاشق سائين تاج صحرائي، جيڪو اصل ۾ سنڌ ساٿيهه جي شهر شڪارپور جو (جنم 11 سيپٽيمبر 1921ع) رهاڪو هو، سو 1945ع ۾ والد جي وفات کان پوءِ سيوهڻ هاءِ اسڪول ۾ اچي استاد جي حيثيت سان خدمتون سرانجام ڏيڻ لڳو. هڪ خاڪسار جي حيثيت ۾، آزاديءَ واري جنگ ۾، آگسٽ کان وٺي 26 سيپٽمبر 1947ع

تائين دهلي جيل ۾ رهيو. ورهاڱي کان پوءِ سيوهڻ چڙهي دادوءَ ۾ اچي "آواز" اخبار ڪڍڻ لڳو ۽ اڳتي هلي طالب المولىٰ هاءِ اسڪول ۾ استاد بڻيو. جتان 1981ع ۾ هيڊ ماسترجي حيثيت سان رٽائر ٿيو. هڪ استاد جي حيثيت سان مشهور عالم تاج صحرائي ڪچهرين ۾ پنهنجي زندگيءَ جون ڪيئي ڳالهيون ۽ وڻندڙ واقعا ٻڌائيندو ئي رهندو هو.

تاري وانءِ طرازَ کي، منجهان مَوج مَلاحَ!
سُڏيون ڏين سمونڊ جون، اونهن جا آگاهَ،
سُونهَن جي صَلاحَ، وٽ تہ وِير لنگهي وڃين.
(لطيف)

ادبي دنيا ۾ پهرين خوبصورت شاعري تخليق ڪندڙ تاج صحرائيءَ کي سنڌ جي سُونهن، سُندرتا، تهذيب تمدن جي شاهوڪاري ۽ تاريخ موهي ۽ اُمهائي وڌو هو. سنڌ جي سُونهن جو گهايل هيءُ سپوت، سيلاني بڻجي سنڌ جي ٻاڙي ٻاڙي، ڪنڊ ڪڙڇ ڏسڻ واسڻ ۽ مٿي ماٿي لائڻ لڳو. سنڌ جو طواف ڪندي، سنڌوءَ جي لڙائيل پاڻيءَ کي سپ ڪان مٿاهون پيئنيدي، جُويون جهاڳڻ لڳو ۽ لطيف جي لفظن ۾:

ڪرڪٽا لاهي، سک نہ سُتا ڪڏهين،
اوسيئڙو آهي، ڪاهوڙين کي پنڌ جو.
(لطيف)

جبل، رڻ پٽ، ريگستان، ڍنڍون، ڍورا ۽ سنڌوءَ جا ڪچي وارا علائقا سندس پنڌن ۾ رهيا ۽ تاج صحرائي سنڌ جي مٽي مٿي لائي، نيڻن ۾ نينهن جون چوليون سمائي، وطن کي ووڙيندو رهيو. هونءَ تہ ساري سنڌ سندس محبوبا رهي پر جابلو علائقي (خاص ڪري منڇر ۽ آسپاس) سان جذباتي لڳاءُ جهجهو رهيس. هو سنڌ جي مڙني علائقن تي تحقيق جا چٽاوان نقش اُڪيريندو رهيو، پر بدو جبل، آمري، موهن جي دڙي، ڪاهو ۽ جهرڪ جي دڙن تي مثالي ڪم ڪري پنهنجو فرض پورو ڪيائين. سنڌو تهذيب جي اڻ ڳڻين

اهڃاڻن، دڙن، اُجڙيل شهرن، کوٽن ۽ قلعن تي ڪم ڪرڻ کان سواءِ جابلو علائقن مان پٿر پهڻ (Fossils) سون سريڪا پائي، پنهنجا جهول ڀري، هر زر زيور کان متاهون ڀانئي، پاڻ وٽ گڏ ڪري، انهن تي به ڪجهه ڪم ڪيائين.

وِٿا جي عميق ڏي، منهنِ ڪائو ڏيئي
تن سِپون سُوجهي ڪڍيون پاتاران پيهي
پسندا سيئي، اَمُلَ اکڙين سين.
(لطيف)

هن جهوني جوڳيءَ سنڌ جي نوجوانن ۽ عالمن کي نه رڳو سنڌ جي قديم آثارن جي اهميت کان آگاهه ڪيو پر ڪين اُتي وڃي، اُهي ماڳ مڪان ڏسڻ لاءِ پڻ اُتساهيو ۽ هر ماڳ مڪان کي ستي نموني، اکين سان ڏسي پسي، تحقيق ڪرڻ جي روايت کي اُپاريو. سنڌوءَ جي پاڻيءَ سان بي پناهه پيار ڪندڙ ۽ سنڌ جي مٽيءَ سان اڻ مٽي مُحبت ڪندڙ تاج صحرائيءَ ڪيرٿر جي جابلو سلسلي ۽ منڇر تي زندگيءَ جو گهڻو حصو خرچ ڪري، لڳاتار پورهيو ڪري، تهذيب جي تاڻين تي تحقيق سان، چاڻ جا ريشمي پرت پريا. نه رڳو ڪيرٿر جون جابلو ٽڪريون ۽ منڇر انهيءَ جون شاهد آهن، پر انهن تي سندس لکيل ڪتاب ۽ ڪيئي مقالا ثابتين لاءِ چٽا، سنوان ۽ اوچي ڳاٽ آهن. سنڌ جي قديم دور کان وٺي موجود دور تائين سگهاري معلومات ۽ راءِ رکندڙ تاج صحرائي وڏي ڄمار ۾ به گهڻو روشن خيال، صحتمند سوچ رکندڙ ۽ سرس ساڃهوند انسان رهيو. سنڌ بابت، قديم دور کان وٺي موجوده ۽ جديد دور تائين، سچ جي سهائيءَ وانگر اُجرو شعور رکندڙ تاج صحرائي سدائين امید جي سوجهرن سان روشن رهندي، سياسي، سماجي ۽ معاشي ناانصافين تي به ماٺ نه رهيو ۽ پنهنجي آواز کي بلند ڪندو رهيو. ايتريقدر جو ڪارو ڪاري ۽ قبيلائي جهيڙن ۾ سون جهڙين جوانين قتل ٿيڻ تي مختلف اخبارن جون دل ڏاريندڙ خبرون فوٽو ڪاپي ڪرائي، پنهنجن جهير ڏيندڙ راين سان سنڌ جي ساڃاهه وند ماڻهن کي موڪلي، هڪ طرح، پنهنجو فرض پورو ڪندو رهيو ۽ ٻين کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو. 1954ع کان قلندر جي

ميلي جي موقعي تي ٿيندڙ انهن ادبي ڪانفرنسن جي ڪنوينر جي حيثيت سان، انتظام سنڀاليندڙ يا ادبي ادارن کان به اڳتي وک کڻي، سنڌ جي تاريخ، جاگرافي، علم، ادب، ٻولي ۽ ثقافت تي اديبن، عالمن ۽ ماهرن کان مقالا لکرائي، پڙهائي بهترين مشاعرا ڪرائي، سنڌ جي وڏي خدمت ڪندو رهيو. انهيءَ سلسلي ۾، ميلي کان ڪافي ڏينهن اڳ ۾ ئي اديبن کي خط لکندو ۽ اُتساهيندو رهندو هو.

شهباز ادبي ڪانفرنس 2000ع جي موقعي تي تاج صحرائيءَ مون کي خط لکي، سنڌ جي ڪنهن قديم اهڙي ماڳ مڪان تي مقالي لکڻ لاءِ حڪم ڪيو، جنهن تي اڳ ۾ يا لکيو ئي نه ويو هجي، جيڪڏهن لکيو ويو هجي ته بنهه گهٽ. سندس اهڙي حڪم کي مون اندر جي گهراين سان قبول ڪري هائوڪار ته ڪئي، پر ڪجهه پريشان ضرور ٿيس. بهرحال مون پنهنجي وس آهر وڏي ڪوشش ڪري، سنڌ ملڪ جي مشهور حاڪم ڄام تماچي جي جوڙايل ”جهول ماڙي“ (۽ جهول ڍنڍ) تي مقالو لکي، جڏهن ڪانفرنس ۾ پڙهيو، تڏهن پاڻ ڏاڍو خوش ٿي، تمام گهڻي حوصلي افزائي ڪئي هئائين. انهيءَ موقعي تي جن به نوجوانن سندن مقالا پڙهيا هئا، سائين تاج صحرائي ٻئي ڏينهن تي انهن (ٽن چئن) سان ڪچهري رکي؛ سچ پچ هڪ تربيتي ڪلاس هلايو هو. سندس سٺي استاد ۽ عالم هئڻ جي حيثيت ۾ اعلى اهليت ۽ قابليت مون منجهس، انهيءَ ڏينهن چڱي ريت ڏٺي هئي. پنهنجي معلومات، سڪندڙن جي ذهنن تائين منتقل ڪرڻ جو ڪيس وڏو ڏانءُ هو- ڏات هئي.

> آڳاڙا عميق جا، ڳڌئا غواصن،
> جهُڙيون جهاڳڻ آئيا، ڪارونيار ڪفن،
> سمند سوجهي جن، آئي، اَمُلَ اولئا.
> (لطيف)

سندس حياتيءَ جي پڇاڙڪن ڏينهن واري شهباز ادبي ڪانفرنس 2002ع جي موقعي تي مون کي ”لاڙي/لاهري بندر“ تي مقالي لکڻ لاءِ حڪم ڪيائين. ميلي کان ٿورا ڏينهن اڳ ۾ هو مانواري شاعر ۽ محقق نواز

رڪٽائي ۽ سندس وڏي فرزند جمال الدين سان گڏ ننئي ۾ اچي سهڙيو. ڪاليج ٽائيم ختم ٿيڻ کان پوءِ به مون کي ڪاليج ۾ درس ۽ تدريس ۾ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. چاندو پاڻي ڪري، حالي احوالي ٿياسين ته هُن سنڌ ملڪ جي مشهور عوامي شاعر محمد خان مجيديءَ (جنهن جي تازو ٽنگ ڀڄي پئي هئي ۽ هو بستري پيڙو هو) ڏانهن سجاول هلڻ لاءِ خواهش ظاهر ڪئي. اسين جڏهن سجاول ۾ سنڌ جي عوامي شاعر محمد خان مجيديءَ جي گهر پهتاسين ته هو گهر ۾ کٽ تي ضعيف حالت ۾ پيل هو. نظر نه هجڻ جي ڪري مجيدي صاحب اسان کي سڃاڻي نه سگهيو پر منهنجو آواز سڃاڻي چوڻ لڳو: "اڙي مانجهي اچي ويو!!........ اڙي مانجهي ابا!.......... توسان گڏ ٻيا ڪير آهن!؟ جڏهن مون تعارف ڪرائيندي چيو ته سائين! تاج صحرائي آهي!" سائين مجيدي پهريان ڪيس تاج جويو سمجهي ڳالهايو پر تاج صحرائي چيس ته: "مان صحرائي آهيان!!؟ جڏهن پوءِ به نه سمجهيائين تڏهن چيائينس ته: "مان تاج جهنگلي آهيان!!" ته اهو لفظ ٽڪڙو سمجهي ويو ته ڪيس هڪدم سڃاڻي ورتائينس. ڇاڪاڻ ته مجيدي ڪيس پيار مان جهنگلي سڏيندو هو. انهيءَ موقعي تي مجيدي صاحب کي ڏڪارو ڏسي پاڻ به ڏاڍو ڏڪارو ٿيو. اڃا به وڌيڪ ڏڪارو تڏهن ٿيو، جڏهن سائين مجيديءَ ڪيس چيو ته: "تاج! بيماريءَ ۾ اڍائي مهينن کان مانجهي مون وٽ ايندو رهيو، هاڻي توهان گڏجي آيا آهيو. ايترن ڏينهن ۾ ٻيو ڪو به اديب يا سياستدان مون وٽ نه پهتو آهي." ڪچهري ڪندي تاج صحرائيءَ ڪيس چيو ته: "آئون تنهنجي سار سنڀال لاءِ چيف سيڪريٽريءَ کي لکندس ۽ پڻ اخبارن ۾ به لکندس ته هڪ وڏو شاعر ڪيئن بستري تي علالت ۾ اڪيلو آهي، ۽ اسان ڪيترا نه بي حس آهيون." تاج صاحب مون کي مخاطب ٿيندي چيو ته: "مانجهي! مجيدي وڏو ماڻهو آهي، هن حالت هوندي به ڪنهن وڏيري، ڪاموري يا وزير اڳيان هٿ نٿو ڦهلائي". مون ڪيس چيو ته: "سائين! سنڌ جي شاعرن ۽ اديبن ۾ هٿ ڦهلائڻ جي روايت نه رهي آهي."

سائين محمد خان مجيدي صاحب کان موڪلائي اسين جڏهن ننئي پهتاسين ته مون کانئس موڪلائڻ مهل هڪ دڪان تان ننئي جي مشهور واصل درس کان شربت وٺي آڻي ڏنو. تڏهن چيائين: "مانجهي! آئون توکي

شربت لاءِ چوڻ وارو هئس پر تو چوڻ جي مهلت ئي نه ڏني." ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ جڏهن آئون شهباز ادبي ڪانفرنس تي، شام جو سيوهڻ ۾ پهتس ته خبر پئي ته تاج صاحب گهڻي دير ڪان منهنجي اوسيئڙي ۾ آهي. مون ڪي ايندو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندي چيائين ته: "مانجهي! اڪيلو رهڻ چاهيندين يا ڪنهن سان گڏ؟" مون وراڻيو ته: "جيڪڏهن شوق صاحب آيل آهي ته آئون ساڻس گڏ رهندس." تاج صحرائي مون ڪي تڪڙو هٿ منهن ڌوئي، ماني ڪائڻ لاءِ چيو. ماني ڪائي آئون پنهنجي محسن استاد، سائين نواز علي شوق صاحب سان وڃي حالي احوالي ٿيس. اسين جڏهن ڪانفرنس هال ۾ پهتاسين، تڏهن پنهنجي عادت موجب اڳين سيٽن ڪان ڪجهه پوئتي ويهڻ چاهيم ته هن مون ڪي سڏي اڳين سيٽن تي ويهڻ لاءِ چيو. سڄي رات ادبي ڪانفرنس جي ڪاروائي هلندي رهي. ڪيترائي ٽڪجندا ويندا رهيا، پر تاج صحرائي هميشه وانگر استيج تي پڇاڙيءَ تائين ويٺو رهيو. ڪانفرنس ختم ٿيڻ ڪان پوءِ جڏهن اسين ريسٽ هائوس ۾ پهتاسين ته مون کيس چيو ته: "توهان مون ڪي ڪاليج مان موڪل وٺي اچڻ ۽ ڪي ماڳ مڪان ڏسڻ لاءِ چيو هو. آئون موڪل ته وٺي آيو آهيان پر توهان سڄي رات جا ٿڪل آهيو. اوهان جي عمر جي تقاضا ڪي نظر ۾ رکندي، اوهان ڪي آرام ڪرڻ ڪپي، ۽ پڻ آيل ڪيترائي اديب به مهمان ٿي آيل آهن....." هن منهنجي ڳالهه ڪي اڌ ۾ ڪٽي ڇڏيو. ٻئي ڏينهن سوير جڏهن آئون مڪليءَ ۾ پنهنجي گهر پهتس ته ڪم ڪرڻ واري ٽري ڇوڪري ٻڌايو ته: "تاج صحرائي صاحب نالي ماڻهوءَ توهان ڪي ڪالهه به ٽي پيرا فون ڪئي هئي." آئون تڪڙو تڪڙو ڪاليج ۾ وڃي هميشه جي عادت موجب پنهنجي وقت تي پنهنجا پيرڊ وٺندو رهيس ۽ جڏهن پرنسيپال جي آفيس ۾ آيس. تڏهن پرنسپال پروفيسر دوست محمد قريشيءَ ٻڌايو ته توهان جون صبح ڪان فونون اينديون رهيون آهن. توهان هتي ئي ويهو ته جيئن فون اچي ته ڳالهائي سگهو. آئون پريرو ويهي عادت موجب ڪجهه پڙهڻ لڳس ته فون جي گهنٽي وڳي. ڪلارڪ مون ڪي فون تي ڳالهائڻ لاءِ چيو. مون فون تي ڳالهايو ته، فون ڪندڙ علامه اقبال اوپن يونيورسٽي ريجنل آفيس ٺٽي جو هيڊ ڪلارڪ نيڪ محمد. "هيلو" ڪندي چيو ته: "سائين توهان ڪاوش اخبار پڙهي آهي؟؟" وراڻيم ته: "نه!!" هن انتهائي ڏکارو ٿيندي چيو ته: "سائين تاج

صحرائي صاحب گذاري ويو.“ مون فون رکي هڪدم چوڪري کي ڪاوش آڻي ڏيڻ لاءِ چيو ۽ اخبار ۾ اها خبر پڙهي به اعتبار نه ڪندي تاج صحرائيءَ جي نمبر تي فون ڊائل ڪرڻ لڳس پر افسوس جو ڪنهن به فون تي جواب نه ڏنو. عجيب ڪيفيت ۾ ڪاليج پاهران پي سي او تي وري به فون ڪيم پر ڪنهن به نه کنئي. تنهن هوندي به مون وري به ڪاوش جي آفيس فون ڪري خبر جي تصديق ڪئي، تڏهن آئون دربدر ٿيندو پيئي ڏينهن ڏاڏوءَ ۾ تاج صحرائيءَ جي پٽ تي پهتس. جتي سنڌس فرزند جمال الدين، محترم مجيب ۽ پيا موجود هئا. مون سندس گهر طرف گهوريو ته مون انهيءَ گهر جي سندس ڪمري مان ڪتابن، وڪريل ڪاڳرن ۽ ٺڪرن، پٿرن جي سُڏڪن جا آواز محسوس ڪيا. مون کي سندس پڌايل ڪيترين ئي ڳالهين ياد اچڻ لڳيون.

ڪجهه ڏينهن پهرين تاج صحرائي ٺٽي آيو هو، تڏهن ويندي ويندي چيو هئائين ته: ”آئون سگهوئي ٺٽي ايندس ۽ ڪجهه ڏينهن رهي، انبدو واهه (جنهن لاءِ تاج صحرائي ڪجهه وقت اڳ ۾ خط لکي معلومات ورتي هئي) ۽ سنڌ جا قديم ساموندي بندرگاهه گهمندس، ڇاڪاڻ ته انهن جو سنڌ جي تاريخ ۾ وڏو ڪردار آهي ۽ پڻ تنهنجي، انهن تي لکيل مضمونن به مون کي گهڻو متاثر ڪيو آهي.“ پر افسوس جو تاج صحرائيءَ کي موت انهيءَ پروگرام تي اچڻ جي مهلت ئي نه ڏني.

آخر ۾ سنڌ جي عالمن، اديبن، تاريخدانن ۽ محققن کي عرض ڪندس ته اهي تاج صحرائيءَ وانگر وسيع مشاهدو ڪري، سنڌ جي تاريخ، جاگرافيءَ ۽ قديم آثارن تي تحقيق ڪن يا جيڪي جنهن به مضمون ۾ ڪم ڪري رهيا آهن، ان ۾ ڀرپور نموني محنت ڪن ۽ تاج صحرائيءَ جي جستجو، جاکوڙ، بلندخيالي ۽ مسلسل محنت ڪرڻ مان سبق حاصل ڪري پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ مثال بڻجن.



شوڪت حسين شورو

# تاج صحرائي : هڪ يگانو محقق

سنڌ جي تهذيب ڪوٽڏيجيءَ ۽ آمريءَ کان هلندي موهن جي دڙي تائين اوج تي پهتي. سنڌو تهذيب جا انهن ائن هزارن سالن کان اڳ وارن دورن ۾ به سنڌ ۾ ڪيترائي قديم آثار اڃا به موجود آهن. اڳوٽي دادو ضلعي جي جبلن واري ايراضي ماقبل تاريخ جي قديم آثارن سان ڀري پئي آهي. مون کي خبر ناهي ته تاج صحرائيءَ کي سنڌ جي قديم آثارن سان دلچسپي ڪڏهن پيدا ٿي! تاج صحرائي بنيادي طور تعليم جي سڪيا سان واڳيل هڪ استاد هو. هن وٽ آرڪيالاجيءَ جي ڊگري ڪانه هئي ۽ نه ان جي کاتي سان سندس ڪڏهن ڪو تعلق رهيو. پاڻ پنهنجي ئي تو ته دادوءَ جي قديم آثارن منجهس ايتري چڪ ۽ دلچسپي پيدا ڪئي جو هن پنهنجي زندگيءَ جو آخري حصو قديم آثارن لاءِ وقف ڪري ڇڏيو.

سنڌ جي قديم آثارن تي جيترو ڪم ٿيڻ گهربو هو، سو بدقسمتيءَ سان ڪونه ٿي سگهيو آهي. قديم آثارن جي کوٽائيءَ جو ڪم، جيڪو انگريزن جي دور ۾ شروع ٿيو، سو ان دور جي خاتمي تي ڄڻ ختم ٿي ويو. پاڪستان سرڪار جي آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ کي سنڌ جي قديم آثارن سان دلچسپي ڪڏهن نه رهي آهي. وفاقي حڪومت جي هن کاتي جي حوالي سنڌ جا جيڪي قديم آثار آهن، تن جي حفاظت جي حالت اها آهي ته ڄڻ اهي نڌڻڪا هجن. ڪنهن حد تائين شعوري ۽ ڪنهن حد تائين غفلت ۽ لاپرواهيءَ سبب انهن کي تباهه ۽ برباد ڪيو ويو. خود سنڌ جي ماڻهن ۾ تعليم ۽ شعور جي نه هجڻ سبب، پنهنجي قديم تهذيبي ورثي سان دلچسپي ڪونهي. ائين قديم آثار متجندا پيا وڃن. عيد جي ڏينهن ۾ موهن جي دڙي سان سنڌي ماڻهن طرفان ٿيندڙ ويڌن افسوسناڪ ۽ شرمناڪ ڳالهه آهي.

اهڙين بي حسيءَ وارين ۽ ناسازگار حالتن ۾ تاج صحرائيءَ جهڙي ماڻهوءَ جو سنڌ ۾ پيدا ٿيڻ هڪ وڏو اهم واقعو آهي. تاج صحرائيءَ کي سنڌ

جي قديم آثارن سان دلچسپي نہ، پر انهن سان عشق هو. ان عشق ۾ هن وڏا ڪشالا ڪٽيا، جن جي نتيجي ۾ هن جيڪا تحقيق ڪئي، سا انتهائي اهم آهي. تاج صحرائي نہ رڳو سنڌ ۾ خاص طور دادوءَ جي قديم آثارن جي ڊاڪيومينٽيشن ڪئي، پر پنهنجي علم ۽ مطالعي جي آڌار تي تحقيق ڪري، ان کي لکت ۾ پڻ آندو.

منڇر ڍنڍ، سنڌ جي پٽي لوڪن (فينيشن) ۽ قديم آثارن تي تاج صحرائيءَ جي تحقيق، سنڌو تهذيب تي ٿيل ڪم ۾ نهايت اهم واڌارو آهي. جيڪو ڪم سرڪار جي قديم آثارن واري کاتي کي توڙي سنڌ جي ثقافتي ۽ علمي ادارن کي ڪرڻ کپندو هو سو تاج صحرائيءَ پنهنجي ليکي اڪيلي سر ڪيو. وڏي ڳالهہ تہ هن پنهنجي تحقيق ڪم کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ لاءِ پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪيو. هن جو اهو علمي ۽ تحقيقي ڪم هن وقت اڻلڀ آهي، جنهن کي ٻيهر ڇپائي ماڻهن تائين آڻڻ جي ضرورت آهي.



تاج جويو

# هڪ متحرڪ ۽ معتبر عالم: تاج صحرائي

زندگيءَ جي دراز پلڪن تي
حادثن جو غبار ايندو آ.
همسفر، تيز گام ٿي اڳيان
منٿڪدي ۾ قرار ايندو آ

زندگي ناتمام ڪوشش آ
زندگي هار جو مزو آهي
زندگي بيقرار رهندي آ
زندگي جيت جو مزو آهي

سنڌ جي جاکوڙي ۽ حوصلي مند عالم، دانشور، استاد، آرڪيالاجسٽ، صحافي ۽ لطيف سائين جي عاشق تاج صحرائي جا متيان قطعا واضح ڪن ٿا تہ تاج صحرائي نہ رڳو پختو ۽ ڪهنہ مشق شاعر هو پر هُو زندگيءَ جي لاهن چاڙهن، شڪستن ۽ فتحن مان لطف اندوز ٿيندو رهندو هو. هن زندگي جون 81 بهارون هڪ متحرڪ شخص جي حيثيت ۾ گذاريون. 14سيپٽمبر 1921ع ۾ شڪارپور ۾ پيدا ٿيندڙ نور محمد ميمڻ جو هي لائق فرزند زندگيءَ جو تمام وڏو عرصو دادوءَ ۾ رهيو.دادو جو ٿي رهيو ۽ اڪثر ماڻهن کي اها ڄاڻ بنهہ نہ هئي تہ تاج صحرائي ڪو اصل شڪارپور جو رهواسي هو.

هي شڪل شباهت ۽ وضع قطع مان واقعي صحرائي لڳندو هو. سندس پيرن سنڌ جي جبلن، ميدانن، وسين، واهڻن، شهرن، ماڳن، لڪن لانگهن ۽ ريگستانن جو جيڪو طويل پنڌ ڪيو ان جي ڪٿ ۽ اندازو لڳائڻ سان حيرت وٺيو وڃي. 80، 81 سالن جي ڄمار ۾ بہ هن سير ۽ سفر جي عادت

ترڪ نہ ڪئي ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پنهنجي تحقيقي ۽ تخليقي سفر کي جاري رکيو آيو. تاج صحرائي جي ابتدائي زندگي تعليم، اپيلس سير سياحت ۽ صحافت سان لاڳاپيل هئي. هن هفتيوار اخبار "آواز" دادو شهر مان جاري ڪئي ۽ 1948ع کان 1952ع تائين پنج سال صحافتي پيشي سان واڳيل رهيو. سندس اخبار ۾ شايع ٿيل مضمون ۽ ادب لطيف جو مواد سندس صحافتي ۽ ادبي زندگيءَ جو يادگار سرمايو آهي.

تاج صحرائي 18 سالن جي ڦوهہ جواني کان وٺي سنڌ جي علمي، ادبي، تعليمي، سياسي ۽ تهذيبي مشغولين ۾ سرگرميءَ سان خصو وننڊو رهيو ۽ 1940ع کان هنن سرگرمين جو اڪين ڏٺو شاهد ۽ علمڪار رهيو. 1950ع کان پوءِ تعليم جي ميدان ۾ سرگرم رهيو. دادو ۾ طالب المولىٰ هاءِ اسڪول قائم ڪائين ۽ پورا ٽيهہ سال درس تدريس جي عمل ۾ ڀرپور حصو ورتائين.

تاج صحرائي، سماجي ۽ سيلاني طبيعت جو مالڪ هو. بنيادي طرح سياح هو. سندس طعبيت هميشہ سفر تي مائل رهي. ڪراچيءَ کان ڪلڪتي، لاهور کان دهلي ۽ دکن تائين جا سير ڪيائين. سنڌ ڌرتي جي جبل، درياهہ ڍنڍن ۽ قديم آثارن سان عشق جي حد تائين تحقيقي طرح وابستہ رهيو. ڪشمور کان ڪيٽي بندر، کير ٿر کان ڪارونجهر، منڇر کان ڪينجهر، ڪاڇي کان جاتي جا سفر ۽ مشاهدا ڪيائين. سنڌو تهذيب، LAKE MANCHHAR سندس ان تحقيقي پورهئي جا شاهڪار ڪتاب آهن جن هن کي نہ رڳو سنڌ جي پر عالمي محقق هجڻ جو رتبو بخشيو. هو سڄي زندگي چاڻ ۽ علم جو شاگرد ۽ جاکوڙي رهيو. هن سدابهار انسان، کير ٿر جبل، گورک چوٽي، ست گهرين، منڇر ۽ موهن دڙي جي مهانن، "رگ ويد دور جي وڻجارن، ناکئن" ۽ پٽين تي جيڪا تاريخي کوجنا ۽ تحقيق ڪئي آهي سا سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ ۾ ڪتابن، ليڪچرن، "پٽي لوڪ"، رگ ويد جي دور جا سنڌي وڻجارا ناکئا ۽ کير ٿر جبل جي گورک چوٽي جي صورت ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي. هيءُ پهريون عالم آهي، جنهن سنڌوءَ ماٿري جي تهذيب کي سنڌو کير ٿر تهذيب سڏڻ پسند ڪيو آهي. سندس تحقيق موجب کير ٿر جبل ٽرٽشري دور ٽيٽيهہ ملين ٽيهہ ڪروڙ ٽيهہ لک

سال پراڻو آهي ۽ هماليہ ۽ آلپس جبل، کيرٿر کان گهڻ عمروارا آهن. رگ ويد، (Rig Veda)بابت تاج صحرائي جو آگسٽ 1996ع ۾ سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ حيدرآباد ۾ ڏنل ۽ ڇپيل ليڪچر، عالمي نوعيت جو ليڪچر اهي، جنهن جو انگريزي ترجمو يقيني طور تي تاج صحرائيءَ کي بين الاقوامي عالم طور تسليم ڪرائي سگهي ٿو.

تاج صحرائي سنڌ، سنڌي ماڻهن، سنڌو سڀيتا ۽ لطيف سائين جو عاشق هو، سندس اهو عشق 80 ، 81 سالن جي ڄمار ۾ بہ سدا جوان هو بقول سچل سرمست: سچو عشق پيدا نہ ٿيوي، توڙي چنڙي هو وس ڏاڙهي.

شاه سائين جي سنيهي، فڪر ۽ شناسي تي تاج صحرائي جو ڪتاب ”نيٽين ننڍ اکوڙ“ شاهڪار ڪتاب آهي. هن شاه جي بيتن، آيتن، ڪي امداد حسيني جي راءِ موجب نئين انداز ۽ ڍنگ ۾ پيش ڪيو آهي. شاه جي رسالي، سنيهي ڪي املهہ وکرسڏيو آهي. لطيف سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ اسان کي جيڪي چتاءُ ڏنا آهن، جن خطرن کان آگاه ڪيو آهي جن چٽلينجن جي جاڻ ڏني آهي تاج صحرائي انهن جي ڀرپور نشاندهي ڪئي آهي ۽ تحقيق جا نوان گوشا ۽ زاويا متعارف ڪرايا آهن.

تاج صحرائي شاه کي عظيم ويا ڪرڻ Entomologist Great Grammarian يعني قدرن ۽ گڻن (Values & virtues) اقدار، اتحاد ۽ اعتماد جو علمبردار، مذهبي ۽ فڪري آزادي جو امين، حب الوطني جو پيڪر ۽ پيغمبر سڏي فڪر تي مغربي مفرڪن ۽ مشرقي علمن جي روشنيءَ ۾ بيان ڪري سندس عظمت واضع ڪئي آهي ۽ ڄاڻايو آهي تہ اهي قدر ۽ گڻ، حاضر دور ۾ بہ صداقت جو سرچشمو آهن.

تاج صحرائي، همت، حوصلي، اعتماد ۽ ويساه جو ڏٺي شخص هو. روسي ڏاهي ليو ٽالسٽاءِ جو هي قول سندس زندگيءَ جو محرڪ رهيو تہ اعتماد ئي زندگي جي محرڪ قوت آهي. هي شخص سڄي زندگي اعتماد سان تحرڪ ۾ رهيو. گذريل سال لال شهباز ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي شهباز ايوارڊ حاصل ڪرڻ بعد حيرت جي ڳالهہ آهي تہ پٺي ڏينهن ڪار ۾ چڙهي جيڪب آباد ۽ پين هنڌن تي ويو ۽ جيڪي اديب ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو ۽ پيا ڪانفرنس تي نہ پهتا هئا، تن کي مياروں ڏيڻ ويو هو. شايد ڪيس

ڪڪي آيو هو تہ انهن دوستن سان سندس ملاقات پيهر ٿيڻي نہ آهي، ان ڪري ساڻن ملي ونجي.

زنـدگـي هـڪ فـريـب ڪـهـن
مسـڪـرائـي فـريـب ڪـان سـاقـي
آپـري اعـتـبـار فـرد جـو
حـال بـلـڪـل قـريـب آ سـاقـي

(تاج صحرائي)



عزيز رانجھاڻي

# سنڌ جو صحرائي

نہ سي وونءِ وٽن ۾، نہ سي ڪاتاريون،
پسيو بازارون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي.
(شاھ)

مون سائين تاج صحرائي جي شخصيت تي لکڻ مهل شروعات شاھ جي مٿئين شعر سان محض ان ڪري ڪئي تہ هو پاڻ بہ جڏهن ڪنهن تعزيتي ميڙ يا ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڪو اظهار ڪندو هو تہ شروعات مٿئين شعر سان ڪندو هو. مون اهو محسوس ڪيو تہ مٿئين شعر پڙهڻ وقت سندس ڪيفيت عجيب ٿي ويندي هئي ۽ سامهون هر پيري شخصيت سان ڳالهہ سنڌ بہ هوندي هيس.

25 ڊسمبر 2007ع تي، ڪاڇي جي سفر ۾، محترم بدر ابڙي سان گڏ آئون ۽ سائين حاڪم علي شاھ بخاري جڏهن واهي پانڌي شهر ۾ استاد بخاري لئبرريءَ ۾، سڄاڻ دوست ۽ ڪاڇي ۾ اسان جي ڪيترن ئي سفرن جي ساٿي ۽ ميزبان ذوالفقار برهماڻيءَ سان، جڏهن سندس والد جي وفات تي تعزيت ڪان پوءِ، ڪي ساعت خاموشيءَ ڪان پوءِ، بدر صاحب چيو تہ جڏهن هو ڪجهہ مهينا اڳ حيدرآباد ۾ ايم. ايڇ پنهور صاحب جي وفات تي تعزيت، سندس گهرواري فرزانہ سان ڪري رهيو هو تہ دعا گهرڻ بعد هن عظيم عورت پنهور صاحب لاءِ فقط ايترو چيو تہ He died with dignity آئون بہ پنهنجي استاد، مهربان، تاريخدان، سياح، سياسي ۽ سماجي ورڪر، آرڪيالاجسٽ، لطيف جي پارکو سائين تاج صاحب لاءِ بہ اهي لفظ استعمال ڪندس. واقعي هن بہ آخري ساهہ تائين ڪنهن جي محتاجي نہ ڏٺي، خوددار ماڻهو هو، پنهنجو ڪم پاڻ ڪندو هو، آخر تائين متحرڪ هو ۽ هو چاهيندو بہ ايئن هو جنهن جو هو اظهار اڪثر پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ ڪندو هو. پر عملي طرح بہ گهر ۾ پنهنجي ڪمري ۽ شين جي صفائي ۽ ترتيب ڪان وٺي صبح

جو سوير اٿي ڏانهن ٿيون لهي، پنهنجي لاءِ چانهه ڇڪي تيار ڪرڻ تائين، سڀ ڪم پاڻ ڪندو هو. آئون ڪيس 1980ع کان سڃاڻان. جڏهن آئون ڳوٺ ڇڏي دادو شهر ۾ پڙهڻ لاءِ پهتس ته مون کي ٻڌايو ويو ته شهر ۾ ٽي اسڪول آهن: هڪ پائلٽ هاءِ اسڪول، جتان ماڻهو پائلٽ ٿي نڪرندو هو. ٻيو ايليمينٽري اسڪول جيڪو مڊل تائين آهي، ۽ ٽيون طالب المولى هاءِ اسڪول جنهن جو هيڊ ماستر تاج محمد صحرائي صاحب آهي. طبيعت ۾ سخت، انتظامي حوالي سان سخت ۽ ڪاپيءَ جو دشمن ۽ علم جو سڄڻ. بهرحال منهنجي نصيب ۾ پائلٽ هاءِ اسڪول لکيل هو، سو اتي پڙهيس. مئٽرڪ تائين منهنجي گهر سامهون تاج صاحب جي عزيزن جو گهر هو، سو تاج صاحب کي اتي اڪثر ايندي ويندي ڏسندو هوس ۽ سندس رعبدار شخصيت ۽ گرجدار آواز ٻڌندو هوس. اتي ئي آئون سندس ساٿ ۾، ڪيترائي ڀيرا آمريڪي آثار قديمه جو ماهر ڊاڪٽر لوئس فليم ۽ ٻيا ڪيترائي ملڪي توڙي غير ملڪي شخصيتون وڏين گاڏين تي ڏسندو هوس. آئون جيئن ته سندس عزيزن جي گهر به ايندو ويندو هوس، سو هڪ ڀيرو ٻاڻ مون کي سڏ ڪري، ڊاڪٽر لوئس فليم جي، سامهون بيهاري کيس ٻڌايائين ته هن جو ڳوٺ به ماڙي ڪڙ گاجي شاه دڙي پرسان آهي. ڊاڪٽر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ گرمجوشيءَ سان مون سان هٿ ملائي، ٺهڪ ڏيئي چيائين ته: Oh! Gaji shah boy. آئون ان جو مطلب نه ان وقت سمجهي سگهيس ۽ نه هن وقت تائين. پاڻ شايد ان وقت دڙي جي کوٽائيءَ واري ڪم مان واندا ٿي، سڌو هت پهتا هئا.

تاج صاحب واقعي گهڻ پاسائين شخصيت هو. آرڪيالاجسٽ واري سڃاڻپ کيس پسند هئي. هو واقعي سنڌ جو وڏو تعليمدان هو جنهن طالب المولى هاءِ اسڪول کي پنهنجي زندگي جو وڏو عرصو اربي ڇڏيو. هو واقعي به هڪ وڏو آرڪيالاجسٽ هو جنهن دادو ضلعي ۾ قديم آثارن تي تمام گهڻو ڪم ڪيو ۽ مجمعدار جي ڇڏيل ڪم کي اڳتي وڌايائين. هو وسيلن جي اڻاٺ ۽ سرڪاري سهڪار ۽ محتاجي کان سواءِ ڪنهن ذاتي دوست يا همدرد کي ساڻ ڪري ڪاڇي، ڪيرٿر، ٽاٽو، بولا خان وجي نڪرندو هو. آمريءَ سان ته کيس عشق هو ۽ سندس ڪتاب "سنڌو تهذيب" جنهن کي سندس خواهش موجب سنڌو تهذيب جي رنگن ۾ ڇپايو ويو آهي، ان جي باب ڇهين "آمريءَ ۽

ڪوٽڏيجيءَ جون تهذيبون ۽ سماج" ۾ ان عشق جو عڪس ملي ٿو.

قديم آثارن سان سندس جنون جي حد تائين عشق هو. هن ڪڏهن به پنهنجي جان جي پرواهه نه ڪئي ۽ دادو ضلعي ۾ امن امان جي بدترين صورتحال ۾ ڌاڙيلن جي ڦهري ڪاروائين واري دؤر ۾ به هوائين نڪري پوندو هو ڪاڇي ۾، ڪيرٿر ۾، رني ڪوٽ ۾، گاجي شاهه ڏي ۽ آمريءَ ڏي، مطلب ته سڄي ضلعي ۾ ڪيس عزيز ۽ دوست ڪيترو به روڪيندا هئا پر هو نه مڙندو هو ۽ اڄ اهڙ عادت سندس هڪ شاگرد بدر ابڙي ۾ به ڏٺي وڃي آهي پلا شاگرد جو ٿيو.

تاج صاحب جتي به رهيو، جنهن به فيلڊ ۾ رهيو، پنهنجو پاڻ ملهايائين. سندس لکڻين ۽ تقريرن ۾ گهرائي ۽ وسعت هئي. پاڻ جيڪو انگريزيءَ ۾ منچر ڍنڍ تي ڪتاب لکيائين، واقعي سندس وڏو تحقيقي ڪم آهي. ان کان علاوه "سنڌو تهذيب" ڪتاب ۾ پڻ سنڌو تهذيب ۽ آثارن بابت تفصيل ۽ گهرائيءَ سان لکيو اٿن.

"ٽيڪين ننڍ اکوڙ ۾" شاهه لطيف جي ڪلام جي گهرائي، مقصد، فلسفي ۽ انساني قدرت متعلق گهڻو تحقيقي مواد ملي ٿو. هو واقعي به لطيف جو پارکو ۽ عاشق هو. سنڌ سان لاڳاپيل هر ڪردار، ماڳ ۽ مڪان جو عاشق هو ۽ سڀني انساني قدرن جو به عاشق هو. سچائي، سونهن ۽ پيار جو عاشق هو.

منهنجو 1990ع کان وٺي باقاعده ساڻس، هڪ تعلق رهيو. جڏهن گل محمد عمراڻي صاحب دادوءَ جا ڊپٽي ڪمشنر ٿيو ۽ بدر ابڙي صاحب جي دادوءَ ۾ گهڻي اچ وڃ ٿي.

بدر صاحب جڏهن به دادو ايندو هو ته اسين گڏ تاج صاحب وٽ ضرور ويندا هئاسون. بدر لاءِ تاج صاحب جو گهر هڪ درگاهه مثل هوندو هو ۽ سندس شخصيت هڪ استاد، رهبر ۽ رهنما واري. مون هميشه اهو محسوس ڪيو ته جڏهن به بدر صاحب ساڻس ملندو هو ته ڪي چند شيون آثار قديم، سنڌ جي تهذيب ۽ تاريخ بابت سمجهي ۽ سکي ويندو هو. اسين ڪلاڪن جا ڪلاڪ سندس گهر جي اوطاق ( پاڻ گهر کي به سنڌو تهذيب جي رنگ سان رڱي ڇڏيو هئائين) ۾ ويهندا هئاسين. سندس وفات کان ڪجهه هفتا اڳ واري آخري ملاقات ۾ بدر صاحب سامهون، پاڻ مون کي چيائين ته منهنجيون ٽڙيل

پڪڙيل شين جيڪي مون کي مختلف سائيٽس ۽ ماڳن تان مليون آهن يا لڌيون آهن ۽ پيو اهي بيشمار مضمون مقالا ۽ پيو ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل مواد، جيڪو نڙيل پڪڙيل آهي، تنهن کي ترتيب ڏيڻ وارو ڪم تون ڪرڇو ته توکي موڪلن ۾ يا Rota ۾ ٽائيم گهٽو هوندو آهي. مون نه صرف ها ڪئي پر اهو به چيم جنهن جو گواهه بدر صاحب آهي ته مون کي خوشي ٿيندي ۽ سڀ پنهنجي خرچ تي ڪندس. اهو طئي ٿيو ته پلاسٽڪ جون ٿيلهيون (Crystal bags) وٺجن. ان لاءِ ٿي سگهي ته هڪ چڪر شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جي آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ جو به هڻجي، ته ڪجهه شين کي محفوظ ڪرڻ واسطي، ڪا سستي يا سهانگي آئيڊيا به ملي سگهي. بعد ۾ آئون فيلڊ ۾ هليو ويس ۽ سوچيم ته اتان يعني قادرپور گئس فيلڊ گهوٽڪيءَ مان خيرپور ميرس پهچڻ سولو آهي، سو موڪلن تي دادوءَ ايندي، اهو به ڪم ڪندس. هڪ صبح جو فيلڊ مان سکر لاءِ نڪتس. گهوٽڪي شهر ۾ اخبار ورتم ته ان ۾ سائين تاج صحرائيءَ جي وفات جي نياڳي ۽ بي مهلائتي خبر هئي. يقين ئي نه پئي آيو. بهرحال "ڪل نفس ذائقت الموت" انتهائي صدمو ٿيو. بدر صاحب کي فون ڪيم ته ڪيس يقين ئي نه پئي آيو. اوچتو هليو ويو- ها ائين، جيئن هن پاڻ چاهيو، خاموشيءَ سان. ڪي سانده به سال گل محمد عمراڻي صاحب جي دادوءَ ۾ ڊي سيءَ طور ايامڪاري دؤران ۽ چيئرمين ميلا ڪميٽيءَ جي حيثيت ۾ گهرايل گڏجاڻين ۾ تاج صاحب سان ڪم ڪرڻ ۽ ڪانئس سکڻ جو موقعو مليو. مون محسوس ڪيو ته هو ڪڏهن به بيوروڪريسيءَ جي ڪم جي اسٽائيل-رويي ۽ طريقيڪار مان مطمئن نه هوندو هو ۽ هميشه ٽڪراءَ ۾ رهندو هو-انهن سمورن آفيسرن سان. جي ساڻن 30 سالن دوران لعل شهباز ميلا ڪميٽيءَ ۾ رهيا. ضلعي جي ڊي سيءَ کي ته انتظامي تاج هوندو آهي، پر صحرائي صاحب کي ته ڄائي ڄم کان تاج هو. سو هو ڪنهن به عارضي تاج جي پرواهه نه ڪندو هو. بهرحال ساڻس گڏ رهندي اهو سمجهيم ته، ميلا ڪميٽيءَ جي گڏجاڻين ۾ پنهنجو موقف رکڻ، پلاننگ ڪرڻ، ۽ هيڏي وڏي ميلي جا انتظام سنڀالڻ ته ڪو ڪانئس سکي ها. سندس ئي ڪوششون هيون جو هر سال باقاعدگيءَ سان ميلي ۾ ادبي ڪانفرنس جو ٿيڻ، ميلي جي موقعي تي سووينئر ڇپرائڻ، سو به خوبصورت ۽

معياري ۽ اها خاص ڳالهه، ته ميلي ۾ پڙهيل مقالن کي وري ڪتابي صورت ۾ آڻڻ ۽ سهيڙي محفوظ ڪرڻ جي وٽس هڪ غير معمولي صلاحيت هئي. اڄ به اهي ڪتاب، بروشر، سووينئر، سنڌ جي تاريخ، ثقافت، تهذيب ۽ سيوستان جي تاريخ ۽ لاڪيٽي لعل بابت وڏو سرمايو ۽ ذخيرو آهن. پاڻ اهي سڀ ڪم اڪيلي سر ڪندو هو جو ته پاڻ هڪ اداري مثل هو. مواد جمع ڪرڻ، پروفن کان وٺي ڇپائڻ ۽ ورهائڻ تائين ۽ خاص ڳالهه ته لعل شهباز قلندر جي ميلي جا دعوت ناما به آخري عمر تائين، سڄي سنڌ ۾ بذاتِ خود وڃي، ورهائڻ هڪ معجزو ئي لڳي ٿو. جيڪو فقط جنون ۾ ئي ٿيئ سگهي ٿو. ڇا جو جنون؟ ها، هو لعل شهباز قلندر جي ميلي ۾ به تاريخ، ثقافت، تهذيب، آثار قديمه کي اڳيان آڻيندو هو بلڪل ايئن جيئن ”بزم صوفياءِ سنڌ“ جي نالي ۽ پليٽ فارم تان پنهنجا مقصد حاصل ڪيا هئا. اهو هڪ آرٽ آهي، فن آهي، جادوگري آهي، چالاڪي آهي، هڪڙي سمجه آهي ته سرڪاري پئسي مان پنهنجي مقصد وارا، سنڌ جي مقصد وارا ڪم ڪرائجن ۽ سرڪار ناراض به نه ٿئي. جڏهن سيد عبدالله شاهه سنڌ جي وڏ وزارت جون واڳون سنڀاليون، ته ڪيئن به سيوهڻ ۾ ثقافت ۽ سياحت کاتي واري ريسٽ هائوس ۾ هڪ ڪمرو ڏئي ڪيس ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. مقصد هو ته دادوءَ ۾ سياحت کي ترقي وٺرائجي. سيوهڻ ۾ انهن ڏينهن ۾ اڪبر بدر صاحب جو اچڻ ٿيندو هو. ڪراچي مان نڪرڻ مهل پهرين فون ڪري مون کي چوندو هو ته پهچ تاج صاحب وٽ سيوهڻ پوءِ بدز ۽ مان پنهنجي تحقيقي ڪم سان گڏ ڪي گهڙيون تاج صاحب وٽ گذاريندا هئاسين. هو بلڪل ان حيثيت ۾ خوش نه هو ۽ هو بين وانگر نه هوندو هو ته فقط پگهار ملندي رهي باقي ڪم سرڪاري، ٿئي يا نه ٿئي. هڪ دفعو نه پر ڪيترائي ڀيرا ڪيس اهو چوندي ٻڌو ويو ته هيءَ مون تي مهرباني نه، پر هڪ قسم جي سزا آهي. جيڪا سنگت ۾ عبدالله شاهه ڏني آهي، ڪم ڪجهه نه آهي. ويندي گاڏي به نه آهي، جو ڪڏهن ڪنهن کي منچريا نئنگ ڏيکارجي. ڪهڙي سياحت جي ترقي ٿيندي؟ نالي ۾ آئون ڊائريڪٽر، ڪم ڪجهه نه آهي ۽ ها، پوءِ پنهنجي مزاج مطابق اهو عهدو ڇڏي هليو ويو.

ڪيس زندگيءَ جي بين انيڪ خواهشن ۾ هڪ خواهش اها به هئي ته

دادو شهر ۾ نيشنل سينٽر، علامه آءِ آءِ قاضي لائبرري وٽ دادو ميوزيم. لاڙ ميوزيم طرز تي قائم ڪجي، جنهن ۾ دادوءَ بابت سڀ ڪجهه هجي. دادوءَ ۾ ته خير ميوزيم قائم نه ٿيو، البت ڪلچر کاتي پاران سيوهڻ ۾ ميوزيم قائم ڪيو ويو، جنهن ۾ سندس ڪوششون ۽ خدمتون شامل آهن.

هو سنڌ جو سچو پچو عاشق ۽ جاکوڙي هو. ڪيس ويهڻ نه ايندو هو يا لکندو پڙهندو يا سير سياحت ڪندو هو. ڪمال جي قوت ۽ طاقت هئس ۽ صبر به. هڪ ڀيري ڊسمبر 1995ع تي ڊاڪٽر غلام نبي سڌائي جي دعوت ۾ ساٿس گڏجي جيڪب آباد ويڻ ٿيو جتي جيڪب آباد تاريخي ميلي جي موقعي تي ڊاڪٽر صاحب جي لکيل هڪ ڪتاب Jacob's town, Jacobabad جي مهورت هئي. پروگرام شاندار ٿيو. تاج صاحب اسٽيج تي ويٺل هو. واقعي هن جان جيڪب جي حوالي سان جيڪو ڳالهايو ۽ جنهن انداز ۾ ڳالهايو، تنهن تقريب ۾ جان وجهي ڇڏي، سندس لهجو به شڪارپوري هو. جيتوڻيڪ پاڻ زندگيءَ جو وڏو عرصو دادوءَ ۾ رهيا، پر جيئن ته پيدائش شڪارپور ۾ ٿين ۽ ٻالڪپڻ به اتي گذاريائون، ان ڪري سندس لهجي ۽ انداز ۾ به اها جهلڪ نظر ايندي هئي. هن لاءِ آخر تائين اهو چوڻ يا محسوس ڪرائڻ ڏکيو هو ته هو انهن ٻنهي مان ڪنهن هڪ جي چونڊ ڪري، سنڌس جي ڏل ته شڪارپوري هئي. پر جان دادو هئس ۽ اهو ئي سبب آهي جو آخري آرامگاهه به لال هندي قبرستان دادوءَ ۾ ڪيس نصيب ٿي.

تاج صاحب جي زندگيءَ ۾ يا دادوءَ جي ادبي سماجي ۽ سياسي حوالن ۾ مرحوم امام بخش گهرياڻي وڪيل جي شخصيت ۽ اوطاق جو ذڪر نه ڪرڻ بددیانتي ۽ اڻچاڻائي ٿيندي. تاج صاحب سميت اسان زندگيءَ جون سوين شامون دادو جيل سامهون، پوسٽ آفيس پرسان ڪاليج روڊ تي انهيءَ لاهوتي وڪيل جي آفيس گهٽ اوطاق تي وڌيڪ گذاريون، جتي هر روز تاج صاحب، مولوي خليل احمد، ڏڀر جمالي، احمد خان سهاڳ، گهرياڻي صاحب جي حاضري پريندا هئا. پوءِ شروع ٿيندا هئا- گرما گرم بحث: سياست، ادب، تاريخ، لاهوت لا مڪان، هنگلاج، ٿر، ڪاڇو، ڪيرٿر، منڇر مطلب ته هر شيءِ بحث هيٺ ايندي هئي، چڻ ارسطوءَ جي ان اوطاق يا لانيءِ وانگر هجي، جتي اوائلي عرصي جا يوناني بحث ڪندا هئا، ۽ ڪي نتيجا اخذ ڪندا هئا. سچي

محفل ۾ سائين تاج صاحب ۽ مولوي خليل جذباتي ٿي ويندا هئا. تاج صاحب انڪري جذباتي ٿيندا هئا جو ڪابه غلط ڳالهه يا وڏائي برداشت نه ڪري سگهندا هئا ۽ مولوي جذباتي ان ڪري ٿيندو هو جو مولويءَ جي هر ڳالهه کي ٿوري شڪ سان ڏٺو ويندو هو يا ڪي وڏائي نظر ايندا هئا پوءِ ته ٿيندو هو ملاکڙو، بس تاج صاحب جو گرجندڙ آواز ۽ اسان جا ساهه مٺ ۾، پوءِ اوچتو مرحوم هر دل عزيز، وسيع دل رکڻ وارو، پيارو ماڻهو انسانيت تي ويساهه رکندڙ يارن جو يار (جنهن تي بعد ۾ لکبو ته ڪتاب لکي سگهبو سندس خوبين تي) وڪيل امام بخش گهرياڻي، جيڪو زندگيءَ جا ڪيئي سال پ پ سان لاڳاپيل رهيو، جيل به ڪاٽيائين ۽ سچي سنڌ پيرين پنڌ گهميو ۽ دوستن کي لاهوت، هنگلاج، ٿر، ڪاڇو، ڪيرٿر ۽ ڪوهستان گهمائڻ جڻ فرض ۽ عبادت سمجهندو هو. واقعي فقير منش ۽ لاهوتي هو، ان جو آواز گونجندو ۽ چانه گرم بسڪوٽ اڳيان رکي چوندو ته "بابا هاڻي بس" ته واقعي بحث ۽ ڪاوڙ ائين گم ٿي ويندا هئا، جڻ هُئائي ڪونه يا ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هو. گهرياڻي صاحب پنهنجي کيسي مان خرچ ڪندو رهندو هو. يعني دوستن لاءِ هر روز شام کان رات تائين ب ٽي ڀيرا چانه کير پتي ۽ گڏ بسڪوٽ سني بيڪري جا. اونهاري ۾ شام جو آفيس ٻاهران روڊ تي ڇٽڪار ٿيندي، ڪرسيون رکبيون وچ ۾ ٽيبل رکبي، پوءِ پهرين سائين گهرياڻي صاحب پاڻ ۽ سندس منشي ايندا ۽ بعد ۾ آهستي آهستي شام جي سنگت اچي گڏ ٿيندي، پوءِ هر روز ڪلاڪن جا ڪلاڪ دنيا جهان جا موضوع بحث هيٺ ايندا: شهري مسئلا، صفائي، امن امان، وڏيرن جو رويو، آفيسرن جو رولڙو، غربت، مذهبي ملن جا افعال، تعليمي ادارن جو حال، مطلب ته شهر جي هر رخ کان باخبر رهبو، حال احوال ڏبو ۽ وٺبو. اليڪشن هجي ته شهري ماڻهن کي هڪ گائيڊ لائن ڏبي، سماجي تنظيمن ۾ شهري مسئلا ڪٺو ۽ حل ڪرائڻ واسطي سوچ پيدا ڪرڻ، همٿائڻ ۽ جاڳائڻ سميت مالي مدد پڻ ڪرڻ. چا ته اهي ماڻهو هئا ڇا ته سندن جذبو هو! اڄ نه تاج صاحب آهي نه گهرياڻي صاحب، نه دلبر جمالي ۽ نه ئي اها آفيس واري جاءِ. اڄ اتي هڪ اسپتال جي عمارت بيهاريل آهي ۽ هڪ عدد دڪان ۽ دوست احمد خان سهاڳ ۽ ٻيا گهرياڻي صاحب ۽ تاج صاحب جي ڪچهريءَ جا ساٿي اتان

اداس ۽ سوڳوار گذري ويندا آهيون ۽ شاهه سائينءَ جو اهو شعر جنهن جي تاج صاحب وٽ پنهنجي معنيٰ هئي ۽ گهرائي هئي ۽ پڙهڻيءَ جو انداز هو بي اختيار اچاريندا آهيون:

نہ سي وونئڻ وٽن ۾، نہ سي ڪاتياريون،
پسيو بازارون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي!

اڄ بہ تاج صاحب مون کي دادو شهر جي ڪاليج روڊ تي گهمندي نظر ايندو آهي ۽ ها گهرياڙي صاحب پڻ پنهنجي مخصوص انداز، لوڏ ۽ ڪاري ڪوٽ سان.



خليل مورياڻي

# هُن شخص جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي!

سائين تاج صحرائيءَ جو نالو جڏهن بہ مُنهنجي زبان تي آيو، تڏهن هن هماليہ جبل جيڏي شخص جي سموري شخصيت منهنجي اکين اڳيان ڦري ايندي آهي. نہ رڳو سندس صورت، سندس نالي جي آئينيدار هئي، پر سيرت بہ ان سان هم آهنگ هئي. بت ۾ پريل هيءُ قدآور انسان هميشہ صاف ستري پوشاڪ ۾ ملبوس، سفيد ڪڙتو ۽ اڇي شلوار سندس چانديءَ جهڙن وارن سان ميچ ٿي، هن ڪي نہ ٿهي تہ پيو ڪنهن کي سونهي؟

شڪارپور جي هن ڇيڪي متيءَ جي ماٿهوءَ جي خوشبوءِ ئي نرالي هئي! توڙي جو هيءَ جو وڏو زمانو دادوءَ جي ڌرتيءَ کي ڏنائين، ان هوندي بہ هميشہ شڪارپوري ڏِک پٺي ڏنائين. اسي ورهين، هڪ مهيني ۽ چوڏهن ڏينهن جي ڄمار جي هن سهڻي سنڌيءَ تي مون ڪڏهن بہ عمر جو اثر محسوس نہ ڪيو. نہ ڪڏهن سُست ڏٺو، نہ ڪاهل. هميشہ ڪڙو تڙو پنهنجي هلنديءَ هليو. جڏهن بہ اسان سان ڪچهريءَ ۾ ويٺو يا ڪيڏانهن بہ هليو، تڏهن نوجوانن کان جوان محسوس ٿيندو هو. تاريخ، آثار قديمہ، ادب توڙي شاعريءَ تي گفتگو ڪندي، سنجيدو ڏسبو، ڪچهريءَ جي هر رنگ تي پاڻ ڇانيل رهندو. ٽوٽڪا، لطيفا، چوٽيون ۽ ٽهڪ ڪنهن کان وسرندا! هو پنهنجي ان زندگيءَ جو کليو ڪلايو ثبوت هو، جنهن زندگيءَ جو هن پنهنجي ڪلام ۾ هيئن اظهار ڪيو آهي:

زندگيءَ جي دراز پلڪن تي،
حادثن جو غبار ايندو آ،
همسفر تيز گام ٿي اڳيان،
مئڪدي ۾ قرار ايندو آ!
زندگي ناتمام ڪوشش آ،

زنـــدگـــي هـــار جنـــو مـــزو آ،
زنــدگــي بــيــقــرار رهــنــدي آ،
زنــدگــي جــيــت جــو نشـــو آ!

سائين تاج صحرائيءَ جي زندگي بيشڪ بامقصد ۽ باعمل هُئي. هن جي گهڻ پاسائين زندگيءَ جو ڪوبہ پاسو ڪِهرڪِهلو ۽ ڪمزور ڪونہ هو. ان جو هڪڙو سبب اهو بہ هو تہ پاڻ گهڻ پڙهيو ۽ گهڻ ڪڙهيو ماڻهو هو. مطالعي ۽ مشاهدي جي لحاظ کان شاهوڪار هو. سنڌي ادب تہ پنهنجي مادري ٻوليءَ جي ناتي پڙهيو ۽ پڙهندو رهيو، پر اردو ادب، بنگالي ادب، فارسي ادب ۽ انگريزي ادب سان بہ وڏو چاهہ هوس. ڀهريائين پاڻ هڪ شاعر جي حيثيت سان سڃاتو ويو. اَئين نہ هُو تہ هن ڪو پاڻ شاعر هوندي، هن ٻين شاعرن کي نہ پڙهيو! سنڌ جي لاکيڻي لطيف جي ڪلام جو وڏو مداح هو. ڪيس سنڌس گهڻو ڪلام ياد هو ۽ ان جو سندس طبيعت تي اثر بہ زبدل هو. ان اثر سبب سن 1955ع ۾ شاهہ سائين جي سُر سارنگ جي سمجهاڻيءَ تي هڪ ڪتاب بہ قلمبند ڪيائين، جو 84 صفحن تي مشتمل "سر سارنگ" جي نالي سان ڇپي شايع ٿيو.

ان کان پوءِ بہ هو لطيف شناسيءَ ۾ سرگردان رهندو آيو. ڪڏهن مضمون تہ ڪڏهن مقالو لکي پيو ميلي تي پڙهندو يا ڇپائيندو هو. جيئن جيئن پيائيءَ کي پڙهندو ۽ سمجهندو هو، تيئن تيئن پيو تحرير ڪندو رهندو هو. سندس اهڙين لکڻين کي "ٽيڻين نبذ اکوڙ" جي نالي ڪتابي صورت ۾ سن 2000ع ۾ سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ حيدرآباد طرفان ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

اردو شاعرن مان مرزا اسد الله خان "غالب" سندس پسند جو شاعر هو. غالب جي شخصيت ۽ فن تي پاڻ چوويهن صفحن تي مشتمل هڪ ڀرپور مقالو لکي "نئين زندگي" رسالي جي جولاءِ - آگسٽ سيپٽمبر-آڪٽوبر 1999ع جي پرچن ۾ شايع ڪرايائين. جنهن ۾ لکن ٿا تہ:

"مرزا اسدُ الله خان "غالب" کي اردو زبان جي چوٽيءَ جي شاعرن ۾ ڳڻيو ويندو آهي. بلڪ، منهنجي نزديڪ اردو زبان جي سينئي شاعرن ۾ مرزا غالب جو مقام تمام گهڻو مٿاهون آهي. گهڻو ڪري، اُئين ڏسڻ ۾ آيو آهي،

تہ دنيا جا عظيم شاعر اِن دورَ ۾ پيدا ٿيندا آهن، جڏهن سندن ملڪن جي حڪومتن جي زوال جا ڏينهن ويجها هوندا آهن. جهڙيءَ طرح لطيف ۽ سچل سنڌ ۾ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي زوال جي وقت پيدا ٿيا هئا، تهڙيءَ طرح مرزا غالب ان دور ۾ پيدا ٿيو جڏهن هندستان ۾ مغل شهنشاهت جو سج هميشہ لاءِ لهڻ وارو هو."

اڳتي هلي وڌيڪ لکن ٿا تہ:

"مرزا جي هڪ خاص خوبي ۽ وصف، جنهن جو هر ڪنهن کي ان دور ۾ احساس ۽ اقرار هو سا هئي خطن جا جواب ڏيڻ، مرزا جو گهڻو وقت ان خصلت جي نڀائڻ ۾ خرچ ٿي ويندو هو. بيماريءَ جي حالت ۾ بہ خطن جا جواب لکي يا لکرائي موڪليندو هو، ڇاڪاڻ ته مرزا جو اهو ئي پسنديدہ شغل يا روزمره جو ڪاروبار هو. مرزا جا گهڻا دوست، ڪيس بيرنگ خط موڪليندا هئا. مرزا غالب اهي سڀ خط وصول ڪندو هو. ڪڏهن بہ ڪو خط واپس نہ ڪيائين ۽ نہ ڪنهن سان گلا يا شڪايت ڪيائين. ڪن موقعن تي چوندو هو تہ بيرنگ خط موڪلڻ سان خطن جي پهچ يقيني ٿيو پوي. جيتوڻيڪ پاڻ ان رسم جي خلاف هو."

تاج صحرائي صاحب جن مرزا غالب تي سنڌي ٻوليءَ ۾ تفصيلي تحقيقي مقالو لکي، سائنس پنهنجي بي پناه عقيدت ۽ محبت جو ثبوت ڏنو آهي ۽ سندس زندگيءَ جي هر پهلوءَ کي اجاگر ڪري جڻ درياه کي ڪوزي ۾ بند ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي.

اهڙيءَ طرح بنگال جو وڏي ڪوي رابيندر ناٿ ٽئگور بہ کيس بيحد مرغوب هو. سندس لکڻين خاص طور "گيتانجلي" جو پڻ اڀياس حاصل ڪيل هئس. ٽئگور جي ڪن شاهڪارن جو سنڌي ترجمو بہ ڪيائين.

ان سلسلي ۾ "التجا" ٽماهي "مهراڻ" جي 1967/4ع جي شماري ۾ ڇپيل آهي. ٽئگور جي هم وطن ۽ هم زبان شاعر قاضي نذر الاسلام کي بہ خوب پڙهيائين. خليل جبران جي ڪابہ اهڙي لکڻي نہ هوندي، جيڪا هن جي نظرن کان اوجهل رهي هجي. فارسيءَ ۾ حافظ شيرازي، رومي، سعدي، نظيري، عرفي سندس مطالعي جو محور رهيا. اهو ئي ڪارڻ آهي، جو سندس فن ۽ فڪر ۾ روايت ۽ جدت جو سهڻو سنگم آهي:

وريٰ سينگاريو ايوانن کي آزاديءَ جي پروانن کي،
مگر معلوم آ دل کي تہ پروانن تي ڇا گذريو!
عبادت گهر تي ڇا گذريو، مئخاني تي ڇا گذريو،
مقدس نانءَ تي معصوم انسانن تي ڇا گذريو!

تاج صحرائيءَ جو اهو شاعرانہ شغف ۽ اها ذات سندس ذات ۾ تہ سهائو پکڙيندي رهي، پر جڏهن تاريخ، ثقافت ۽ آثار قديمہ جي مطالعي ۽ مشاهدي ڏانهن ڌيان ڏيڻ لڳو، تڏهن ادب جي افق تي سخنوريءَ واري جوت جهڪي ڏسڻ ۾ آئي. ڇاڪاڻ جو سندس تحقيق واري روشنيءَ جا رنگ وڌيڪ نکري پيا. ان حوالي سان پاڻ نهايت مفيد مقالا لکي، علمي دنيا ۾ اضافو ڪيائين.

واڃٽ ويراڳيس جا، مون کي وڏو مال،
مقالان مهند تيا، ڪونهي وٽن قال،
حاصل جنين حال، آئون نہ جيئندي ان ري.
(شاهہ)

سائين تاج صحرائيءَ کي شاهہ لطيف وانگر سنڌ جي چپي چپي سان انسيت هئي. جيئن ڪيس وسنديون وڌيڪ وڻندڙ هيون، تيئن ويرانيون، برپٽ ۽ پهاڙ، جهنگ ۽ صحرائون تہ ڄڻ هن جي ذات جي تڪميل هيون.
تاريخ، تهذيب ۽ آثار قديمہ جو جيڏو گهڻو مطالعو ڪيائين، تيڏو پيرين پنڌ جبل جهاڳي ۽ بيابان لتاڙي مشاهدو ڪيائين. جيڪي ڪجهہ پڙهي ۽ پرجهي، ڏسي ۽ وائسي حاصل ڪيائين، اُن حياتيءَ جي رياضت جي حاصلات ۾ سندس سنڌي ڪتاب "سنڌو تهذيب جا خالق" تہ ڪو پڙهي ڏسي، يا انگريزي ڪتاب Lake Manchhar تہ نظر مان ڪڍي! پڙهيل ڪڙهيل ماڻهو تہ سندس علميت جو مداح ٿي پوندو. انهن ڪتابن کان علاوه منهنجي نظر کان سندس ڪجهہ بيش بها مقالا: "رني ڪوٽ-هڪ تعارف" (مهراڻ 1984/3)، "منڇر-هڪ ڍنڍ ۽ تهذيبي مرڪز" (لطيف ڊائجسٽ) "لوهم لوهڻ جا دڙا، هاڪڙو ۽ سنڌ جا قدرتي نظارا" گذريا آهن. انَ

کان علاوه "ترڙي جو دڙو" شڪارپور ضلعي جي هڪ قديم آثار کان سواءِ "ڪولاچي، ڪلاچي، ڪراچي" ۽ "سيوهڻ شهر ۾ قضيه ڪربلا جي ياد" (مهراڻ 1990ع) بينشڪ سندس قابليت جو ثبوت آهن.

جيئن مان مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان ته جيتوڻيڪ سائين تاج صحرائي جن جو جنم سنڌ جي مشهور تهذيبي ۽ ثقافتي شهر شڪارپور ۾ ٿيو هو، جتي ئي ابتدائي تعليم حاصل ڪيائون ۽ زندگيءَ جو وڏو حصو دادو شهر ۾ گذاريائون، پر ان هوندي به شڪارپور سان نينهن جو ناتو نڀائيندا آيا ۽ مهيني ٻن ۾ پيا ايندا رهندا هئا، جتي دل گهرين دوستن ۽ يارن کي ڳولهي لهي قرب ڀريون ڪچهريون ڪري، هتي گذاريل وقت جون يادون تازيون ڪندا هئا ۽ اهو سلسلو زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين جاري ۽ ساري رهيو.

سن 1985ع ۾ شڪارپور هسٽاريڪل سوسائٽيءَ طرفان منعقد ڪيل شڪارپور سيمينار جي موقعي تي، هڪ شاندار مقالو پڙهيو هئائون، جيڪو پوءِ "شڪارپور صدين کان" ڪتاب ۾ "شڪارپور هڪ تهذيب جو مرڪز" جي عنوان سان شايع ٿيو. ان مقالي ۾ شڪارپور جي شاندار ماضيءَ جو ذڪر هن ريت ڪيو اٿائون:

"شڪارپور پنهنجي اوج ۽ عروج واري زماني ۾ سنڌ جو پئرس هئي. شڪارپور کي پنهنجو هڪ انفرادي ۽ معياري ڪلچر هو. شڪارپورين جي ڳالهائڻ ۾ "من، دل، ادا، ڀائو" اهي ئي لفظ ڪثرت سان استعمال ٿيندا هئا. انڪري ڳالهه ٻولهه ۾ هڪ قسم جو پيار، پاڻپوهه ۽ پنهنجائي محسوس ٿيندي هئي، جنهن ڪري شڪارپوري دلين تي حڪومت ڪندا هئا. اها زبان جي چاشني ۽ شيريني شايد شڪارپورين کي شڪارپور جي جڳ مشهور مٺائي ڪري ئي نصيب ٿي هئي. مٺائيءَ جي ٽبڻين جا سون جي تعداد ۾ پارسل روزانو ڏيساور روانا ٿيندا هئا. خاص ڪري ڏياريءَ جي ڏڻ وارن ڏينهن ۾ ته چبوتري بازار ۾ مٺائي، بادامين جي مٺائي، سگر جي مٺائي، انبن جي ڏينهن ۾ انبن جي مٺائي، - ڇا ڳالهه ڪجي؟ انبن جون ڦاڪون، مصري جي ٽڙن وانگر مٺائيءَ ۾ ترنديون نظر اينديون هيون. پتاشن، قيمي ۽ پاڪري حلواڻ، گوشت جون چاپون، ڪچي فالودي جا مٽ ۽ ڦڪي رنگ جي پڪي فالودي جا ٿالهه، برفي، ربڙي ۽ قلفي، ڪارڪون، ڏنگ ڏوڪا ۽ انب، انبڙين،

ليمن، گجرن ۽ بصرن جو آچار، رابيل ۽ گلاب جون ڪنڍيون، چٽي ڪٽي بس ڪرا شڪارپور جو پاڻي گيهه کان به وڌيڪ طاقتور ۽ صحتمند هو."

پاڻ ڪن ڪتابن جا مهاڳ پڻ لکيا اٿس، جن ۾ بدر ابڙي جا به ڪتاب "هنگلاج ۽ لاهوت" ۽ "رني ڪوٽ" خاص اهميت جا حامل آهن. ٻنهي ڪتابن تي لکيل مهاڳ سندس سموري زندگيءَ جي حاصلات جي ڇڻ عرق ريزي آهي.

"رني ڪوٽ سيمينار" ۽ "سنڌ صدين کان" سيمينار ڪرائڻ لاءِ سندس ڪوششون ۽ ڪاوشون يادگار آهن. سيوهڻ ۾ قلندر لعل شهباز جي ميلي ڪرائڻ ۽ ان موقعي تي ادبي ڪانفرنسون منعقد ڪرڻ توڙي مشاعري ۽ موسيقيءَ جي محفلن مچائڻ لاءِ به سرگرم رهيو.

سندس هڪ ڪتاب "قلندر لعل سيوهاڻي" 1969ع ۾ شايع ٿيو. ان کان سواءِ قلندر شهباز تي مقالا ۽ مضمون به لکندو رهيو. سوينيئر جي اشاعت ۾ به ڀاڱي ڀائيواري ڪندو رهندو هو هڪڙي مشاعري لاءِ پڻ هڪ مصرع يا طرح "قلندر تنهنجي نگريءَ ۾ سري بازار نچنداسين" ڏنائين ته شاعرن جي طبع موزون بنائي ڇڏيائين. پاڻ به ان تي طبع آزمائي ڪيائين. اهو مشاعرو بيشڪ يادگار مشاعرو هو.

منهنجي سائين تاج صحرائي جن سان واقفيت، سنڌي ادب جي ننڍڙي پالڪ جي حيثيت ۾، ننڍپڻ ۾ اسڪول ۽ ڪاليج جي زماني ۾ تي، پر ساڻس روبرو ملڻ، سن 1975ع ۾ ڪراچيءَ ۾ منعقد ٿيل بين الاقوامي سيمينار "سنڌ صدين کان" جي موقعي تي ٿيو. جڏهن پاڻ ان سيمينار جي ابتدائي تيارين جي سلسلي ۾، ايم. پي. اي هاسٽل ڪراچيءَ ۾ ترسيل هئا. آئون به اُنهن ڏينهن ۾ نوڪريءَ سانگي ڪراچيءَ ۾ رهندو هوس. پهرين ملاقات ۾ ئي موهي ڇڏيائون. مٿي ڄاڻايل سيمينار ۽ خاص ڪري ثقافتي نمائش جي ڪاميابيءَ جي سهرو سائين ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ سائين تاج صحرائي جن جي سر تي سونهي ٿو.

ان کان پوءِ ساڻس ملڻ جو سلسلو شروع ٿيو. جيڪو روبرو يا اڌ ملاقات جي صورت ۾ خطن وسيلي ٿيندو رهندو هئو. سندس لکيل خط انسان دوستي، مذهبي ڪٽرپڻي خلاف، سنڌ ۾ صحيح نموني سان تعليم

جي ڦهلاءَ توڙي سنڌ دوستيءَ جو سبق ڏيندا هئا. ڪيس سنڌ جي تاريخ، قديم آثارن جي حفاظت جو وڏو اونو رهندو هو. ان سلسلي ۾ پاڻ دادو هسٽاريڪل ۽ ڪلچرل سوسائٽيءَ جو قيام عمل ۾ آندو هئائون ۽ اهڙي ترغيب اسان کي به ڏيندا رهندا هئا. شڪارپور هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جو قيام به سندن ڪوشش جو نتيجو آهي. ان سوسائٽيءَ طرفان سن 1985ع ۾ "شڪارپور سيمينار" منعقد ڪرايو ويو. ان کان علاوه ٻيا به ڪيترائي پروگرام ڪرايا ويا آهن، خاص ڪري شڪارپور جي تاريخ، تهذيب، ثقافت وغيره جي موضوعن تي لکيل ۽ ٽڙيل پکڙيل مقالن ۽ مضمونن کي ترتيب ڏيئي، ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرايو ويو آهي ۽ اهو سلسلو اڃا تائين جاري آهي. اهو سڄو ڪم سائين تاج صحرائيءَ جي رهبريءَ رهنمائيءَ ۾ ٿيندو هو. ۽ هميشه اسان جي همت افزائي ڪندا رهندا هئا.

سائين تاج صحرائيءَ جو هڪ خواب هو ته سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ضلعن ۾ برپا ٿيل هسٽاريڪل سوسائٽين جي مرڪزي جوڙجڪ ڪري "سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي" جو قيام عمل ۾ آندو وڃي، جنهن ۾ ڪجهه اڳڀرائي به ٿي هئي ۽ ان سلسلي ۾ مرحوم عبدالله خان ورياه جون ڪوششون پڻ شامل هيون. جنهن ابتدائي طور تي سن 1987ع ۾ ٽنڊي آدم ۾ ڪجهه گڏجاڻيون به ڪوٺايون، پر اسان سنڌين جي سهپ ۽ پاڻ ۾ گڏجي ڪم نه ڪرڻ واري روايت ۽ عادت سبب سندس اهو خواب اڌورو رهجي ويو.

تاج صحرائيءَ جي زندگي سراپا آرٽ هئي. آرٽ هن جي اندر ۾ وڏو واسو ڪيو هو جنهن جو اظهار هن مختلف حوالن سان پئي ڪيو. 1948ع ۾ صحافت سان به لاڳاپيل رهيو ۽ دادوءَ مان هفتيوار "آواز" جاري ڪيائين، جنهن وڏي پذيرائي حاصل ڪئي. هو هڪ استاد هو ۽ پنهنجي ڪرت ۾ ڪمال حاصل هوس. دادوءَ جي طالب المولیٰ هاءِ اسڪول جا در و ديوار اڄ به هن جي تعليمي قابليت لاءِ شاهديون ڏيندا. هن جهان گرد انسان جي زندگي سنڌوءَ جي تڪ تار وانگر رهي. ٻي جنگ عظيم دوران خاڪسار تحريڪ جو رڪن رهيو ۽ سن 1947ع 10 آگسٽ کان 26 ڊسمبر تائين دهلي جيل ۾ قيد پڻ رهيو. اهي سڀ ڳالهيون جڏهن پاڻ بيان ڪندو هو تڏهن ڪو ڪانئس ٻڌي- جيڏو قلم تي ڪمال هوس، تيڏو ئي ڪلام تي. هو بهترين مقرر به هو.

جنهن به موضوع تي بيهي ڳالهائڻ لڳندو هو، تنهن تي دنيا جهان جي دانشورن جا نظريا بيان ڪرڻ سان گڏ شعر ۾ مثال پيش ڪري، سامعين ۽ حاضرين کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيندو هو. پاڻ پنهنجي همعصر دور جي عالمن، اديبن ۽ شاعرن ۾ نهايت نرالي ۽ منفرد حيثيت جو مالڪ هو. سندس حيثيت تي مون کي فارسي شاعر فرخي سيستانيءَ جو هيءُ شعر ٺهڪندڙ تو محسوس ٿئي:

"توڙي چنڊ ڪڪرن جي اوٽ ۾ اکين کان اوجهل ٿي وڃي،
تڏهن به اونداهون تہ نہ ٿيندو آهي، روشن ئي رهندو آهي... "



آزاد قاضي

# ماڻڪ ماهوڙي هليا : تاج صحرائي

علم ادب جو عاشق، قديم سنڌو تهذيب جي ڇپي ڇپي سان بي پناه چاهه رکندڙ ۽ علم ۽ عقل ۽ آثار قديمه جي بنياد تي، سنڌو تهذيب جي قدامت ۽ وسعت کان دنيا وارن کي روشناس ڪرائڻ خاطر، جاکوڙيندڙ سنڌ جو هيءُ عالم، جنهن کي دنيا تاج صحرائيءَ جي نالي سان سڃاڻي ٿي، ان جو خانداني نالو تاج محمد هو. پاڻ شڪارپور جي مياڻ نور محمد ميمڻ جي گهر 11 سيپٽمبر 1921ع تي جنم ورتائين. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعي جي مختلف اسڪولن مان حاصل ڪري 1942ع ۾ شڪارپور جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم پرائڻ لاءِ ڪراچيءَ ويو، جتي سندس خاڪسارن سان ملاقات ٿي. خاڪسارن جي جوش جذبي ۽ سادگيءَ کيس ايترو ته متاثر ڪيو جو سندس سرزمين ۾ باقاعدي حصو وٺڻ لڳو ايتري قدر جو ساڳئي سال يعني 1942ع ۾ ٿي بنگال ۾ آيل ڏڪار وقت خاڪسار شاگردن جو هڪ جٿو والنٽيئر طور وٺي ويو.

ان اوائلي دور ۾، تاج محمد، سنڌ جي صوفياڻي فڪر، نياز ۽ نوڙت واري اثر هيٺ "حقير" تخلص استعمال ڪندو هو، پر خاڪسار، جن جو مقصد ئي عوام ۾ جوش ۽ جذبو پيدا ڪرائڻ هو، تن کي سندس اهو تخلص نه آئڙيو، ۽ انهن جي ئي ڪوشش سان کيس نئون تخلص اختيار ڪرڻو پيو.

ان دور ۾ مولوي خير محمد نظاماڻي حيدرآباد مان "باب الاسلام" نالي اخبار ڪڍندو هو. خاڪسار تحريڪ ۾ سرگرم هئڻ ڪري، پاڻ ڪجهه عرصي لاءِ جيل هليو ويو. ان ڪري تاج محمد "حقير" کي مولوي خير محمد نظاماڻيءَ جي معاونت لاءِ حيدرآباد موڪليو ويو. اتي هو مير علي احمد خان ٽالپر جي بنگلي تي رهندو هو. مير علي احمد خان ميراڻي خاندان جو هڪ جوشيلو خاڪسار هو، جنهن جي آستاني تي ڪيترن ئي عالمن، اديبن،

شاعرن ۽ صحافين جون دستوري ڪچهريون ٿينديون هيون، جن ۾ تاج محمد "حقير" پڻ حصو وٺندو هو. ان دور جو ذڪر ڪندي پاڻ لکي ٿو: "هڪ ڏينهن هڪ وڏي قومي ۽ ترقي پسند شاعر، اديب ۽ مفڪر کي منهنجو اهو تخلص "حقير" پسند نه آيو ۽ منهنجي ان تخلص جي تبديليءَ تي وري وري اصرار ڪندو رهيو. ان ڏينهن مان ڪل ڪل ۾ "حقير" مان "صحرائي" تي ويس."

چون ٿا ته جهڙيءَ ريت، رنگ ۽ ساخت جو انساني سياءَ تي گهرو اثر پوي ٿو، جنهن جي بنياد تي انساني سڌاري جا ڪيترائي ڪامياب تجربا ڪيا ويا آهن، ساڳي ريت، تخلص جو پڻ انسانن جي زندگيءَ تي اثر ٿئي ٿو. اهڙوئي واقعو تاج صاحب سان پڻ پيش آيو. جو صحرائي لقب جي لکيت ۾ اچي، سڄي عمر ڪاڇي ڪوهستان جي صحرائن ۾ سفر ڪندو رهيو. جيڪڏهن پاهر به ويو ته لبيا جهڙي ملڪ، جنهن جو به وڏو حصو صحرا تي مشتمل آهي.

1945ع ۾ تاج صحرائي صاحب جي والد بزرگوار رحلت ڪئي، انڪري، ڪيس تعليم اڌ ۾ ڇڏي، پيٽ گذران لاءِ نوڪري ڪرڻي پيئي. اهڙيءَ ريت، پاڻ سيوهڻ ۾ سڪونت اختيار ڪري، اتي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. پر پوءِ به خاڪسارن ۽ حريت پسندن سان، سندس سهڪار برقرار رهيو: جنهن جي نتيجي ۾ ڪيس جيل ياترا پڻ ڪرڻي پيئي: سا به اهڙي وقت جڏهن نئدي ڪنڊ جو ورهاڱو ڪيو پئي ويو. نئدي ڪنڊ جي آزاديءَ جي نالي ۾ ٿيل ورهاڱي واري ان تحريڪ ۾ سندس چوائڻي: "دين ڌرم جي نالي ۾ وهندڙ خون ۽ رت ۾ آڱريون آليون ٿيون ۽ گولين مان به گذرڻو پيو." ان خوني هلچل واري دور ۾ ڪيس 10 آگسٽ کان 26 ڊسمبر 1947ع تائين دهلي جيل جي هوا کائڻي پيئي.

نئدي ڪنڊ ۾ آيل ان تبديليءَ کان پوءِ، پاڻ دوستن جي اصرار تي 1948ع ۾ سيوهڻ کي ڇڏي وڃي، دادو شهر پيڙو ٿيو ۽ اتان هفتيوار "آواز" نالي اخبار جاري ڪيائين: پر پوءِ 1952ع کان طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادوءَ ۾ ملازمت اختيار ڪري، مڪمل طور درس ۽ تدريس واري پيشي سان لاڳاپجي ويو. درس ۽ تدريس جهڙي پيشي سان لاڳاپجڻ ڪانپوءِ علمي ماحول ڏانهن سندس گهرو لڳاءُ ٿيندو ويو. جنهن ڪري علم کي هر عام ماڻهوءَ تائين پهچائڻ لاءِ، هن پبلڪ لائبريري قائم ڪرڻ جي ڪوشش

ڪئي، جنهن ۾ آخرڪار ڪامياب ٿيو ۽ 1968ع ۾ علامہ آءِ آءِ قاضي جي نالي ۾ هڪ لائبريري قائم ڪري ورتائين. درس ۽ تدريس واري ان عمل دوران هو ذاتي مشاهدي ۽ مطالعي جي آڌار تي، سنڌ جي قديم آثارن، ماڳن مڪانن، دڙن پڙن ۽ ڊنڊن ڊورن بابت پڻ مشاهدو ڪندو رهيو. آثار قديمہ واري ان شوق سبب کيس 1971ع ۾ سنڌ ميوزم حيدرآباد جي پهرئين اسسٽنٽ ڊائريڪٽر طور مقرر ڪيو ويو جتي پاڻ مارچ 1971ع کان جون 1972ع تائين ڪم ڪندو رهيو.

1954ع کان لال شهباز ميلي ڪميٽيءَ جي غيرسرڪاري ميمبر طور ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين ۽ اها سندس ذاتي ڪوشش ٿي هئي، جنهن ڪري شاهہ عبداللطيف ڪانفرنس وانگر لال شهباز جي ميلي واري موقعي تي پڻ ادبي ڪانفرنس جو بنياد پيو. جنهن ڪري رڳو قلندر لال جي ذات تائين محدود نہ ڪيو ويو، پر سيوهڻ جي قدامت ۽ علمي ادبي ۽ تاريخي حيثيت جي مدنظر ان کي وسيع ڪيو ويو؛ جنهن ڪري، تاريخ جي مختلف دورن ۾، مالا مال رهندڙ هن پرڳڻي بابت مختلف حوالن سان تحقيق جا دروازا کلي پيا.

سنڌ جي قديم ورثي سان سندس اهو شوق ٿي هو، جنهن ڪري سنڌ سرڪار پاران 1975ع ۾ منعقد ڪرايل عالمي سطح جي سيمينار "سنڌ صدين کان" جي موقعي تي، کيس، "سنڌ جي دولت" جي نمائش ڪرائڻ جي ذميواري ڏني ويئي؛ جنهن کي هن خوش اسلوبيءَ سان نيائي صدين کان سنڌ جي خوشحال ۽ دولتمند ملڪ هئڻ واري فڪر جو عالمي اسڪالرن اڳيان نماءُ ڪيو.

علم، ادب ۽ ثقافتي سرگرمين سان دلچسپي رکڻ کان سواءِ، تاج صحرائي هڪ بهترين منتظم ۽ استاد پڻ هو، انڪري 1977ع ۾ ٽرپولي (لبيا) ۾ ٿيندڙ دنيا جي استادن واري ميڙاڪي ۾، پاڪستان جي مڙني استادن جي نمائندگي ڪيائين.

تاج صحرائيءَ کي هوندئن تہ سنڌ جي چپي چپي سان لڳاءُ هوندو هو، پر دادوءَ ۾ مستقل رهائش هئڻ سبب دادوءَ سان سندس وڌيڪ دلچسپي هئي. پاڻ ڪو بہ اهڙو موقعو هٿان نہ وڃائيندو هو جنهن سان دادوءَ جي حوالي سان ٿي سهي، پر سنڌ جو ذڪر ڪري سگهجي. اهو ئي سبب هو جو ضياءَ الحق جي دور ۾ جڏهن گورنر ايس.ايم عباسيءَ رني ڪوٽ جي حوالي سان

معلومات حاصل ڪرڻ جي خواهش ظاهر ڪئي ته تاج صحرائي مختلف دوستن جي سهڪار سان پهريان ضلعي ڪائونسل دادوءَ پاران ”دادو جو قديم ورثو“ عنوان سان 1980ع ۾ سيمينار سڏايو. ان ڪانپوءِ سنڌ سرڪار جي تعاون سان مارچ 1981ع ۾ رني ڪوٽ ۾ ”رني ڪوٽ عالمي سيمينار“ پڻ سڏايو جنهن ڪري دنيا ۽ پاڪستان وارا هن قديم ترين ۽ پُروقار سنڌ جي ورثي کان واقف ٿيا.

تاج صحرائي عملي ماڻهو هو. پاڻ نه رڳو ڪتابن جو مطالعو ڪندو هو پر ڪتابن ۾ آيل حقيقتن کي سمجهڻ، پرکڻ، پرورڻ ۽ ڪا نئين معلومات مهيا ڪرڻ لاءِ ڪشالا ڪڍي، جهر جهنگ جهاڳي، ان کان پوءِ ئي پنهنجي طرفان ڪا راءِ قائم ڪندو هو. تاج صاحب پنهنجي صحرائي شوق جي پورائي طور جن به ماڳن، بنين، ڪوٽن، ڪوڏيرن، دڙن، گبرٻندن، سنڌن، چشمن، واهين، غارن ۽ قبرستانن جي باري ۾ لکيو، تن کي هو سنڌو ماتريءَ جي تهذيب وارو نالو ڏيئي محدود ڪرڻ بدران، سنڌو تهذيب جو نالو ڏيندو هو. چاڪاڻ ته سندس چوڻ هو ته ”سنڌو تهذيب جي منڍ واري دور کان وٺي پڇاڙي يا پوئين دور تائين سنڌو تهذيب جي اثر جو دائرو سنڌو ماتريءَ کان ٻاهر به اوله اوير ۽ ڏکڻ اوير تائين رهيو آهي.“ اهي ماڳ مڪان هُن هڪ ڪان وڏيڪ ڀيرا ڏٺا، گهميا ۽ انهن بابت مختلف ماڻهن سان بحث مباحثا ڪيا. ڪن واسطيدار موضوعن بابت دنيا جي مشهور ۽ معروف عالمن، مؤرخن ۽ محققن جا حوالا ڪتابن مان چونڊي، انگريزي ۽ ٻين ٻولين مان ترجمي سان گڏ پيش ڪيائين. مواد کي جامع بنائڻ لاءِ ڪي تصويرون ۽ خاڪا پڻ مقصد کي واضح ڪرڻ لاءِ ڏيڻ ضروري سمجهيائين.

قديم زماني کان سنڌوتهذيب جي وسعت سبب ان جو لاڳاپو سميري ۽ بابلي تهذيب کان سواءِ دنيا جي مختلف خطن جي تهذيب سان پڻ پئي رهيو آهي، انڪري تاج صحرائي جڏهن سنڌو تهذيب کي سمجهڻ سمجهائڻ واري مقصد سان تحقيق شروع ڪئي. تڏهن ان کي جامع طور سمجهائڻ لاءِ، ڀيٽا طور، سنڌ جي قديم آثارن کان سواءِ دنيا جي ٻين ملڪن جي قديم آثارن، قومن جي پراڻن وسنتين، ڪن عقيدن ۽ رسمن جو پڻ، مختصر پر جامع، احوال ڏيڻ جي ڪوشش ڪيائين. ان معلومات حاصل ڪرڻ

لاءِ کيس جي ٽڪر ٽاڪٽا پيا، ۽ صحرائن جون صحرا نورديون ڪرڻيون پيون، تن دوران هو اڪيلو ڪونه هو هُن دنيا جي ڀين ڪيترن ئي ملڪن جي هم پيشا اسڪالرن سان گڏجي سنڌو تهذيب جيَ کوجنا (Discovery) لاءِ جهنگ، جهر، ويرانا ۽ واهڻ وڙڙيا. سنڌو تهذيب جي ان قديم معلومات لاءِ هن دنيا جي جن اسڪالرن سان سهڪاري ٿي کين معلومات مهيا ڪرڻ ۾ مدد ڪئي، تن ۾ جرمني جو ڊاڪٽر "مائيڪل جانسين"، پروفيسر "ليڊي اليگزينڊر جانسين"، ڊاڪٽر "اٽي"، ڊاڪٽر "هنس سان" اٽليءَ جو پروفيسر "ماسا توشي"، جاپان جو "تاڪيشي گوتوھ"، سئزرلينڊ جو "ايل لاويزري" ۽ سنڌ ۽ سنڌوتهذيب سان گهرو لڳاءُ رکندڙ آمريڪا جو "لوئس فليم" قابل ذڪر آهن. اهڙيءَ ريت هن پنهنجيَ وس ۽ وت کان وڌيڪ ڪوشش ونبي، سنڌو تهذيب کان دنيا وارن کي واقفَ ڪرائڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ۽ اڳتي هلي 1989ع ۾ هن پنهنجي ان پورهيي کي ساڳئي نالي يعني "سنڌو تهذيب" عنوان سان ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪرايو. جنهن ۾ هن وڏي پيار، پاڀوھ ۽ اٿاھ عشق سان قديم ۽ شاندار سنڌو تهذيب کي کوجنا وسيلي نکاري نروار ڪرڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي، جنهن ۾ حوالن ۽ دليلن سان هو لکي ٿو ته "سميرجيَ تهذيب (2900 ق.م) ۽ مصر جي تهذيب (3200 ق.م) کان سنڌو تهذيب اٽڪل ٻن هزارن سالن کان به وڌيڪ پراڻي آهي. جنهن ڪري اهو چوڻ غلط آهي ته سنڌ جون تهذيبون (Civilizations) مصر يا سميرجي تهذيبن جو نقل آهن."

قديم دور کان سنڌو تهذيب جو تعلق پاڻيءَ واري ڪلچر سان رهيو آهي، اهو ئي سبب آهي جو جيڪي به ڏڙا ۽ ڀڙا مليا آهن اهي پاڻيءَ جي سهاري سبب، ڪنهن نه ڪنهن ڍنڍ يا درياهي وهڪري جي ڪناري سان آهن. ان حقيقت جي مدنظر تاج صحرائي سنڌوتهذيب جي ڳولا ۾ نه رڳو صحرانوردي ڪئي، پر پوئين دور ۾ پاڻ سنڌو تهذيب جي قديم ترين پر اڃا تائين زنده جاويد نشان منڇرجي موجن ۽ مهاڻن جي زندگيءَ ۽ پکين جي پروازن جو مطالعو ۽ مشاهدو ڪري، ان کان ٻاهرين دنيا وارن کيَ واقف ڪرڻ لاءِ Lake Manchhar عنوان سان انگريزيءَ ۾ ڪتاب لکيو. جنهن لاءِ سندس چوڻ هو ته:

My simple Experience about Lake Manchhar, the first and the oldest seat of sindhu-Sindhi Cultures (5)

منڇر ڍنڍ بابت لکيل ان ڪتاب ۾ صحرائي صاحب قديم ڪلچر کي سمجهڻ لاءِ منڇر جي مختلف پهلوئن بابت لکيو. ان سان لاڳاپيل ڪئين تصويرون ۽ نقشا ڏنا آهن. ايتري ۽ محنت کان پوءِ به ڪيس ان ڳالهه جو احساس هو ته قديم سنڌو تهذيب جو اهو اٿاهه خزانو آهي، انڪري 200 صفحن جي ان ڪتاب لکڻ کانپوءِ به پاڻ لکيائين ته:

This book is a token of my love, homage and affection for this soil of Sindh and for the lake and Mohannas of Manchhar. (6)

ڍنڍن، ڍورن صحرائن جي سفر ڪندڙ اسان جي هن اسڪالر جو ان سلسلي ۾ ٻيو وڏو ڪارنامو قديم دور جي سنڌي وڻجارن بابت ڪيل ڪوجنا "پڻي لوڪ: رگ ويد جي دور جا سنڌي وڻجارا، ناڪئا" آهي، جنهن ۾ هن سنڌي وڻجارن جي قديم وڻج واپار بابت ڪيترين ئي نيون حقيقتون پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيون آهن. سنڌ ۾ کيرٿر جبل جي گورک چوٽي هڪ اهم تفريح گاهه ۽ منفرد ماڳ آهي. سنڌ سرڪار جڏهن ان طرف متوجهه ٿي ته ان جي اهميت ۽ افاديت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ صحرائي صاحب، ان موضوع تي ڪتابڙو: "دادو ضلعو: جاگرافي ۽ تاريخ جي آئيني ۾" ۽ "کيرٿر جبل گورک چوٽي" پڻ لکيو جنهن ۾ گورک چوٽيءَ بابت تاريخي معلومات پيش ڪيل آهي.

تاج صحرائي جي آرڪيالاجي ۽ علم ۽ ادب کان سواءِ گيان وگيان (Knowledge and Science) سان پڻ گهري وابستگي هئي، جنهن جو هو سنڄي عمر طالب رهيو. ان طلب جي تنوار ئي ڪانئس پوءِ "ٽيٽين ننڍ اکوڙ" جهڙو تحقيقي ڪم ڪرايو، جنهن ۾ هن حضرت شاهه لطيف جي عقيدتمند شيدائي هئڻ کان وڌيڪ علمي ۽ عقلي بنيادن تي پرکيندڙ ۽ پرائيندڙ پارکوءَ وارو انداز اختيار ڪيو آهي. اسان جي سنڌي سماج ۾ قديم دور کان وڏڙين ڏاڏين ۽ نانين پاران ٻارڙن جي پرورش ۽ پالنا ٿيندي پيئي اچي، تنهن جو هڪ فائدو اهو به آهي ته ان سان ٻارڙن کي ننڍڻ کان ئي ٻاباڻي ٻوليءَ جي ڪيترن نصيحت آميز نقطن سان گڏوگڏ، صوفي شاعرن خاص طور تي حضرت شاهه عبداللطيف جو لافاني فڪر، صاف ۽ شفاف سيني واري ڦرهيءَ تي اڻ محسوس ٿيندڙ انداز ۾ آهستي آهستي پنهنجا اٽمٽ نقش ڇڏيندو

رهي ٿو. اهو ايترو تہ وڻندڙ وکر آهي جو پئي پراڻو نہ ٿو ٿئي. پر وقت گذرڻ سان، اهو ايترو تہ پکو ۽ پختو ٿيندو وڃي ٿو جو "رچي جي ريتو ٿيا، تن لهي نہ لالي" واڱر اٿمٽ ٿيو پوي. شاهہ لطيف جي سلسلي ۾ تاج صحرائيءَ جو پڻ ساڳيو حال هو. ان ڳالهہ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو: "پينگهي ڪان وٺي اڄ ڏينهن تائين لطيف جو مطالعو عبادت ۽ سعادت سمجهي ڪندو اچان ٿو. اها منهنجي امڙ جي هدايت ۽ وصيت آهي". سندس من ۾ شاهہ لطيف جي فن ۽ فڪر بابت جا طلب هئي، جنهن جي تتوار ڪيس "تيٿين ننڍ اکوڙ" جهڙو ڪتاب لکرايو، جنهن ۾ پاڻ شاهہ لطيف جي فلسفي ۾ انساني قدرن کي گيان و گيآن واري روپ ۾ نت نئين انداز سان پرکڻ ۽ پروڙڻ جي ڪوشش ڪيائين. ان ڪتاب ۾ هن شاهہ صاحب جي ڪلام ۾ آيل انساني قدرن جهڙوڪ: سچ، الفت ۽ ايڪو، پورهيو ۽ محنت، علم ۽ آزادي ۽ بهادري، توهم پرستي جي نفي ۽ ساٿيہ جي سک جهڙن اعليٰ قدرن (Values) کي سمجهڻ لاءِ گئليلو، سقراط، ارسطو ۽ افلاطون جهڙن جڳ مشهور عالمن ۽ مفڪرن جي علم مان استفادو ڪري، ان جيءَ روشنيءَ ۾، شاهہ صاحب جي ڪلام مانْ حِظ حاصل ڪرڻ لاءِ سائنسي طريقو اختيار ڪيائين.

شاهہ لطيف بابت سندس اهو ڪم جيتوڻيڪ نرالو ۽ معياري حوالي سان عالمي درجي جو آهي، پر اهو جيئن تہ سنڌيءَ ۾ لکيل آهي، ان ڪري ان کي اهڙا مجتا ملي نہ سگهي، جيڪا ملڻ گهربي هئي، جاڪاڻ تہ ذڪر ڪيل قدرن کي جيتوڻيڪ هن نہ رڳو سنڌ جي تاريخ ۽ قديم روايتن جي روشنيءَ ۾ پرکيو آهي، پر انهن کي مٿي ذڪر ڪيل جڳ مشهور مفڪرن جي فڪر سان سينگاري، انهن کي سنڌ جي سماج لاءِ ڪارگر ۽ ڪارآمد ثابت ڪيو آهي. شاهہ لطيف کي ان معيار تي پرکڻ، پروڙڻ ۽ عوام اڳيان روشناس ڪرائڻ واري اها شروعاتي ڪوشش سنڌيءَ ۾ هئي، جنهن کي اڳتي عالمي دنيا لاءِ انگريزيءَ ۾ آڻڻو هو، پر هُن اها ڪوشش بہ ان وقت شروع ڪئي، جڏهن فلمي دنيا جي هڪ عورت جي طنزيہ جملي سندس ستل ذهن واري پولار کي خواب غفلت مان بيدار ڪري ڪم ڪرڻ تي اتساهيو:

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، پريان سندي پيچري.

اهڙي روئداد جو ذڪر ڪندي صحرائي صاحب لکي ٿو: ”مان پاڻ کي انهن ڏوهي ليکڪن ۾ شمار ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، جن انسان ذات جي هڪ عظيم دوست، مفڪر ۽ مهاڪوي شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کي ٻاهرين دنيا سان روشناس ڪرڻ ۽ ڪرائڻ لاءِ ڪجهه به نه يا تمام گهٽ ڪوشش، محنت ۽ ڪم ڪيو آهي. اهو خيال مون کي ان وقت آيو، جڏهن مرزا غالب، جي ڪلاسيڪي فلم ڏسي رهيو هئس. ان فلم ۾ هڪ طوائف چيو ”هندستان تي مرزا غالب جو جيڪو قرض چڙهندو ٿو وڃي سو ڪير ڇُڪائيندو.“

سنڌ جي هر شيءِ سان صحرائيءَ جو جڻ ته عشق هو، انڪري جنهن وقت پاڻ سنڌ ۽ سنڌو تهذيب توڙي شاهه لطيف جي فڪر بابت تحقيقي انداز ۾ لکي ٿو، تڏهن ائين محسوس پيو ٿئي، ڄڻ ته ڪي سندس اندر مان سانوڻ مِن پانوڻ واري منداٽي مينهن جون اوڙڪون اُڌما ڏيئي نڪري رهيون هجن، ڇاڪاڻ ته سندس اهڙين لکڻين مان سنڌ سان محبت وارو سمنڊ ڇوليون ماريندي محسوس ٿئي ٿو.

صحرائي صاحب عملي ماڻهو هو، ادبي توڙي سياسي سرگرمين ۾ حصي وٺڻ سبب، سندس سياسي توڙي ادبي دنيا جي وڏن وڏن ليڊرن سان سٺيءَ طرح چاڻ سڃاڻ رهي. انڪري ڪيس سياسي ماحول ۾ اسرندڙ مختلف تحريڪن جي منفي توڙي مثبت پاسن جي واقفيت هئي؛ ۽ انهن مان ڪيترين جو پاڻ اکين ڏٺو شاهد پڻ هو. شاگرديءَ واري دور کان سرگرم عمل رهڻ، اڳتي هلي استاد واري منصب تي پهچڻ، انهن پنهي حيثيتن سبب ڪيس تعليم ۽ درس ۽ تدريس جي نظام ۽ نصاب ۾ وقت بوقت آيل تبديلين ۽ انهن جي ڪارڪردگي جو بخوبي تجربو هو. ان حوالي سان شاهه لطيف بابت معيار ۽ مقدار واري حوالي سان هوشڪايتي انداز ۾ چوندو هو: ”سچ ته اسان سڀ سنڌي استاد ۽ عالم، شاعر ۽ اديب، مفڪر محقق شاهه لطيف جا قرضي آهيون! شايد ئي ڪو بدبخت هجي جيڪو ان حقيقت کان انڪار ڪري ۽ پاڻ کي شاهه لطيف جي قرض کان آجو سمجهي.“

تاج صحرائي صاحب کي سندس خدمتن جي ميڃتا طور سنڌ سرڪار پاران 1971ع ۾ فرسٽ ڪلاس سند ڏني ويئي، ۽ 1991ع ۾ پاڪستان سرڪار پاران پرائيڊ آف پرفارمنس جهڙي اعزاز سان نوازيو ويو.

افسوس جو ڪيس زندگيءَ ساٿ نہ ڏنو ۽ سندس شاھ لطيف ۽ سنڌو تهذيب بابت وڏيڪ ڪم ڪرڻ واري خواهش اڌوري رهجي ويئي. سندس اهڙيون ڪيتريون ئي خواهشون پوريون ٿيون تہ ڪي اڌوريون رهجي ويون.. اهڙيون ڪيتريون ئي پيون خواهشون اندر ۾ سانڍي، اسان جو هي ڏاهو محقق 28 آڪٽوبر 2002ع تي هن دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

سندس علمي ورثي ۾ مختلف لکيل مقالن ڪانسواءِ هيٺ ذڪر ڪيل مواد شامل آهي:

1. تصوير درد (1946ع)
2. سنڌو تهذيب (1989ع)
3. "پٽي لوڪ: رگ ويد جي دور جا سنڌي، وڻجارا، ناڪٿا" (1999ع)
4. دادو ضلعو: جاگرافي ۽ تاريخ جي آئيني ۾: ڪيرٿر جبل، گورک چوٽي (1999ع)
5. نيٽين نند اکوڙ (2000ع)
6. Lake Manchhar 1997

**حوالا:**


1. صحرائي، تاج محمد، سنڌو تهذيب، ڇاپو پهريون، ڪيرٿر پبلشرز دادو 1989ع، ص: 5
2. صحرائي، تاج، نيٽين نند اکوڙ، ڇاپو پهريون، سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ حيدرآباد 2000 ص: 5
3. صحرائي، تاج، نيٽين نند اکوڙ، ڇاپو پهريون، سنڌ ايڊيوڪيشن ٽرسٽ حيدرآباد 2000 ص: 7.
4. صحرائي تاج، سنڌو تهذيب، ڇاپو پهريون، ڪيرٿر پبلشرز دادو 1989ع ص: 30
5. Sahrai, Taj Mohammad-Lake Manchhar, First Edition, Sindhi Kitab Ghar, Karachi, 1997, P.5.
6. صحرائي تاج، "نيٽين نند اکوڙ "حوالو ص :19
7. ماهوار "نئين زندگي" حيدرآباد جولاءِ 2002ع
8. ساڳيو حوالو




امام علي ڏيٿو

## موهن جي دڙي جو آخري شخص: ”تاج صحرائي“

مان انتهائي ننڍڙو ماڻهو آهيان، منهنجون علمي ۽ ادبي ميدان ۾ ڪي به Contributions ڪونهن. بس هِڪ اڌ مضمون لکيو اٿم ۽ هِڪ اڌ سيمينار يا ادبي ويهڪن ۾ شريڪ ٿيڻ يا مقالن پڙهڻ جو موقعو مليو اٿم پر هِن وقت ته مان اجا وڌيڪ مشڪل ٿو محسوس ڪريان، جڏهن اسان جي محترم سائين پروفيسر اعجاز قريشي صاحب ڪان هدايت ملي اٿم ته آئون تاج صحرائي تي سندس ورسيءَ جي مناسبت سان مضمون لکي ڏيان. ڪٿي هيءُ ناچيز ۽ جيتامڙو ۽ ڪٿي سائين تاج صحرائي صاحب جي شخصيت! اصل ۾ هيءُ مضمون مونکان لکرائڻ لاءِ اعجاز قريشي صاحب جو intention به سمجهه ۾ ايندڙ آهي.جبتوڻيڪ تاج صحرائي صاحب سان منهنجي گهٽي ڇا پر ٿورڙي به ويجهڙائي ڪانه هئي. ير پن موقعن تي ساڻس ڪافي وقت گذارڻ ۽ ساڻس تفصيلي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جو موقعو ضرور مليو هو، جنهن شبب سندس شخصيت تي هِڪ مضمون لکڻ جيترو مواد ضرور هٿ لڳو آهي.

منهنجو تاج صحرائي صاحب سان پهريون ڀيرو رابطو تڏهن ٿيو جڏهن ڪاوش اخبار پاران نئين هزاريءَ جي آمد جي حوالي سان 1999ع جي ڊسمبر مهيني جي آخري هفتي ۾ اسين (تڏهن آئون ڪاوش اخبار جو اسٽاف رپورٽر هئس) مختلف موضوعن تي سيمينارن ۽ ٻين ويهڪن ڪرڻ جو اهتمام ڪري رهيا هئاسين. اداري پاران مون تي assignment رکي ويئي ته ”سنڌ ۾ تعليم“ جي حوالي سان اهو جائزو وٺون ته ويهين صديءَ ۾ سنڌ تعليمي ميدان ۾ ڇا حاصل ڪيو؟ ۽ ”بهتر تعليم لاءِ تجويزون“ جي عنوان هيٺ پريس ڪلب حيدرآباد ۾ هڪ تقريب رٿي ويئي.

سنڌ جا ان وقت تعليمي ميدان ۾ ڪهڙا اهم نالا ٿي سگهيا ٿي؟ مون پنهنجيءَ پر ۾ هِڪ پني تي نالن جي فهرست ٺاهي ته جيئن انهن کي ان

پروگرام ۾ دعوت ڏئي گهرائي سگهان. ايتري ۾ ڪنهن پئي هنڌان تاج صحرائي صاحب جو نالو مليو. جيڪو پڻ ان فهرست ۾ شامل ٿيو.

مون هٿ ڪيل ٽيليفون نمبر تي دادوءَ ڪال ڪئي. پريان تاج صحرائي پاڻ فون اٽينڊ ڪئي. مون تعارف ڪرايو ۽ پروگرام ڪرائڻ جو مقصد بيان ڪندي کين گذارش ڪئي ته ذڪر ڪيل موضوع تي تياري ڪري اچن. جواب مليو "ها بابا ضرور اچبو."

مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته پروگرام جو ٽائيم صبح جا 11 وڳا طئه ڪيو ويو هو. جيئن ته اسان وٽ ٽائيم جي پابندي وارا معاملا سمجهائڻ جي ڪنهن کي ضرورت ان ڪريءَ ڪونهي جو هرڪو ڄاڻي ٿو ته اسان وٽ سئو سيڪڙو پروگرام يا تقريبون ليٽ سان شروع ٿين ٿيون. انهيءَ پس منظر ۾ مون به اهو ٿي سوچيو ته يارهين معنيٰ هِڪ وڳيا پوري 11 وڳي مان هِڪ عدد بئنر ۽ ٻيو ضروري سامان کڻي جڏهن پريس ڪلب جي آڊيٽوريم ۾ گهڙيس ته سامهون ويٺل اڪيلي شخص مون ڏانهن ڏٺو ۽ چوڻ لڳو بابا ڪوئي ڏيتو صاحب آهي ڪاوش جو رپورٽر ان گهرايو آهي، پاڻ ڪٿي آهي؟ مان سچ پچ ته ڏاڍو پيشمان ٿيس، جڏهن گهڙيءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيائين ته پورا يارنهن ٿيا آهن. مان ڪراڙو مڙس ۽ بيمار به آهيان، پوءِ به دادوءَ مان هتي ٽائيم تي پهچي ويو آهيان: ۽ اوهين نوجوان آهيو ۽ ميزبان الڳ، پوءِ به پيا ديريون ڪريو. پاڻ جڏهن پنهنجو تعارف تاج صحرائي طور ڪرايائين ته منهنجيءَ دل ۾ چڻ ته خوشيءَ جي لهر پيدا ٿي، مون کي اطمينان ٿيو ته تاج صاحب لاءِ جيڪو ٻڌو هئم، تيئن واقعي به هيءُ شخص اهي سڀ تعريفون لهڻي.

سندس طبيعت جي سنجيدگيءَ جي حد هئي. پاڻ ٻڌايائين ته هو سخت بخار ۾ ورتل آهي، پر هو فقط ان واعدي ڪي پاڙڻ لاءِ آيو آهي: جنهن لاءِ هُن چيو هو ته، "ضرور اچبو". پاڻ 40 صفحن تي مشتمل تجويزون مونکي هٿ ۾ ڏيندي معذرت ڪيائين ته طبيعت جي ناچاڪائيءَ سبب هو هتي وڌيڪ ويهڻ ۽ ڳالهائڻ کان قاصر آهي. باقي هنن صفحن تي هُن سنڌ جي تعليمي ميدان ۾ بهتري آڻڻ واسطي تفصيلي تجويزون لکي ڏنيون آهن. اهو ڏينهن هيءُ ڏينهن، آئون سندس مداح رهيو آهيان. ان کان پوءِ جي مون کي هِڪ ٻيو ڀرپور موقعو مليو ته آئون سندس تفصيلي انٽرويو ڪريان ۽ نيٺ هن

جي دادوءَ واري گهر ۾ منهنجي اها حسرت بہ پوري ٿي. مون چئن ڪلاڪن ۾ سندس انٽرويو مڪمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر سندس ڳالهيون ايڏيون دلچسپ ۽ تاريخي هيون، جو مون انٽرويو دوران ڪيس قطعي بہ Intrupt نہ ڪيو. ائين پاڻ بہ دل کولي ڳالهايائين.

هي شايد 2002ع جي ڳالهہ آهي، جڏهن مون کي اها مبارڪ گهڙي نصيب ٿي. پر هتي هڪ ڪڙو سچ اهو بہ ڳالهائيندو هلان تہ هڪ انتهائي سنجيده شخص کان انٽرويو ڪرڻ لاءِ مون جهڙي انتهائي غيرسنجيده شخص جي چونڊ مناسب نہ هئي. هيءَ چونڊ بہ پروفيسر اعجاز قريشي صاحب جي هئي، ۽ ان ئي هن کان وقت گهريو ۽ مون کي اها اسائينمينٽ ڏنائين تہ آئون سندس انٽرويو ڪري اچان. ٿيو ڪجهہ هيئن تہ اهو انٽرويو رڪارڊ ڪيو ويو هو، جيڪو چئن آڊيو ڪيسٽس تي هو. پر خبر ناهي تہ اها خطا مون کان ڪيئن ٿي جو اهي چارئي ڪيسٽيون مون کان گم ٿي ويون. جيڪي اڄ سوڌو هٿ نہ آيون. ائين هڪ Genious شخص جو سربستو حال احوال، سندس ئي زباني خبر ناهي ڪيڏانهن گم ٿي ويو. مون زندگيءَ ۾ جيڪڏهن ڪي ڪُڌا ڪم ڪيا آهن تہ هيءُ بہ انهن مان هڪ آهي. مون کي اهي ڪيسٽون ساهہ ۾ سانڍڻ ڪپنديون هيون پر اصل ۾ جڏهن منهنجي ٽرانسفر ٽنڊي محمد خان کان ٿي ٿي، تڏهن انهيءَ لڏ پلاڻ ۾ اُهي ڪيسٽون بہ هيٺ مٿي ٿي ويون. بهرحال هڪ شرمساريءَ ۽ غير سنجيدگيءَ جو احساس آهي، جيڪو هميشہ منهنجي ضمير کي جهنجهوڙيندو رهي ٿو. اڄ جڏهن سنڌ ڌرتيءَ جي اُن عظيم فرزند تي قلم کنيو اٿم، تڏهن اهو احساس اڃا بہ وڌيڪ شدت سان مُنهنجي لاءِ پريشاني جو سبب بڻجي ويو آهي.

جيتوڻيڪ هِن وقت مون وٽ صحرائيءَ صاحب جو اهو يادگار انٽرويو محفوظ تہ ڪونهي پر ان انٽرويو جون ڪيتريون ڳالهيون اڄ بہ ياد آهن. پاڻ انهن سيني ڳالهين تي دل کولي ڳالهايو هئائين، جن تي پاڻ اڳ ڪڏهن بہ نہ ڳالهايو هئائين. سندس ننڍپڻ جا ڏينهن، جواني جا ٽي سال، هندستان هليو وڃڻ، اتي جا معاشقا، وري واپس اچي تعليم کي ٻيهر جاري رکڻ، شاعري جو احوال، مٽ مائٽ، سياست ۾ ڪردار، خاص طور تي ورهاڱي کان اڳ خاڪسار تحريڪ ۾ سندس ڀرپور حصو وٺڻ ۽ جيل ياترا ڪرڻ، ورهاڱي

ڪانپوءِ لوڪل سياست ۾ سندس ڪردار مطلب تہ ان سڄي انٽرويوءَ مان جيڪا ڳالهہ مون Conceive ڪئي، سا اِها هئي تہ هُو باڪمال شخص هو. خبر نہ ٿي پوي، تہ هُن زندگيءَ جي مختلف شعبن لاءِ هِڪ ٿي وقت پاڻ کي ڪيئن وقف ڪري ڇڏيو هو ۽ پاڻ کي انهن شعبن ۾ فِٽ ڪيئن ڪيو هو.

پاڻ هڪ سياستدان هو، هِڪ مڪمل سماج سڌارڪ بہ، ساڳيءَ ريت هِڪ استاد، محقق ۽ آرڪيالاجسٽ بہ!! اهي سڀ شعبا سندس دلچسپيءَ جو ڪارڻ هئا، ۽ پاڻ سموري زندگي پاڻ کي انتهائي مصروف رکي سيني شعبن سان انصاف ڪري ويو ۽ هُا هن جو لطيف شناسيءَ ۾ بہ الڳ مقام هو.

سنڌي صحافت ۾ تي سال ڪو گهڻو عرصو ڪونهي. پر ان مختصر عرصي دوران مون کي سنڌ جي لڳ ڀڳ سمورن نالي وارن اديبن جا يا تہ انٽرويوز ڪرڻ جو موقعو مليو يا وري انهن سان ويجهي رهڻ جو شرف نصيب ٿيو آهي. آئون هتي انهن جو ڪو تقابلي جائزو نہ ٿو وٺان پر ذاتي طرح اها ڳالهہ ضرور چوندس تہ آئون تاج صحرائي صاحب جي شخصيت کان تمام گهڻو متاثر ٿيس. پاڻ انتهائي سادو، طبيعت ۾ ملنسار، مهمان نواز، سنڌ دوست، کرو شخص، اديب، محقق، نقاد، مطلب تہ هِڪ مڪمل علمي ۽ عملي انسان هو. اهوئي سبب آهي جو هن تي مضمون لکڻ وقت ڏکيائي ٿئي ٿي. ڇو تہ آئون سندس ذات سان هي ڪجهہ صفحا لکي انصاف نہ ٿو ڪري سگهان. سندس شخصيت جي سيني پهلوئن تي ڌار ڌار مضمون لکڻ جي ضرورت آهي. مثال: تاج صحرائي بحيثيت هِڪ استاد! هِڪ محقق، آرڪيالاجسٽ، سماج سڌارڪ، لطيف شناس، هِڪ اديب مطلب تہ هُو جيڏي قد ۽ ڪاٺ جو شخص هو، ڪيس اوترو مَان ملڻ گهرجي ۽ ان ڏس ۾ سندس ڪيل پورهيو سامهون اچڻ گهرجي.

جيتوڻيڪ سندس شخصيت جي مختلف پهلوئن تي هِڪ اڌ ماڻهن قلم کنيو آهي پر "تاج صحرائي بحيثيت هِڪ استاد" ان موضوع تي لکڻ جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ تہ دادوءَ جي علمي ميدان ۾ سندس حصي ۾ شاندار ڪاميابيون اچن ٿيون. جن ۾ خاص طور تي موجوده طالب المولٰى هاءِ اسڪول جو قيام عمل ۾ آڻڻ ۽ ان وقت جڏهن دادو ۾ ٻارن لاءِ علمي ادارا هئا ئي نہ.

هيءَ ڳالهه به مون کي پاڻ انٽرويوءَ ۾ ٻڌائي هئائين ته پاڻ، سنڌس دوست ايڊووڪيٽ علي احمد قريشي، سائين شفيع محمد سولنگي ۽ ٻين تڏهن هڪ ڪمشنر کي هاءِ اسڪول جي منظوريءَ لاءِ درخواست ڪئي هئي، جيڪا هُن سرڪاري بلڊنگ موجود نه هجڻ جو عذر ڄاڻائي رد ڪري ڇڏي، پوءِ هنن پاڻ ئي هڪ سرڪاري بلڊنگ (جيڪا غير آباد هئي) جا تالا ٽوڙي، پاڙي اوڙي مان ڪجهه ٻار هٿ ڪري، انهن کي مفت ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو. ائين ٿوري ئي عرصي ۾ اسڪول جي ايتري مشهوري ٿي وئي، جو سرڪار لاءِ ان کي بند ڪرڻ ناممڪن بڻجي ويو. اهو اسڪول موجوده طالب المولیٰ هاءِ اسڪول آهي، جيڪو تاج صحرائي صاحب جي نه رڳو ڪوشش جي ڪري قيام ۾ آيو پر پاڻ ان جا هيڊ ماستر پڻ رهيا.

تاج صحرائيءَ بحيثيت هڪ استاد ۽ هڪ منتظم جي، اڄ به انهن شاگردن لاءِ اتساهه جو ڪارڻ آهي، جيڪي ان وقت يا ته سائين تاج صحرائيءَ جي شاگرديءَ هيٺ رهيا، يا وري سنڌس انتظامڪاريءَ جي ڏينهن ۾ پڙهيا هئا. اهي ٻڌائين ٿا ته تاج صحرائي هڪ هيڊ ماستر جي حيثيت ۾ سنڌ جو ڪامياب ترين انتظامڪار هو. ان وقت اسڪول ۾ شاگردن توڙي استادن لاءِ ڊسيپلين، پڙهائيءَ جو معيار، شاگرد ۽ استاد جي رشتي جو پاڻ ۾ ڳانڍاپو، والدين پاران اسڪولي معاملن ۾ دلچسپي وٺڻ جهڙن معاملن ۾ اسڪول اڳيرو هو. مطلب ته هو هڪ آئيڊيل هيڊ ماستر هو. جيڪو اسڪولي وقت ئي نه، پر سنڌس دلچسپي جي حد اها هئي جو هُو شام جو به واپس اسڪول ايندو هو ۽ رات دير تائين هاسٽل تي موجود سيني شاگردن جو جائزو وٺندو هو. چوڻ جو مطلب ته هُن جنهن به شعبي کي وقت ڏنو انتهائي سنجيدگيءَ ۽ دلچسپيءَ سان ڏنو ۽ بهتر نتيجا به ڏنا.

جيئن ته سنڌس علمي ۽ ادبي پهلوئن جو دائرو تمام وسيع آهي، تنهنڪري سنڌس ڪم کي اجا گهڻو اجاگر ڪرڻ جي ضرورت آهي. هونئن ته پاڻ علمي، ادبي ميدان ۾ گهڻا ڪارناما سرانجام ڏنا اٿن، پر سنڌ جي تمام پراڻي تهذيب طور يادگار ڍنڍ "منڇر ڍنڍ" تي پاڻ جيڪا تحقيق ڪيائون ۽ ان کي ڪتابي شڪل ڏئي ڇپرايائون، متهنجي خيال ۾ سنڌس هيءُ ڪم ڪيس سيني اديبن ۾ ممتاز حيثيت ڏياري آهي. ڇاڪاڻ ته منڇر ڍنڍ تي ڪتاب به

هِڪ مڪمل تحقيق جو نتيجو آهي، سو به انگريزيءَ ۾. ان ڪان اڳ هن ڏنل تي جيڪو به تڙيل پکڙيل مٽيريل هو، ان کي سهيڙيندي، پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ انداز ۾ بيان ڪيو اٿن، جنهن مان اهو ثابت ٿي وڃي ٿو ته منڇر ڍنڍ رڳو ڍنڍ نه پر هِڪ تهذيب آهي. ان تحقيق لاءِ ته پاڻ منڇر ڍنڍ وڃي ان جي مختلف تاريخي جاين ۽ ماڳن تي رهيو به هو ۽ اتي ڍنڍ متعلق مهاڻن کان معلومات به حاصل ڪئي هئائون. بهرحال آئون هِڪ پيرو پيهر سنڌ جيءَ هن عظيم فرزند کي خراج تحسين پيش ڪريان ٿو ۽ ڪيس سنڌ جي انهن تمام ٿوررن ماڻهن ۾ شمار ڪريان ٿو، جن ڌرتيءَ تي اچڻ جو قرض پورو پورو چڪائي ڇڏيو.

جيتوڻيڪ هُو آرڪيالجسٽ ته هو، پر موهن جي دڙي جي تهذيب سان لڳاءُ ڪيس جنون جي حد تائين هو. هُو پاڻ کي موهن جي دڙي جو رهجي ويل اڪيلو شخص سمجهندو هو. اهو ئي سبب آهي جو دادوءَ ۾ موجود سندس گهر جي رنگ، (جيڪو ميٽوڙو آهي) بابت ڪانئس پڇيم ته هيءُ رنگ ڪرائڻ پويان ڪو خاص مقصد آهي، چيائين ته: بابا موهن جي دڙي جي گهرن جو رنگ اهو ئي ته هو! مون ان وقت ئي سوچيو بلڪل صحيح آهي، ڇو ته هو به ته موهن جي دڙي جو رهجي ويل آخري شخص ئي ته هو.



آزاد انور ڪانڊڙو

# تاج صحرائي ـ سنڌ جو باڪمال شاعر

شڪارپور ۽ دادو علمي، ادبي، ثقافتي، صحافتي، ديني، سماجي ۽ سياسي حوالي سان زرخيز خطا رهيا آهن. شڪارپور ۽ دادو ضلعن ۾ جنم وٺندڙ شخصيتن پنهنجن پنهنجن شعبن ۾ مثالي ڪم ۽ ڪردار ادا ڪري نه صرف پنهنجو پر پنهنجي جنم ڀومي ۽ جو نالو روشن ڪيو آهي.

سنڌ جي نامياري اديب، محقق، تاريخدان، صحافي سائين تاج صحرائي جو جنم هونئن ته شڪارپور ۾ 11 سيپٽمبر 1921ع تي نور محمد ميمڻ جي گهر ۾ ٿيو. پر هن زندگيءَ جو وڏو عرصو دادوءَ ۾ گذاريو. پاڻ صحافتي زندگي جي شروعات 1948ع کان ڪئي. سندس هفتيوار اخبار "آواز" پنهنجي دور ۾ وڏي مقبوليت ماڻي. پاڻ ان دور ۾ تعليم جي اڻ هوند واري صورتحال کي ڏسندي تعليمي حوالي سان دادو ۾ مثالي ڪردار ادا ڪيو ۽ دادو ۾ طالب المولىٰ هاءِ اسڪول قائم ڪيو. جيڪو اڄ به قائم ۽ دائم آهي.

سائين تاج صحرائي جي ڇپيل ڪتابن ۾ "تصوير درد (1946)"، "سر سارنگ جو مطالعو (1954)"، "سنڌو تهذيب (1989)"، "پٽي لوڪ (1996)"، "دادو ضلعو جاگرافي ۽ تاريخ جي آئيني ۾ (ڪيرٿر جبل- گورک چوٽي) (1997)"، "Lake Manchhar (1997)" "تيٿين ننڍ اکوڙ (2000)" ۽ ٻيا ڪتاب شامل آهن. جڏهن ته سندس اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ مرزا غالب، ڏرتيءَ جا زخم ۽ ٻيا شامل آهن. اهڙي ريت شاهه لطيف، قلندر لال شهباز، سچل سرمست، منڇر ڍنڍ ۽ دادو ضلع جي قديم آثارن بابت سندس ڪيترائي تحقيقي مقالا ۽ مضمون ٽڙيل پکڙيل آهن.

سائين تاج صحرائي صاحب 28 آڪٽوبر 2002ع تي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو.

سنڌ جي نامياري محقق، تاريخدان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هڪ هنڌ لکيو آهي ته "شاعري هر زبان يا ٻولي جي ادب جو بنياد آهي ڇو ته

شاعر پنهنجيءَ شعر کي ملڪي زبان جي نهايت پيارن ۽ انوکن محاورن جوجامو پهرائي ٿو.“

سائين تاج صحرائيءَ محقق، مورخ ۽ تاريخدان جي حيثيت سان ادبي دنيا ۾ متعارف ٿيو ۽ مثالي ڪم ڪيو. سندس گهڻو لاڙو تحقيق ڏانهن رهيو. پر تحقيق ۽ تاريخ سان خاص دلچسپي رکڻ سان گڏ سندس شاعرانه عظمت کان به انڪار نه ٿو ڪري سگهجي. هن ادبي دنيا ۾ نه صرف هڪ محقق جي حيثيت سان پر هڪ شاعر جي حوالي سان به پنهنجي دور جي ادب ۾ انفرادي مقام حاصل ڪيو.

سنڌ جي سدا حيات عالم، دانشور، نقاد مولانا غلام محمد گرامي مهراڻ جي شاعر نمبر 1969ع ۾ تاج صحرائي جي شاعريءَ بابت لکيو آهي ته ”تاج صاحب نذر الاسلام، خليل جبران ۽ ٽيگور جي ادب لطيف کان گهڻو متاثر آهي، تاج صحرائي جي شاعري ۾ جوش ۽ جذبو موجود آهي.“

سائين تاج صحرائي شاعريءَ جي مختلف صنفن ۾ غزل، گيت، نظم ۽ رباعيون لکيون. سندس شعرن ۾ بولي پياري آهي، نوان نوان خيال ۽ تجربا ملن ٿا. سندس شاعري قديم ۽ جديد رنگ جو خوبصورت سنگم آهي. سندس شاعري ۾ اصلاحي ۽ تنقيدي رنگ نمايان آهي. هو نئين نسل کي حوصلو ڏيندڙ ۽ همٿائيندڙ شاعر آهي.

حادثن جي خوف کان غمگين نه ٿي تون نوجوان،
پاس حرمان سان لڙڻ آ تنهنجي فطرت نوجوان.

تون امام انقلاب آهين زماني جو مدام،
قابل تسليم آهي تنهنجي همت نوجوان.

سائين تاج صحرائي جو مشاعرن ۾ شعر پڙهڻ جو انداز نرالو ۽ دل کي وٽندڙ هوندو هو. سندس انداز بيان مشاعري ۽ محفل ۾ ويٺل ماڻهن کي موهيندو هو. تاج صحرائيءَ جي شاعري وطن ۽ ڌرتيءَ سان پيار آهي. سندس شعر دلين ۾ جاءِ والارين ٿا.

وري سينگاريو ايوانن کي آزاديءَ جي پروانن،
مگر معلوم آ دل کي تہ پروانن تي ڇا گذريو.

•

عبادت گهرن تي ڇا گذريو، صنمخانن تي ڇا گذريو،
مقدس نانءَ تي معصوم انسانن تي ڇا گذريو.

شاعريءَ کي نون قدرن، نون فڪري ۽ علمي لاڙن شعر کي نوان نوان اسلوب ڏنا آهن. سائين تاج صحرائي پنهنجي دور جو اهڙو شاعر هو، جنهن پنهنجي تخليق کي اعلى مقام تي پهچايو ۽ نہ رڳو پاڻ کي پر پنهنجي فن کي امر ڪري ڇڏيو. سندس شاعريءَ ۾ حقيقت بياني سان گڏ رواني پڻ آهي. هن شاعريءَ ۾ ماحول ۽ زندگي جي اهم مسئلن جي ترجماني ڪئي آهي. سندس بيان ۾ سادگي، سچائي، نماڻائي بہ آهي تہ قلندرانہ بيباڪي بہ - جيڪا پڙهندڙن کي متاثر ڪري ٿي.

اڃا تقدير جو ماتم، اڃا زندان باقي آ،
اڃا فطرت نہ بدلي آ، اڃا ارمان باقي آ،
سفينن سان ٿو ٽڪرائي اڃا طوفان باقي آ،
تو کي فرصت ڪٿي آهي-مون کي مهلت ڪٿي آهي؟

•

زندگيءَ جي دراز پلڪن تي،
حادثن جو غبار ايندو آ،
همسفر تيز گام ٿي اڳيان،
ميڪدي ۾ قرار ايندو آ.

•

سفر منهنجو اڻانگو آ، پهاڙن تان بيابان مان،
نشانِ راه منزل کان نہ واقف ڪاروان منهنجو.

•

تلاشِ يار ۾ گولي لڌم غم کي فقط ساٿي،
ڪڏهن مان ميزبان غم جو، ڪڏهن غم ميزبان منهنجو.

جڏهن آدم خطا کان ڪين جنت مان بچي نڪتو،
تڏهن حرصن پري دنيا ۾ ڪهڙو امتحان منهنجو.

حياتيءَ جو مزو آهي جڏهن ڪا ڪشمڪش آهي،
هزارين وار بجليءَ جا، اڪيلو آشيان منهنجو.

سائين تاج صحرائي جي شاعريءَ ۾ فني لحاظ کان پختگي آهي ۽ سندس شاعريءَ ۾ جدوجهد ۽ جاکوڙ جو ڏس ۽ گس آهي. هو هڪ پر اميد، پرجوش شاعر آهي.

سحر آئي، اذان آئي، پهاڙن تان صدا آئي،
هزارن گرم لڙڪن سان ضيا گل تي قضا آئي،
حياتي جي فضائن مان اها هر هر ندا آئي،
توکي فرصت ڪتي آهي- مون کي مهلت ڪتي آهي؟

نامرادي اسڪيم جو قل آ،
ڪاميابي جنون جو ورثو،
جوت مان جوت زندگي پاري،
ننڊ آ موت جو ننڍو عرصو.

مون کي اميد آهي ته سائين تاج صحرائي جي ادبي، تحقيقي، علمي ۽ شاعرانه خدمتن کي پيتا ڏيڻ لاءِ اسان جي مانائتي ۽ جاکوڙي دوست، نامياري اديب ۽ سماج سڌارڪ پروفيسر اعجاز قريشي جو هي ڪتاب ادبي حلقن ۾ ضرور مڃتا ماڻيندو. سچ ته سائين تاج صحرائي جي شخصيت ۽ ادبي خدمتن بابت سائين تاج صحرائي جي ويجهي ساٿي سائين علي احمد قريشي جي مانائتي فرزند پروفيسر اعجاز قريشي هي ڪتاب ترتيب ڏئي هڪڙو قرض ادا ڪيو ۽ هڪڙو فرض نڀايو آهي.



زبير سومرو

# هُن جي اکين ۾ سنڌ جو حسين خُوابُ هو...

هُن جي اکين ۾ سنڌ جو حسين خواب هو، جنهن جي ساڀيا لاءِ هُن جي ساري حياتي جاڳندي، جهاڳيندي، لکندي پڙهندي، لوچيندي ۽ لُڇندي گذري وئي!

17 جنوري جو سرد ڏينهن هو، سال ياد نہ ٿو اچي، سنَ مان سائين جي. ايم. سيد جي سالگرهہ تان واپس موٽي رهيا هئاسين، بس ۾ منهنجي پر واري سيٽ تي هڪ هشاش بشاش ۽ پرپيل بُت وارو ڪڻڪ رنگو شخص اچي ويٺو. ويهندي ئي مزاحيہ انداز ۾ هڪ پهاڪو چيائين، جنهن تي مون کي ڏاڍي کل آئي هئي. ان کان پوءِ مسلسل طنزيہ ۽ مزاحيہ جملي بازي ڪندي مون سان حيدرآباد تائين همسفر رهيو. ڳالهائيندي ڳالهائيندي وچ ۾ پڇيائين: ”نوجوان بنا ٽڪيٽ جي، مفت مزاحيہ پروگرام جا مزا پيو وٺين، پيلا پنهنجو تعارف تہ ڪراءِ“. نالو ٻڌائڻ کان پوءِ جڏهن شڪارپور جونانءُ کنيم تہ هڪدم اُٿي بيٺو ۽ مون کي ٻہ اُٿاري هڪ آسيس پريو پاڪر پاتائين، جڻ ڪنهن کي راهہ ۾ ڪو وڇڙيل مِٽُ ملي ويو هُجي. پوءِ ڪلندي چوڻ لڳو تاج جو يو تہ ٻڌو هوندءِ، پيلا تاج صحرائي ڪڏهن ٻڌو اٿئي؟ منهنجي جواب ڏيڻ کان اڳ پاڻ ئي ٻڌايائين، اهو مان آهيان تاج صحرائي!

شهيد الله بخش سومري جي.شڪارپور جو هيءُ الهہ لوڪ، سلڇڻو ۽ سٻاجهڙو ماڻهو، سائين جي ايم-سيد جي تحريڪ سنڌ جي خدمت ۾ پيش پيش رهيو. شڪارپور جي نيڪرائي بازار کان وٺي دادوءَ جي غريب آباد محلي تائين، سندس سمورو سفر جاکوڙ ۽ ڏرتيءَ جي بي لوث خدمت جو سفر رهيو. رهڻي ڪهڻي ۾ صفا سادڙو ۽ اٿڻي ويهڻي ۾ سنڌ جو عام مُهمان نواز ڪچهريءَ جو ڪوڏيو، سياءَ ۾ وري اهڙو مائيٽو ۽ سيباڻتو جو پهرين ملاقات ۾ ائين لڳندو تہ جڻ سالن جي سڪ وارو هجي. مزاج ۾ بلڪل عوامي، بلڪہ عام شڪارپوري... جيڪي ڳالهہ ڳالهہ ۾ بلڪل اهڙو طنزيا ۽ مزاحيہ جملا

چوندا آهن، جو ڪل سان ڳڌوڳڌ حاضر جوابي تي حيراني ٿئي.

تاريخ، جنهن لاءِ چيو ويندو آهي ته وڏي منصف آهي، پر تاريخ وڏي ظالم به رهي آهي، جنهن وڏن وڏن سپهه سالارن ۽ جنگجوئن جي نالن کي به ميسارڻ ڇڏيو ۽ انهن بادشاهن کي جيئاري ڇڏيو جن کي جنگين ۾ رهڻ به نه آيو. بلڪل اهڙيءَ طرح ڪڏهن ڪڏهن ڪي سادا سوڌا ۽ سياجهڙا ماڻهو پنهنجي ڏاهپ جي وٽ ۽ تدبر سان پرينل وجود ۾ ايڏا ته جبل جيڏا رهيا آهن، جن لاءِ ڪو مثال نه ملندو هجي، پر وقت جي ستم ظريفي ۽ تاريخ جي جبر سبب انهن هماليه جيڏن ماڻهن کي ميساريو ويو آهي.

اينتراپالاجي، تاريخ، تهذيب ۽ تمدن، لطيفيات، تعليم ۽ تدريس، آرڪيالاجي سميت ڪيترن ئي موضوعن تي دسترس رکندڙ سينڌ جو هيءُ سچو عاشق ”سنڌو تهذيب“ کان وٺي ”منڇر ليڪ“ تائين، ”پٽي لوڪ“ کان وٺي ”نيٽين نند اکوڙ“ تائين هو پنهنجي لکڻين ۾ يڪجا ماهر هو.

مون کي شڪارپور جي ئي دوست سائين خليل موريائيءَ ٻڌايو ته شڪارپور جي اوائلي اسڪول شاهه لطيف اسڪول جو باني عرض محمد شيخ هو، جيڪي نظرياتي طور تي اٿيئسنسٽ هو، هو ماڻهن جي درن تي وڃي بار وٺي ويندو هو ۽ پڙهائيندو هو. پاڻ انتهائي شريف، خوددار ۽ معتبر انسان هو. جنهن ان اوائلي وقت ۾ شاهه لطيف اسڪول شڪارپور جهڙي عاليشان تعليمي اداري جو بنياد وڌو. تازو ڪاليج جو يادگار ميگزين ڇپجي رهيو هو ته موجوده مُلي پرنسپال سندس تصوير ته نهيو ناليو ڏيڻ به پسند نه فرمايو. ان لاءِ ته هُو نظرياتي طور تي اٿيئسٽ هو.

ساڳيءَ طرح دادوءَ جي طالب المولیٰ اسڪول جي به اهڙي ئي هڪ ڪهاڻي آهي، ته ڪيئن تاج صاحب زوري عمارت جا تالا ٽيجي، زبردستي ٻار ويهاري پڙهائڻ شروع ڪيو هو. 1952ع جي ان دور ۾ مخدوم طالب المولیٰ ئي واحد سخي مرد هو، جنهن ڏهه هزار روپيا دان ڪيا هئا، ۽ اڄ اهو اسڪول سنڌ جي تاريخي تعليمي ادارن مان هڪ انتهائي اهم ادارو آهي.

تاج صحرائي صاحب جي ساڃاهه ۽ سياسي سرگرميءَ جو اندازو انهيءَ مان لڳائي سگهجي ٿو ته ورهاڱي وقت هو دهليءَ جي جيل ۾ هو. پاڻ خاڪسار تحريڪ جو هڪ سرگرم ڪارڪن هو. ورهاڱي کان اڳ سنڌ جا

سلجهيل ماڻهو يا ته ڪانگريس ۾ هوندا هئا، يا وري خاڪسار تحريڪ ۾. علامه مشرقي جي برپا ڪيل خاڪسار تحريڪ سنڌ ۾ به متحرڪ هئي، مير علي احمد ٽالپر ڪان وٺي لال بن يوسف، شاهه محمد شاهه خانپور (شڪارپور) جي زميندار نور محمد ڪلهوڙي ۽ سائين تاج صحرائيءَ تائين سنڌ ڪيڏي نه ساڃاهه وند رهي آهي. خاڪسار تحريڪ وارا جڏهن بيلچا کڻي پريڊ ڪندا هئا، اهڙي منظم قسم جي جدوجهد ۾ سنڌ به اڳڀري هئي.

منهنجي هڪڙي ننڍڙي صلاح پلڪ گذارش آهي ته تاج صاحب جي ياد ۾ طالب المولى اسڪول جو نالو "تاج صحرائي اسڪول" رکيو وڃي. مان سمجهان ٿو ته انهيءَ ۾ مخدوم صاحبان رنج نه ٿيندا، هونءَ به مخدوم طالب المولى سنڌ ۾ هڪ ٽاليوارو شاعر ۽ وڏي اعلى شان مان وارو نالو آهي، الله تعالى کين وڏي عزت بخشي آهي، هن سلسلي ۾ ڪانئن اجازت پڻ وٺي سگهجي ٿي.

آخر ۾ مان رڳو ايترو چوندس ته تاج صحرائي جي سموري زندگيءَ جي جاکوڙ ۾ هڪ يگاني لوچ هئي، هڪ عجيب قسم جي تڙپ هئي، هن جي اکين ۾ سنڌ جو حسين خواب هو جيڪو هن ڪي سن واري سائينءَ ڏيکاريو هو. هن جي سپ چمار پڻائيءَ جي سٽ "ڪرڪٽا لاهي، سُک نه سُتا ڪڏهن" جي عالم آشڪار تشريح بڻجي وئي هئي.

.... ۽ آخرڪار وري به پڻائيءَ جوئي فڪر سندس آخري تعارف بڻائيندي ڪيس هيءُ بيت پيش ڪيان ٿو:

جان جان هئي جيئري، ورچي نه ويٺي،
وڃي ٿيونءِ پيٺي، سڪندي کي سڄڻين!



بشير سيتائي

# علم ۽ ادب جو تاج ـ تاج صحرائي

موتُ العالم، موت العالم آهي يعني هڪ عالم ۽ ڄاڻوءَ جو موت هڪ عالم يعني جهان جو موت آهي.

اها عربي چوڻي هر ڪنهن پڙهي هوندي ۽ بلوار ليٽن (Bulwer Lytton) جو هي قول به پڙهو هوندو:

"A good heart is better than all the heads in the world."

اهو عالم ۽ Good heart تاج صحرائي 28 آڪٽوبر 2002ع تي اسان کان هميشه لاءِ جدا ٿي ويو. سندس زندگيءَ جو مختصر وچور هن ريت آهي:

تاج صحرائي جو اصل نالو تاج محمد ميمڻ هو. سندس والد جو نالو نور محمد ميمڻ هو پاڻ 11سيپٽمبر 1921 تي ڄائو. سندس جنم جو هنڌ شڪارپور ۽ تعليم بي اي بي ٽي هئي. شاگردي واري زماني ۾ هو خاڪسار شاگرد ڪارڪن جي حيثيت ۾ 1942 ۾ بنگال ويو هو آزادي جي ويڙهه ۾ ڪجهه وقت لاءِ 26 ڊسمبر 1947 تائين دهلي جيل ۾ قيد رهيو. هن پنهنجي زندگي جو آغاز 1948 ۾ هڪ صحافي جي حيثيت سان ڪيو. هڪ هفتيوار اخبار "آواز" دادو جو ايڊيٽر ٿيڻ سان مضمون نگاري ۾ پنهنجا جوهر ڏيکاريا. بعد ۾ هنجي ذهن ۾ اهو خيال آيو ته هو دادو ۾ تعليمي ادارو قائم ڪري. اهڙي ريت هن 1952 ۾ هڪ مڊل اسڪول پنچائت گهر ۾ شروع ڪيو ۽ پوءِ مخدوم طالبَ المولىٰ جي مالي معاونت سان طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادو جو سال 1958 ۾ بنياد وڌو جنهن ۾ هن هيڊ ماستر جي حيثيت سان فرائض سرانجام ڏنا، جتان 1981 ۾ رٽائر ڪيائين. دادوءَ ۾ اسڪول کولڻ لاءِ سندس دوستن سندس ڀرپور ساٿ ڏنو. علامه آءِ آءِ قاضي لائبريري دادو جو بنياد 1968 ۾ رکيائين جيڪا پوءِ ڪلچر اينڊ ٽوئرزم ڊپارٽمنٽ پنهنجي تحويل ۾ ورتي. لائبريري کي فعال ۽ قابل ديد بڻائڻ لاءِ تاج صاحب تمام گهڻيون

ڪوششون ورتيون، علمي ادبي ۽ معلوماتي ڪتابن جي چونڊ هن پاڻ ڪئي ۽ ڪيترين ئي ڪارآمد لغتون ۽ انسڪائيڪلوپيڊياز پاڻ تجويز ڪري گهرايون. اهڙ انجي حسن انتخاب جو اعجاز آهي جو مذڪوره لائبرري هن وقت بہ هر پوليءَ جي بهترين ڪتابن سان مالا مال آهي ۽ نهايت قابل ديد نظر اچي ٿي. هن ان لائبرري ۾ هڪ ڪمري کي ميوزم طور پڻ تشڪيل ڏنو جنهن ۾ ڪيترين ئي قديم شيون رکيون ۽ نوادرات سان انکي سجايو. افتتاح ان وقت جي سنڌ جي گورنر کان ڪرايو. گورنر هن لائبريري کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ ان وقت کان هن تاج صاحب کي سيوهڻ ميوزم جو انچارج بڻايو ۽ کيس سنڌ گورنمينٽ طرفان هڪ رائيفل بہ ڏني.

مون تاج صحرائي صاحب کي 59-1958ع واري زماني ۾ ڏٺو جڏهن هو ان دور جي مشاعرن ۾ حصو وٺندو هو ۽ شعر پڙهندو هو. مون کي پهريون ڀيرو خبر پئي هئي تہ تاج صحرائي هڪ قابل ۽ قادر الڪلام شاعر بہ آهي. تڏهن دادو جي ميونسپل پارڪ ۾ اڪثر مشاعرا ٿيندا هئا جنهن ۾ لاڙڪاڻي، گهوٽڪي، ڪنڌڪوٽ، سکر شهداد ڪوٽ، شڪارپور نواب شاهہ ۽ حيدرآباد جا شاعر حصو وٺندا هئا. انهن مشاعرن جي صدارت مخدوم طالب المولىٰ ۽ ٻيا وڏا ناميارا شاعر ڪندا هئا. انهن سڀني شاعرن ۾ مونکي حافظ محمد احسن چنا سان خاص عقيدت هوندي هئي جو تہ ان وقت سڀ شاعر هن جي بيحد عزت ڪندا هئا. حافظ صاحب جڏهن شعر پڙهندو هو تہ آئون همہ تن گوش بڻجي سامعين ۾ انجو شعر ٻڌندو هوس. پر اهڙو جهونو پيرسن ۽ قادرالڪلام شاعر بہ جنهن شاعر کي گهڻو داد ڏيندو هو اهو تاج صحرائي هيو. ان وقت تاج صاحب جو مشهور نظم هوندو هو اهو "تو ڪي فرصت ڪٿي آهي مونکي مهلت ڪٿي آهي جنهن جي کيس هر ڀيري گهڻي فرمائش ٿيندي هئي. تاج صاحب جي شعر پڙهڻ جو انداز بہ نرالو هوندو هيو. سندس آواز ڪڙڪيدار ۽ تلفظ چٽو ۽ صاف هوندو هيو. تاج صاحب جو تخلص بہ منفرد هيو. هن صحرائي تخلص بہ ڪن جهونن شاعرن جي مشوري سان اختيار ڪيو هو. پنهنجي ڪتاب "سنڌو تهذيب"جي مهاڳ ۾ هو، پنهنجي تخلص بابت هن ريت ذڪر ڪري ٿو:

"گهڻو وقت اڳي جي ڳالهہ آهي، جڏهن، منهنجو تخلص حقير هو ۽

مان مولوي خير محمد نظاماڻي صاحب جي جيل ۾ بند هجڻ سبب حيدرآباد مان خاڪسار تحريڪ جي ترجمان اخبار "باب الاسلام" ڪيندو هوس. مان محترم مير علي احمد خان ٽالپر مرحوم جي بنگلي ۾ رهندو هوس. مير صاحب وٽ عالمن، اديبن، شاعرن ۽ مفڪرن جون دستوري ڪچهريون لڳيون پيون هونديون هيون. هڪ ڏينهن هڪ وڏي قومي ۽ ترقي پسند شاعر، اديب ۽ مفڪر ڪي منهنجو اهو تخلص حقيز پسند نه آيو ۽ منهنجي ان تخلص جي تبديليءَ تي ورئي ورئي اصرار ڪندو رهيو. ان ڏينهن مان ڪل ڪل ۾ حقير مان صحرائي تي ويس. چوندا آهن ته نالي ۽ تخلص ڪي به ماڻهن جي سياءَ ورتاءَ ۽ زندگي جي ڪاروبار ۾ وڏو دخل رهي ٿو. ڪم از ڪم مان پاڻ بابت ائين سمجهان ٿو. راجپوتانا گهٽ مگر ٿر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان جو چپو چپو گهميو آهيان. ٻاهرين ملڪن جو سير ۽ سفر مون ڪي جيڪو نصيب ٿيو سو به لبيا جو، جيڪو به پوري طرح ريگستاني ۽ صحرائي آهي."

تاج صحرائي تعليم جي ميدان ۾ به Teaching Skills رکندڙ استاد هيو. هن جيڪي شاگرد پيدا ڪيا سي نهايت ذهين ۽ زيرڪ ثابت ٿيا ۽ اعليٰ عهدن تي پهتا. هن طالب المولیٰ هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر ٿيڻ جي اهڙو ته نظم ۽ ضبط رکيو جيڪو اڄ يونيورسٽين جي ماحول ۾ به مشڪل ملندو. هو تعليمي معاشري ۾ ڪنهن به وڏيري ۽ جاگيردار جي مداخلت برداشت نه ڪندو هو. هو ان حد تائين اصول پرست هو جو ڪنهن به خان خانان جي سفارش ڪونه ٻڌندو هو. هي واحد ماڻهو هو جنهن پنهنجي پٽ کي به ڪاپي ڪيس ۾ فيل ڪرائي پورو سال پوئتي رکيو. هاءِ اسڪول جي فين ۽ فنڊن ۾ پائي به ميري ڪرڻ نه ڏني. ذهين شاگردن جي وڏ ۾ وڏ حوصله افزائي ڪئي ۽ انهن کي پنهنجي هڙان وڙان مالي مدد ڪري اڳتي آندو. اهوئي سبب هو جو هن طالب المولیٰ هاءِ اسڪول دادو کي ٿوري عرصي ۾ ئي سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ هڪ نمايان حيثيت ڏياري.

جيئن ته طالب المولیٰ هاءِ اسڪول پهرين خانگي حيثيت سان هليو ۽ گهڻو پوءِ ان کي گورنمينٽ تحويل ۾ ورتو. هي انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن اسڪول اڃا خانگي هيو ته هڪ پيري اسڪول جي فنڊن ۾ ڪجهه نه بچيو هوءَ ان حد تائين جو اسٽاف کي پگهار ڏيڻ لاءِ به ڪجهه ڪونه هيو. ان

وقت تاج صحرائي پنهنجي گهر وڃڻ پنهنجي رفيقہ حيات کي پڏائڻ بنا ئي هنجو سمورو سون ڪٺي سوناري وٽ گروي رکي ان کان روڪ رقم وٺي اسٽاف جي پگهارن جو پوراٿو ڪيو. اسڪول ۾ مخير حضرات کان چندي جي صورت ۾ جيڪي پيسا ڪين ملندا هئا اهي اسڪول جي مد ۾ ڪڏهڪو خرچ تي ويندا هئا. هن خوددار انسان ڪنهن جي اڳيان وڃي هٿ ٽنگڻ بدران، پنهنجي رفيقہ حيات کان چوري پنهنجي گهر جي سون جو صفايو ڪيو. وقت اندر پيسو هٿ نہ اچڻ ڪري سون ڇڏائڻ ۾ تاخير ٿي رهي هئي. هوڏانهن رفيقہ حيات ڪيس پڏايو تہ گهر مان سون چوري ٿي ويو آهي پر هن شخص پنهنجي رفيقہ حيات کان بہ ڳالهہ لڪائي رکي ۽ ڪيس دلداريون ڏيندو رهيو تہ صبر ڪر جنهن ڪنيو هوندو پاڻيهي اسان کي ڏئي ويندو. نيٺ مخدوم طالب المولىٰ ڏه هزار چندي جي صورت ۾ ڏياري موڪليا جيڪا ان دور ۾ نهايت ڪثير رقم هئي. ان مان پهرين هن پنهنجو سون آزاد ڪرايو ۽ گهر آندو ۽ پوءِ ئي سموري وارتا گهر ۾ پڌاياڻين. اڄ جي دور ۾ اهڙا خوددار ۽ سمجهدار ماڻهو ڪٿي آهن! تاج صحرائي صدارتي انعام يافتہ اديب، بهترين استاد، تعليمي ماهر، محقق، سنڌي ڪلچر ۽ آثار قديمہ جو ڄاڻو هيو. هو حيدرآباد سنڌ ميوزم جو مارچ 1971 کان جون 1972 تائين اسسٽنٽ ڊائريڪٽر بہ رهيو ۽ آخري لمحن تائين شهباز ميلا ڪميٽي سيوهڻ جو ڪنوينر ٿي رهيو. هن ادب، علم ۽ تحقيق ۾ ننڍڙن ڪمن کان شروعات ڪئي ۽ شهرت جي بلندين تي پهتو. هن پنهنجي سموري ڄمار جاکوڙ ۾ گذاري. سندس شخصيت تي پٽائي جو هي بيت سو فيصد صادر ٿئي ٿو:

جيسين هئي جيئري، ورچي نہ ويئي،
وڃي پونءِ پيئي، سارينديءَ کي سڄڻين.
(شاهہ)

هن بندي ڪيئي پيرا ساڻس روح پيرور رهاڻيون ڪيون ۽ ڪيترن علمي پهلوئن تي دل کولي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. تاج صحرائي پنهنجي ذات ۾ انجمن هيو. هن جي دل جي کاڻ ۾ ڪيئي علمي ادبي هيرا هئا. هن جي اهل علم ماڻهن سان ڏاڍي محبت هوندي هئي. علم جو قصو هجي يا ادب جو

تذڪرو، تحقيق جو مامرو هجي يا قديم آثارن جو، هن جي اندر مان لفظ آبشارن وانگر نڪرندا هئا. هن جو انداز گفتگو ۽ علم منطق انفرادي هيو. هو ايترن ڪتابن جا حوالا ڏيندو هو جو دل چوندي هئي ته پين پنو ڪڍي هينئر ئي انهن ڪتابن جا نالا لکي وٺجن. جن ۾ سنڌو ماٿريءَ جون ايتريون دلچسپ ڳالهيون لکيل آهن. سندس گفتگو مان سندس علمي اپروچ ۽ تحقيقي سگهه ليا پائيندي نظر ايندي هئي.

"صحرائي" تخلص جي نسبت سان هن سنڌ جا جبل ۽ رڻ پٽ جهاڳيا هئا. هو کيرٿر جي رينج ۾ سنڌو جي لڪل تهذيب کي ڳوليندو رهيو. هن کي آرڪيالاجي سبجيڪٽ سان خاص لڳاءِ هيو. پراڻن ٺڪرن ۽ پٿرن مان سنڌ جون ڪهاڻيون تلاش ڪندو رهيو. هن کي رني ڪوٽ تي جنهن کي ديوارچين وانگر "ديوار سنڌ" چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو. 1981ع ۾ قومي سيمينار جي آرگنائيزر جو شرف حاصل ٿيو. هن تحقيق جي ميدان ۾ سنڌو تهذيب جهڙو پر مغز ۽ معياري ڪتاب لکيو جنهن ۾ سنڌو تهذيب بابت 6000 کان 25000 قبل مسيح تائين مواد ملي ٿو جيڪو هن ڪيترن ناياب ۽ اڻلڀ ماخذن تان استفادو ڪري رات ڏينهن عرق ريزي ڪري پنهنجون نتيجن فتائي هي بيش بها تحفو قوم اڳيان آندو جيڪو تمام گهڻو مقبول ٿيو. ان بعد هن ٻيو ڪتاب "Lake Manchhar" 1997ع ۾ منظر عام تي آندو جيڪو هن سنڌ جي قديم تهذيب خصوصا مهاڻن جي بودوباش بابت وڏي ڄاڻ مهيا ڪري ٿو جيڪو ايندڙ نسلن لاءِ تحقيق ۽ تدقيق جي ميدان ۾ سنگ ميل ثابت ٿيندو.

علم ادب جو هي چراغ 28 آڪٽوبر 2002ع تي ظاهري طور تي جهامي ويو مگر ان جي روشني اانسانجي روحن کي اڄ به منور ڪري رهي آهي. هن هزارن جي تعداد ۾ پنهنجا شاگرد ڇڏيا آهن. سندس اولاد ۾ پنج پٽ ۽ ٻه نياڻيون آهن جنجو تفصيل هن ريت آهي:

1. مسٽر نظام الدين صحرائي (ليڪچرر حاجي عبد الله هارون ڪليج ڪراچي هاڻي رٽائر)
2. جمال الدين صحرائي (آفيس سپرنٽينڊنٽ ايجوڪيشن 2002 ۾ هاڻي رٽائر)
3. فيروزالدين صحرائي (مينيجر حبيب بئنڪ ڪراچي)

4. كمال الدين صحرائي (ذاتي ڪاروبار مرحوم جوانيءَ ۾ فوت ٿي ويو، سندس ٻار هينئر جوان آهن)
5. ڊاڪٽر مجيب الدين صحرائي (پي ايچ ڊي مهراڻ يونيورسٽي ۾ پروفيسر)
6. محترم ممتاز صحرائي – ايم اي (سنڌي)
7. شمشاد بيگم صحرائي – ايم اي (سنڌي)

سندس گهاٽن دوستن ۽ همعصرن ۾ مخدوم طالب المولىٰ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، غلام مصطفيٰ شاهه، علي احمد بروهي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، مير علي احمد خان ٽالپر، احمد خان سيال، آخوند محمد دائود پٽي سيتائي، ابوبڪر مگسي، سيٺ شمس الدين ميمڻ، علامه غالب ملڪاٽي، علي احمد قريشي، شفيع محمد سولنگي، حافظ محمد احسن چنا، نصرالله ڪلهوڙو، آخوند شفيع محمد ميمڻ وڪيل، ڏتي بخش مگسي، صدرالدين جوڻيجو، امام بخش گهرياٽي، شمشاد جوڻيجو، مولانا محمد سليمان ميمڻ، مولانا محمد سهراب چارڻ، مولانا عبدالحليم مگسي، آخوند نجم الدين، سيف الدين پنهور، بقا محمد قريشي، محمد نواز قريشي، استاد بخاري، حافظ خليل احمد طارق، سرائي علي گوهر پٽ، ڪمال الدين سولنگي، بدر ابڙو، شيخ اياز، سوڀو گيانچنداڻي، ضياء الدين بلبل، جمع خان غريب، محمد رمضان ثاقب، مولانا عزيزالله پير، نواز رڪٽائي، ايم ايچ پنهور، سومرو سودائي، الهداد بوهيو، اياز قادري، آغا تاج محمد، جي الانا، محمد خان مجيدي، عطا محمد حامي، غلام محمد گرامي، محمد سومار شيخ ۽ حنيف صديقي، محمد ابراهيم جويو قابل ذڪر آهن.

تاج صحرائي جي زندگيءَ جو وچور ته چند سٽن ۾ اچي ويو پر سندس گوناگون شخصيت تي لکڻ لاءِ هڪ چڱو خاصو ڪتاب به پورو نه پوندو. هو پنهنجي ذات ۾ هڪ ادارو هو. علم، ادب، شاعري، تحقيق، تنقيد، تاريخ ۽ سپيتا جو عاشق صادق هيو. هو هينئر ظاهر ۾ اسان کان جدا آهي پر روحاني طور تي اڄ به اسان سان گڏ آهي ۽ هميشه گڏ رهندو.



الھہ رکيو ڳورڙ

# تاج محمد ميمڻ "تاج" صحرائي

علم ادب ۽ ڪتبخانن توڙي علماءِ ڪرام جي مرڪز ”سامي“ چين راءِلنڊ ”شيخ اياز ۽ شهيدالھہ بخش سومري جي خوسبوءِ دار رت سان رڱيل مرد م خيزڌرتي تي ”شڪارپور شهر کان ڇڄي ڌار ٿيل هڪ انمول شخص تاج محمد ميمڻ عرف ”تاج صحرائي جهڙي استاد، اديب، سماجي ورڪر ۽ اڻ ورچ ڪاهوڙي شخص دادو شهر کي نوازيو جنهن پوري سنڌ ۽ هند ۾ مشهوري ماڻي، اهڙيءَ جاکوڙي شخص جي ستين ورسي جي موقعي تي گڏ ٿيل ميڙ دادو ۽ پوري سنڌ جا ماڻهو سندس خدمتن ۽ ڪوشش عيوض کيس خراج تحسين پيش ڪريون ٿا. ۽ آيل مهمان اديبن ۽ شاعرن توڙي فنڪارن ۽ سندس اولاد جي ڪليل دل سان آجيان ڪريون ٿا ۽ سندن ٿورا مڃيندي شڪريو ادا ڪريون ٿا.

تاج صحرائي بنيادي پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم پنهنجي اباڻي ڌرتي شڪارپور شهرجي ادارن مان پرائڻ بعد صحافت جي دنيا ۾ قدم رکيو. ان دؤران ڪن اڻ ٿر دنياوي سببن ڪري شڪارپور شهر کي الوداع چئي هجرت جي سنت، نبوي صہ جو شرف حاصل ڪندي پنهنجي ڪٽنب جي ڀاتين سميت دادو شهر ۾ بسڪونت اختيار ڪيائون. علم جي اُڃ سبب علم جي تلاش جاري رکندي پوءِ مئٽرڪ امتحان ۽ اعليٰ سيڪنڊري تعليم جاري رکندي بي اي ۽ بي ٽي جا امتحان بہ درجي بدرجي پاس ڪيائين. علم جي تلاش جيئن تہ سندن روح ۾ سمايل هئي تنهنڪري علم جي روشني پين تائين پهچائڻ لاءِ پيغمبري پورهيو اختيار ڪندي محترم علي احمد قريشي ۽ ٻين پنهنجن دوستن سان گڏجي دادو شهر جي شاهاڻي پاڙي ۾ انگريزي تعليم اي وي ڪلاس خانگي اسڪول جو بنياد وڌائون جنهن جا هيڊ ماستر ۽ مهتمم پاڻ بنيا. ان سان گڏوگڏ مرحوم محبوب علي هيسباڻي جهڙا هوشيار ۽ ايماندار استاد ۽ پانهنڻ ٻيلي کيس مليا جن سون تي سهاڳي جو

ڪم ڪيو ۽ هن خانگي تعليمي اداري کي محنت ۽ مشقت سان چار چنڊ لڳائي ڇڏيائون. موجوده طالب المولىٰ هاءِ اسڪول جي جڳهه جيڪا پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ هندن جي ڌرم شالا هئي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ گورنمنٽ پائلٽ سيڪنڊري هاءِ اسڪول دادو جي هاسٽل 1956-1955ع تائين هئي. 1956عيسوي سن ۾ هاءِ اسڪول جي هاسٽل تعمير ٿيڻ بعد هاسٽل ڏانهن منتقل ٿي ۽ موجوده بلڊنگ ۾ اي -وي ڪلاسز اسڪول هلائڻ شروع ڪيو ويو.

هن موجوده طالب المولىٰ هاءِ اسڪول جي خوش بختي چئجي جو جناب مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جهڙن هڪ اديب شاعر ۽ علم جو محبتي هوندي هن اداري کي ڪجهه مالي مدد ڪرڻ جي آڇ ڪيائون. ان آڇ قبول ڪرڻ بعد هن اداري جو نالو به هن سخي شخص ۽ علم جي پارکو جي نالي سان طالب المولىٰ هاءِ اسڪول رکيو ويو جيڪو 1972 ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صاحب جن جي ادارن کي قوميءَ ملڪيت ۾ آڻڻ سان هي ادارو به گورنمينٽ جي تحويل ۾ اچي ويو.

مرحوم تاج صحرائي محنتي هئڻ سان گڏ ذهين ۽ بر جستو ۽ منتظم هوندو هو. شاگردن جي تعليمي ۽ اخلاقي تعمير سان اسڪول جي نالي کي آسمان تائين پهچائي ڇڏيو ۽ سندس امتحانن جا نتيجا سنڌ ۾ سٺرين گريڊ ۾ رٽائرمينٽ تائين هليو.

تاج صحرائي استاد هوندي گهمڻ، سير سياحت، علم ادب ۽ شاعري سان پڻ مشغول رهندو هو. سنڌ جا جبل، ڍنڍون ڍورا، بزرگن جون درگاهون، ڪوٽ ۽ قلعا ڏسڻ سندن زندگي جو حصو هوندا هئا. پاڻ اديب، شاعر، نثر نويس ۽ جاکوڙي طبيعت سبب عملي طرح تاريخي ۽ ثقافتي مقام ۽ مڪان گهمي انهن تي مقالا ۽ ڪتاب لکيا. سندن لکيل مقالن ۾ کير ٿر جبل، نئين گاج ۽ ڀيون نيون، ڪاڇو، منڇر، رني ڪوٽ ۽ موهن جو دڙو جا قديم آثار لاهوت ۽ لامڪان جهڙا تاريخي مڪان ڏنائون ۽ ان تي لکيائون.

ان کان علاوه ٻاهرين ملڪن کان ايندڙ سياحن سان رهبر يا گائيڊ طور به سرڪاري طرح خدمتون سرانجام ڏيندا هئا. رٽائرمينٽ کان پوءِ ضلعي انتظاميا طرفان قلندر شهباز ميلا ڪميٽي جا سربراهه طور خدمتون سرانجام

ڏيندا هئا جنهنڪري سنڌي شاعرن، اديبن، ڳائڻن ۽ فنڪارن جي به همت افزائي ۽ دلجوئي ٿيندي هئي.

تاج صحرائي جي علم سان لڳاءُ سبب سندس اولاد به تعليم جي وڏي درجي کي ماڻيو. سندس فرزند مجيب احمد پي ايچ ڊي پروفيسر جي حيثيت سان مهراڻ يونيورسٽي ۾ خدمتون سرانجام ڏيئي رهيو آهي ۽ ٻيا به وڏن عهدن تي برسر روزگار آهن.

تاج صحرائي جيئن ته ميلا ڪميٽي سان لاڳاپيل هئڻ ڪري درگاهه قلندر لعل شهباز جو شيدائي به هيو. ان ڪري قلندر شهباز جي عشق ۽ محبت ۾ چيل سندس شعر نموني طور پيش ڪجي ٿو.

غزل

**قلندرانه ڏن ۾ چيل**

1 ڪڏهن در نار نچنداسين، ڪڏهن برخار نچنداسين.
قلندر تنهنجي نگريءَ ۾، سر بازار نچنداسين.

2 قلندر تنهنجي نگري ۾ سر بازار نچنداسين،
اسان جي انجمن آهي، اسين سئو وار نچنداسين.

3 جمال يار تان صدقي، ڪمال يار تان قربان،
اسين قربن ڪنل آهيون، درو ديوار نچنداسين.

4 اسان جو عشق مذهب آ، اسان ڪل خير جا قائل،
ڪٺي گهنگهرو پڌي چيريون، اسين هروار نچنداسين.

5 حقيقت حال جاڻيو تا، مگر مستي ڪيو آ مست،
چڙي سودو زيان جو فڪر ۽ وهنوار نچنداسين.

6 زبان ڪنجي ته ڪنجي، سر قلم ٿيندو ته ڇا ٿيندو.
ضمير آدميت کي ڪري بيدار نچنداسين.

7 اسين عيسيٰ نفس آهيون، اسان سقراط پڻ آهيون،
پيالو وهجو پيئنداسون ڇڙهي ڪنهن دار نچنداسين.

8 اسان جي دم قدسان "تاج" روشن هي جهان ٿيندو
اهو دوست و دشمن سان، ڪري اقرار نچنداسين.

تاج صحرائي

هن قلعي جي ٺاهيندڙن جي اڳيان ٻه مقصد هئا، هڪ اولهه يا اوپر کان ٿيندڙ ڪنهن حملي يا چڙهائيءَ کي روڪڻ ۽ ٻيو پراڻي سفري ۽ تجارتي رستي "پيش واٽ" جي نظرداري ڪرڻ، ڇاڪاڻ ته اهو قلعو انهيءَ "واٽ" جي اوپر ۾ اٽڪل ڇئن ميلن سن ڪرچاٽ شاهراهه جي اتر ۾ ٻن ڪن ميلن جي فاصلي تي ٻيٺل آهي، جيڪا بهمن آباد کان هالا، سن، ڪرچاٽ، ٺاٺو عارب خان ۽ مڪران جي ساحل سان هلي سوسا، عراق، همدان، نينوا ۽ ار تائين ويندي هئي.

انهيءَ قلعي جا ٺاهيندڙ ڪٿي ڪير به هجن، ۽ اهو ڪٿي ڪهڙي دور ۾ ٺهيو هجي، پر اها هڪ عظيم الشان ۽ يگاني اڏاوت، انساني پورهئي، ڪوشش، هنر ۽ ڪاميابيءَ جي هڪ املهه علامت آهي.



تابش بخاري

# برک استاد، محقق ۽ اديب تاج محمد صحرائي

28 آڪٽوبر 2002 جي سڀني اخبارن ۾ ڇپجندڙ هرسچاڻ، اهل علم و قلم جو جيءَ جوڙيندڙ خبر سچي سنڌ ۾ باهه جيان پکڙجي وئي. ڪارونجهر جي صحرائن جو سفر ڪندڙ سيلاني ڪارونجهر کان هنگلاج تائين جو ذاتي مشاهدو ۽ تحقيق ڪندڙ هڪ سچو يگانو فقير منش انسان تاج صحرائي هميشه هميشه لاءِ اسان کان وڇڙي ويو ان وقت منهنجي ذهن ۾ پنائي سرڪار جون هي سٽون خود بخود تري آيون ته "ڄاڻ جاڻ هئي جيئڙي ٿي ورچي نه ويئي" وڃي پونءِ پيتي ساردينڊي ڪي سڄڻ.

تاج صحرائي جن جو جنم 11 سيپٽمبر 1921ع سنڌ جي تاريخ ۽ پرڳڻي شڪارپور ۾ نور محمد ميمڻ جي گهر ۾ ٿيو. 1942ع ميٽرڪ به شڪارپور هاءِ اسڪول مان پاس ڪيائين. اهڙي طرح باقي تعليم ڪراچي مان حاصل ڪري پهريائين سيوهڻ شريف ۾ اچي ويا ۽ اتي به هڪ اسڪول قائم ڪيائون ۽ اتي ئي درس و تدريس جو عمل شروع ڪيائون ۽ پاڪستان ٺهڻ بعد ترت دادو جي جڳت آباد محلي ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائون. ان زماني ۾ يعني 1940ع کان ئي ادب جي ابتدا ڪيائون. مختلف مضمون، مقالا، مختلف رسالن ۽ ان وقت جي اخبار ۾ شايع ڪرايائون. سندس دلچسپي جو شعبو تاريخ هو. سنڌ جي قديم آثارن سان وڏو عشق ۽ درد رکندڙ هن سنڌ جا تاريخي آثار پرندي ڏٺا هئا ته ڄڻ پاڻ پرڻ لڳندو هو.

سنڌ جي مختلف تاريخي ماڳن، دڙن تي پاڻ ذاتي مشاهدا ۽ تحقيقون ڪيائون. ايتري قدر جو پنهنجي گهر ۾ هڪ ميوزم ڪارنر جوڙي ڇڏيائون. جتي مختلف دڙن مان لڌل پٿر، ٺڪريون ۽ ٻيا تاريخي سامان سانڍي رکيائون.

علم سان عشق جي حد اها هئي جو پاڻ 1952ع ۾ دادو ۾ هڪ تعليمي اداري جو بنياد وڌائون، اهو دادو جي چند معزز شهرين جي ساٿ سان، جن ۾ ميان علي احمد قريشي، مرحوم شفيع محمد آخوند، محترم شفيع محمد سولنگي وغيره شامل هئا، سو به پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي. ان وقت جڏهن دادو شهر ۾ صرف هڪ انگريزي اسڪول هيو ۽ ان اسڪول ۾ شاگردن جي وڏي رش هئي. تاج صاحب کي جنون جي حد تائين عشق هو جو پاڻ اسٽيشن روڊ تي ان وقت پاڪستان ٺهڻ کري هندن جي هڪ وڏي ڊبل اسٽوري عمارت جيڪا هندن جي ڌرم شالا هئي ۽ خالي ٿي پاڻ ان ۾ اسڪول قائم ڪيائون. ان اسڪول جي خرچن کي منهن ڏيڻ لاءِ تاج صاحب کي وڏين پريشانين مان گذرڻو پيو. اسڪول لاءِ فرنيچر، لائبريري، سائنس ليبارٽري لاءِ سامان گهربل هو پر پاڻ پڏاياڻون ته انهن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ سنڌ جي ڪجهه وڏين شخصيتن ڏانهن مالي سهڪار لاءِ خط پڻ لکيائون، انهن خطن جي موٽ ۾ صرف ان وقت مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ نامور اديب ۽ روحاني شخصيت مثبت موٽ ڏني ۽ ان زماني ۾ هي 1954ع ۾ ڏهه هزار رپيا ڪيش جي صورت ۾ مالي مدد ڪئي ۽ اسڪول جي مالي سهائتا ڪئي ان ڪري ان وقت جي اسڪول هلائيندڙ ڪميٽي اهو فيصلو ڪيو ته هن اسڪول جونالو ئي طالب المولىٰ هاءِ اسڪول رکيو وڃي. اهڙي طرح اڄ تائين اهو ننڍڙو ٻوٽو اڄ هڪ وڏي وڻ نه بلڪي ٻڙ جي حيثيت سان قائم ۽ دائم آهي. ان وقت 1900 سئو شاگرد هن علم جي درگاهه مان پنهنجي علم جي اڃ اجهائي رهيا هئا ۽ پاڻ 1952ع کان 1972ع تائين ان اسڪول جا هيڊ ماستر رهيا. 1972ع ۾ حڪومت طرفان هن اسڪول کي نيشنلائيز ڪيو ويو. سرڪاري استاد مقرر ٿيا پر ان کان اڳ ۾ تاج صاحب پاڻ به رضا ڪراڻي طور خدمتون سرانجام ڏيندا رهيا مطلب ته پنهنجي چمار علم ادب کي ارپي ڇڏيائون. ايتري قدر جو ڪيس سرڪاري پينشن به نه ملي سگهي، ڇو ته سندس سرڪاري سروس صرف 9 سال رهي. باقي سروس خانگي طرح ڪيائون.

پاڻ ضلعي دادو جا مڃيل منتظم، بااصول، بيباڪ هيڊ ماستر رهيا. سندس دور ۾ ڪاپي جو تصور به ڪونه ڪري سگهبو هو. سندس آواز رعبدار

۽ ڪڙڪائيندڙهو. امتحان ۾ ڪو به شاگرد فيل نه ٿيندو هو. سنڌس اسڪول جي امتحاني رزلٽ سو سيڪڙو فرسٽ ڪلاس ۾ ايندي هئي. اهو ئي سبب آهي جو ان وقت اسان طالب المولىٰ هاءِ اسڪول جا شاگرد هن وقت به ڪي وڏن سرڪاري عهدن تي فائز آهن. ڊاڪٽر ۽ انجنيئرن جو تعداد تمام گهڻو آهي. تاج صحرائي هڪ ملنسار يار ويس محبتي ماڻهو هو. سنڌس دوستيءَ جو حلقو به سنڌ ۾ لاتعداد آهي جن ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، حيدر سنڌي، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ابراهيم جويو، علي احمد قريشي وڪيل، شفيع محمد سولنگي، مرحوم امام بخش گهرياڻي وڪيل ۽ ٻاهرين ملڪن جا سياح اديب به سنڌس دوست هئا جن ۾ اٽلي، آمريڪا، سوئٽزرلينڊ، جاپان وغيره هئا، جو ته پاڻ انگريزي ٻوليءَ جا ماهر هئا. تمام سٺي ۽ رواني سان ڳالهائيندا هئا.

سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت تي پڻ ڪتاب لکيائون. 1989ع ۾ سنڌو جي تهذيب، 1954ع ۾ سرسارنگ هڪ مطالعو 1996ع ۾ پٽي لوڪ، ڪير ترجبل ۽ گورک چوٽي 1996ع ۾ ليڪ منڇر ۽ انگريزي ۾ لکيل ڪتاب 1997ع ۾ لکيائون ۽ نيٽن نند اکوڙ 2002ع ۾ سنڊس آخري ڪتاب هو.

.منڇر ليڪ ڪتاب به هڪ تاريخي دستاويز جي حيثيت رکندڙ آهي. منڇر ڍنڍ جي تاريخ، مهاڻن جي رهڻي ڪهڻي، ٻيڙن جا قسم، نالا، مڇي مارڻ واريون ڪڙهيون، ڄار، رڇ يعني هر پهلو جي معلومات هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي. منڇر تي پي ايچ ڊي ڪندڙ شاگردن لاءِ وڏو مددگار ثابت ٿيندو. تاج صحرائي نثر سان گڏ شاعري به ڪئي. پر پاڻ شاعري کي وقتي طور ڇڏي تحقيقي ڪم ۾ گهڻو وقت ڏنو. اهو ئي سبب آهي جو حڪومت طرفان تعليم، تاريخ ۽ تحقيق جي ڪم جي مڃتا ۾ صدارتي ايوارڊ سان کين نوازيو ويو. اهو سال هو 1991ع. ان کان سواءِ تاج صاحب قلندر لال شهباز جي تاريخي ميلي ۾ ادبي ڪانفرنس جو پڻ بنياد وڌو 1962ع ۾. ان وقت جي ڊپٽي ڪمشنر سيٺ محمد اسماعيل ميمڻ کي چئي پاڻ ادبي ڪانفرنس جو آغاز ڪيائون ۽ ان جا پاڻ بنيادي ميمبر رهيا ۽ بعد ۾ ادبي ڪانفرنس جا 1964ع کان ڪنوينر رهيا. سنڌس دور ۾ تاريخي، ادبي ڪانفرنسون ۽ مشاعرا ٿيا. قلندر لال شهباز تي پڻ تحقيقي مقالا پيش ٿيندا رهيا ۽ اڄ

تائين اها ڪانفرنس جاري رهندي پئي اچي. وفات تائين ان ڪانفرنس جا ڪنوينر رهيا ۽ خدمتون سرانجام ڏنائون.

تاج صحرائي صاحب گهڻ پاسائين شخصيت جو مالڪ هو. جڏهن ڪين سياسي پسمنظر ۾ ڏسجي ٿو ته پاڻ ان ميدان ۾ به نمايان نظر اچن ٿا. پاڪستان ڪان اڳ پاڻ خاڪسار تحريڪ جا سرگرم رڪن رهي ڪم ڪيائون ۽ ان تحريڪ ۾ ڪم ڪرڻ سبب ڪيس دهلي جيل جون تڪليفون پڻ برداشت ڪرڻيون پيون. مطلب ته هر محاذ تي پاڻ مڃرايائون.

سندس مهمان نوازي به اسان کي ياد آهي. اسان جڏهن به سندس غريب خاني تي ويندا هئاسين ته دل ۾ جايون ڏيندا هئا هڪ ننڍڙي اوطاق جي ڪمري ۾ ويهاري حال احوال وٺندا هئا. پهريائين پڇڻ ڪان سواءِ وجي گهر چانهه چئي ايندا هئا ۽ پنهنجن ڏڪندڙ پيرسن هٿن سان چانهه پياريندا هئا ۽ سندس خدمت ۾ ايترو خلوص ۽ محبت شامل هوندي هئي جو شايد اڄ جي دور ۾ ڪٿي هجي؟ چوته وڏا اديب ڪنهن کي پنج منٽ نه وقت ڪٿي ٿا ڏين. تاج صاحب جيترا وڏا اديب محقق هئا. ايڏا وڏا انسان به هئا انتهائي سادي لباس ۾ پروقار شخصيت رکندا هئا. وڏائي جو وٽس تصور به نه هو. هر ننڍي وڏي کي ساڳي قرب ۽ عزت ڏيندا هئا.

سندس محبتون پيار هميشه اسان کي ياد رهندو. حڪومت سنڌ ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ کي گهرجي ته تاج صحرائي جي زندگي ۽ ادبي خدمتن بابت هڪ سبق درسي ڪتاب ۾ شامل ڪيو وڃي ته ايندڙ نسل ان يگاني ورثي ڪان واقف ٿي سگهي. دادو ۾ ڪنهن پارڪ يا سرڪاري اسپتال جو نالو پڻ تاج صحرائي جي نالي رکيو وڃي.



سرتاج لغاري

# تاج صحرائي

سائين جو مڪمل نالو تاج محمد ميمڻ ولد نور محمد ميمڻ آهي. سندن جنم 11 سيپٽمبر 1921ع ۾ شڪارپور شهر ۾ ٿيو. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم ضلعي لاڙڪاڻي ۽ دادوءَ جي مختلف اسڪولن ۾ حاصل ڪيائين. مئٽرڪ شڪارپور مان ۽ پوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ ڪراچي آيو.

پاڻ خاڪسار تحريڪ ۾ به رهيو ۽ دهليءَ ۾ قيد به ڪاٽيائين .والد جي وفات بعد دادوءَ ۾ طالب المولیٰ هاءِ اسڪول ۾ علامه آءِ آءِ قاضي نالي سان هڪ پبلڪ لائبريري شروع ڪيائين. سنڌ ميوزيم حيدرآباد جي پهرئين اسسٽنٽ ڊائريڪٽر جي عهدي تي به فائز رهيو.

**طبيعت**

سائين هن پرآشوب دؤر ۾، جتي انسان ڪبي متيءَ جو مُله به نٿو سمجهيو وڃي، اتي پاڻ هر ڪنهن شيءَ سان پيار ڪندڙ هئو. غريب ماروئن سان، جهرجهنگ واهڻن سان، هارين نارين سان، سنڌ جي اُن ڊانسنگ گرل ۽ ڪنگ پريسٽ ڪان وٺي بيل گاڏيءَ جي ڏاهيندڙ نپل ۽ ڪمزور وادي سان. پاڻ ڏاڍو شرميلو، ديانتدار ۽ واعدي جو پاسدار هئو. سندس ئي ڪوشش سان رني ڪوٽ تي پهريون پيرو ڪامياب سيمينار منعقد ٿيو. پاڻ ڪاڇي تي، سنڌ تي جيئرو جاڳندو انسائيڪلوپيڊيا هئو. Hughes Buller جي ڳوليل گبرېندن کي ڳوليندڙ ۽ ڪاڻيءَ جي گوربندن کي ڳولي لهندڙ جاکوڙي انسان هئو.

1986ع ۾ ڊاڪٽر لوئس فليم کي ڪاڇي جي لڪل تاريخ ڏيکاريندڙ ۽ آمريءَ ۽ ڪاجي شاهه گهمائيندڙ شخص هئو. شاعر شيخ اياز کي قديم سنڌ گهمائڻ وارو پهريون ماڻهو هو. هن صاحب ڪاڇي ۽ سنڌ جي انهن امله خزانن کي ڊاڪٽر مائيڪل جانسن ۽ ليڊي جانسن، ڊاڪٽر ٽي فرينڪ، جهڙن ٻاهرين دنيا جي ماهرن کي سنڌ ڏيکاري. سندس خواهش هئي ته سنڌ ۾

امن هجي ۽ سياحت فروغ وٺي ته جيئن هتي جي غريب عوام لاءِ هڪ روزگار جو ذريعو وڏيڪ پيدا ٿئي. 1993ع ۾ رني ڪوٽ گهمڻ لاءِ اسان جي رهنمائي ڪيائين، خبر ناهي ڪهڙن ڏکين پيچرن ۽ لڪن ڪان تيندا ۽ نئيون لتاڙيندا، رني ڪوٽ پهتاسين.[1] هيڏي عمر ۾ اسان پارن کي گهمائڻ لاءِ ڏاڙيلن جي عروج واري وقت ۾ به اسان سان گڏ هليو.

ڪائي ۽ نئنگ ماٽري ۾ 1955ع ۾ ست قديم غارون آهن، جينڪي گهٽ ۾ گهٽ پارنهن هزار قبل مسيح ڪان اڳ جي پراڻي، پٿر واري زماني سان تعلق رکن ٿيون. سي ڳولي لڌائين.

Ek-Thamb نئنگ جي پٿرجي لٺ ڳولي لڌائون. ياد رهي ته ميسوپوٽيمين دؤر جي عظيم شهنشاهن يا وري BC-1792 جي حموراپيءَ جي ناياب ترين فرمان لکيل لنين جهڙي ناياب لٺ کي ڳولي لڌائون. جنهن جهڙو هڪ شاهڪار فرانس جي ميوزيم ۾ رکيل قيمتي ترين پٿر واري لٺ آهي، جنهن تي حموراپيءَ جا حڪومتي ۽ رعيتي فرمان لکيل آهن. ايران جي سنڌ سان انتهائي قربت کي واضح ڪندڙ ساساني دؤر کان اڳ جي انهيءَ شاهڪار کي ڳولياڻون.

**عظمت:**

پاڻ شفيق والد ۽ همدرد استاد هئا. سندن سوچ جو محور امن آشتي هئا. ۽ سدائين پيا سوچيندا هئا ته غربت ۽ بي علمي جهڙين وڏين ڏکيائين کي ڪيئن حل ڪجي.

هن ڪائنات ۾ هر انسان پنهنجي اندر ڪئين ڳڻ رکندڙ هجي تو پراهي ڪتي لڪي وڃن ٿا. ڪتبي زماني جي لاهن چاڙهن ۽ جالتن جي نذر ٿيو وڃن، پراهي شخصيتون پنهنجي جاءِ تي قائم رهن ٿيون.

حقيقي مبارڪ لائق وري اهي پارکو آهن جيڪي اهڙين هستين

---

(1) رني ڪوٽ جو موجوده رستو سائين محمد هاشم لغاري صاحب جن جي ڪوشش جو نتيجو آهي.

نڪل گبربند: هيءَ گبربند پنج کان ڇهه هزار سال قبل مسيح سان تعلق رکندڙ آهي، جيڪو پاڻ ئي ڪنهن جي مدد بنا ڳولياڻون.

ڪُي توڙي تڪي، پرڪيٰ ۽ ڳوليءَ ڪڍڻ تہ جيئڻ وقت جي دز انهن ڪان پريٰ رکجي. صحرائي لقب سائينءَ لاءِ ئي نهڪي اچي ٿو. پاڻ بنا ڪنهن عهدي يا ڪرسيءَ جي لالچ جي ۽ بنا ڪنهن جي مدد جي جهرجهنگ ۽ صحرائن ۾ سنڌ جي مهانتا ڪُي اڪيلي سر ڳوليندا رهيا.

تاج صحرائيءَ صاحب، شاهه عبداللطيف ڪان وٺي غالب يا ٽئگور، خليل جبران هجي يا شيلي سيني سان عقيدت رکندڙ هو. سندس تحقيق جو دائرو فقط سنڌ جي سنئين پٽ تائين ۽ ڪارونجهر ۽ ڪاڇي تائين محدود نہ هو پر ان جاکوڙ ۾ پاڻ بنگال، ڪلڪتي ۽ لبيا جا سفر پڻ ڪيائين.



الحاج شاهنواز مسافر

# تاج صحرائي جي ياد ۾

واهه جو پيارو هو يار تاج صحرائي،
ٿي هتي سڄڻ جي محسوس اڄ به گهڻتائي.

تاج جي ولادت ٿي آ شڪارپور ۾ ٿي،
تاج سان خوشي ميمڻ خاندان ۾ آئي.

تاج کي شروع ۾ ئي شوق هو صحافت جو،
هر ستين ڏهاڙي اخبار تاج ڇپرائي.

جا ڪڍي اِشاعت ”آواز“ نامُ هو رکيو
تاج جي وَڏي دادو شهر ۾ شناسائي.

صاف دل سگهوري هِنَ آپ هو ڏنو اهڙو
هر ڪَلِي ادب وارِي کا سَڙي نه ڪُومائي.

سال ڪيترن کان هِنَ اُستادُ ٿي نڀايو هو
ڳالهه هر ڪري سؤلِي پيار ساڻ سمجهائي.

تاج زندگيءَ ۾ اهڙو نه ڪم ڪيو ڪڏهين،
ڪُوڙ، مُحبت، جهيڙو ڪا ٺڳي نه اڳرائي.

تاج سان ڪيا ڪاٿي ڪن مباحثا ڪيئي،
تاج هر ڪَٿي بازي ۽ ڪڏهن نه هارائي.

درد دک اچڻ پر مايوس ڪين ٿيندو هو،
مُنهَن منجهان پي جهَلڪي سُونهَن سوپ سَرهائي.

تاج جي مٿان ڪي اِلزام ۽ ٺيا جملا،
تاج هارَ هر هر شيطان ڪني به ميرائي.

خادمن جيان خدمت جا ڪَئي آ قلندر جي،
تاج ڪر ”مُسافِرَ“ جي تون قبول واڌائي.

اڪرم پورڙائي

## تاج صحرائي جي ياد ۾

قلندر جي ادبي ميڙ ۾، هو هڪ قلندر هو،
ڇريو ڇتَ ۾ نه هو ليڪن، سدا ئي مست گجندو هو.

نظر شهباز جي جنهن تي هجي سو ڪيئن ٿو وسري،
چڙي ويو نيٺ نگريءَ کي ڪڏهن پيو چيل چلندو هو.

قلندر پنهنجي ڌرتيءَ تي گهرايو تاج صحرائي،
قلندر پڙ ۾ چا آيو سدا ٿي وينو قلندر جو.

جلال و جاهه و مستيءَ جون ڪندي ڳالهيون ويو گذري،
عجب ٿي ڪيفيت ان جي، نه ڪنهن سمجهيو سندس درجو.

قلندر جي نگري نسوروئي ناز،
جتي عشق آهي سراپا نياز.

ڪي سالڪ ڪي مجذوب ڪني قطب غوث
ڦرن ڌر تي خود صحرائي ٿي بي نياز

سنڌ ۽ پڙ جو خاصو اهو امتياز
نه محمود رهندو نه ڪوئي اياز

رکيو سالها سال سانڍي نه جذبو
لڪايل هو تو وٽ ٿيو فاش راز

رسن اوج تي تا ڪي لذت شناس
سا ئي تي منزل ئي منزل جو راز

تين خوب رسوا تسا اڪرم اهي
نه رسوا تيڻ جو جنين وٽ جواز

(انٽرويو)

# اسان جي تاريخ ڪسي وئي آهي: تاج صحرائي

انٽرويو وٺندڙ: ناصر علي پنهور

سوال: شڪارپور ڪان دادوءَ ڏانهن سفر جي باري ۾ ٻڌايو؟

جواب: منهنجو پيءُ شڪارپور جو هو ۽ مُنهنجي ماءُ سيوهڻ جي هئي. ان زماني ۾ لاڙڪاڻو ضلعو هو. منهنجو پيءُ اسسٽنٽ مختيارڪار هو. ڪيس، سيوهڻ ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ به اچڻو پوندو هو. جڏهن دادو، لاڙڪاڻي ڪان ڌار- ضلعو ٿيو ته پوءِ جيڪي لاڙڪاڻي ۾ Efficient عملدار هئا، انهن کي نئين تاهيل ضلعي ۾ بدلي ڪيو ويو. منهنجو پيءُ به لاڙڪاڻي مان دادو ضلعي هليو آيو. پوءِ وري منهنجي پيءُ جي پهرين (اڳين) گهرواري فوت ٿي وئي هئي. مان شڪارپور ۾ ڄائو آهيان. منهنجي ڄم جي تاريخ 11 سيپٽمبر 1921ع آهي، ان حساب سان مان 78 ورهين جو آهيان. مون انٽر بمبئي يونيورسٽيءَ مان ڪئي. پرائمري تعليم مختلف شهرن ۾ ورتي هئم، بابا جي بدلي ٿيندي رهندي هئي. سيوهڻ ۾ به پڙهيس، قنبر، ڏوڪري ۽ لاڙڪاڻي ۾ پڙهيس، تنهن زماني ۾ ماڻهو جتي نوڪري ڪندا هئا، پنهنجو عيال به ساڻ وٺي ويندا هئا. بابا به پاڻ جتي نوڪري ڪندا هئا، پنهنجو عيال به ساڻ وٺي ويندا هئا. بس ائين سمجهو ته منهنجي پرائمري تعليم جو گهڻو عرصو سيوهڻ ۾ گذريو. انٽر يونيورسٽيءَ مان ڪيم ۽ گريجوئيشن سند يونيورسٽيءَ مان ڪئي، پوءِ وري بي. ٽي (B.T) به ڪيم. انٽر جي امتحان دوران منهنجو پيءُ گذاري ويو هو. پوءِ مون سيوهڻ جو ميونسپل هاءِ اسڪول اچي جوائن ڪيو ۽ 1945ع کان 1947ع تائين مان سيوهڻ ۾ رهيس. پوءِ 1947ع ۾ ٿي مان دهليءَ هليو ويس، جيئن ذڪر ڪيم ته مان اتي دهلي جيل ۾ هئس. دهلي جيل مان ڇٽي آيس ته پاڪستان ۽ هندستان به ٺهي چڪو هو

۽ پوءِ مان اچي دادوءَ ۾ رهيس.

**سوال:** ان وقت دادو ڪيئن هو؟ دادوءَ جون Socio Economic حالتون ڪهڙيون هيون؟

**جواب:** دادوءَ ۾ ان وقت رڳو هڪڙو گورنمينٽ هاءِ اسڪول هو. پي ايس هاءِ اسڪول، جنهن کي پائلٽ سيڪنڊري اسڪول بہ سڏيو ويو. هاڻ وري ساڳيو پراڻو نالو پيو. ايچ هاءِ اسڪول بحال ڪيو ويو آهي. مسٽر ٽيلاٽي، اسڪول جو هيڊ ماستر هوندو هو. هتي هالاڻي جو مسٽر مدد علي شاهہ، ڪليڪٽر هو. (ان زماني ۾ ڪليڪٽر هوندا هئا) هاءِ اسڪول رڳو هڪڙو هو. شاگردن جو تعداد وڌندو ويو. پوءِ ايڊميشنس محدود ٿينديون ويون تہ ماڻهو ڪليڪٽر ڏي ويا تہ هاڻ ڇا ڪجي؟ مدد علي شاهہ وري مون کان پڇيو: "مسٽر تاج محمد! ڇا ڪجي؟" مون چيو تہ ان جو حل اهو آهي تہ هڪڙو ٻيو هاءِ اسڪول کولجي. پوءِ 1952ع ۾ مڊل اسڪول کليو. مون 1956ع ۾ ان اسڪول کي ميٽرڪ جي درجي ( هاءِ اسڪول) تائين پهچايو. ان وقت مون کي اسڪول ۾ ليبارٽري ۽ لائبرري قائم ڪرڻ لاءِ پيئسن جي ضرورت پئي. مان اڄ بہ ان ڳالهہ جو قائل آهيان تہ ان اسڪول کي Recognition ملڻ گهرجي، جنهن اسڪول کي پنهنجي ليبارٽري، لائبرري ۽ پلي گرائونڊ هجي، ڇو تہ Extra Curricular سرگرميون ئي تہ شاگردن کي صحتمند رکن ٿيون ۽ شاگردن جي Mental Development ۾ واڌارو آڻن ٿيون. اهو سال 1956ع هو. اسڪول لاءِ پيسن جي ضرورت هئي، مان مخدوم طالب المولیٰ ڏانهن ويس. مخدوم صاحب سان ادبي دنيا جي ڪري دعا سلام هئي. مخدوم صاحب مون کي اسڪول لاءِ ڏهہ هزار رپيا ڏنا، جنهن مان مون ليبارٽري ۽ لائبريري قائم ڪئي. 1975ع کان لاڳيتو 3 سال منهنجي اسڪول جا سؤ سيڪڙو شاگرد ميٽرڪ ۾ فرسٽ پوزيشن ڪڍندا هئا. اسڪول جي رزلٽ سؤ سيڪڙو شاندار رهئي. ان کان پوءِ ڪجهہ وقت لاءِ مون کي جسٽس فيروز الدين نانا صاحب حيدرآباد وٺي ويو. ان وقت نانا صاحب پبلڪ سروس ڪميشن ۾ هو. مون کي سنڌ ميوزيم ۾ مقرر ڪيائين. مان سال ڏيڍ کن اتي رهيس. تنهن کان پوءِ وري مان، موٽي پنهنجي اسڪول آيس. وري جڏهن 1955ع ۾ ڪراچيءَ ۾ Sindh Through Centuries تي

ملهايائون. تڏهن نانا صاحب، پروفيسر غلام مصطفیٰ شاهه پيار علي الانا ۽ پير حسام الدين راشديءَ مون کي گهرائي چيو ته آن پروگرام ۾ عالمي سطح جي يا نيشنل ليول جي Exhibition آرگنائيز ڪنداسين. ڊاڪٽر غلام علي الانا، ان Exhibition جو سيڪريٽري جنرل هو. نمائش جوڪم مون کي سونپيو ويو. مون ڪي ان ڪم ۾ نانا صاحب ۽ پير حسام الدين راشدي صاحب جون گهڻي ۾ گهڻيون Blessings مليون. انهن ڏينهن ۾ منهنجي ڊاڪٽر اينميري شمل سان به ملاقات ٿي. 1972ع ۾، ذوالفقار علي ڀٽي جي ڏينهن ۾، اسڪول نيشنلائيزڊ ٿيا ته پوءِ باقي جيڪا رهيل کهيل تعليم هئي، اها به ختم ٿي وئي. جو ته پوءِ Competition ختم ٿي وئي.

**سوال:** انهيءَ دؤر ۾ اسان جا تعليمي ادارا Politicized ٿي ويا ؟

**جواب:** Competition ختم ٿي وئي.......... اسان جي ڏينهن ۾ هندو ڇوڪرا به هوندا هئا، مسلمان ڇوڪرا به هوندا هئا، ڇوڪريون به هونديون هيون. اسان ڇوڪرا، اها ڪوشش ڪندا هئاسين ته اسان کي ڪا ڇوڪري نهاري. پوءِ هڪڙو نڪر ڇوڪرو هوندو هو ۽ هڪڙو مان هوندو هئس. انگريزيءَ ۾ مان ماريندو هئس ۽ ڇوڪري اسان کي سدائين Maths ۾ ماريندي هئي. ڇوڪريءَ کان اسان ڪڏهن به Maths ۾ ڪُونه ڪٽيو Competition هئي، سائين Competition ختم ٿي وئي ته تعليم ختم.

**سوال:** توهان رٽائرمينٽ ڪڏهن ورتي؟

**جواب:** مون کي 1981ع ۾ رٽائر ڪرايائون. مون کي رٽائر ڪرائڻ لاءِ جڏهن آفيسر آيا ته انهن چيو، "توهان جي سرٽيفڪيٽن ۾ ڦيرقار ڪري، عمر گهٽ ٿا ڪرايون............."

مون چيو "نه يار مون کان اهو نه پڄندو........" سقراط کي شاگردن چيو، اسان بندوبست ڪريون ٿا، تون جيل مان ڀڄي وڃ"، ته سقراط چيو: سقراط جيڪڏهن جيل مان ڀڄي ويندو ته صداقت تي حرف اچي ويندو. جيڪو مون سڄي عمر صداقت جو سبق سيکاريو، مان ٿي ان جي خلاف عمل ڪيئن ڪريان". چيم ته، نه يار 5-10 سالن لاءِ ڪهڙي ويهي ڦيرقار ڪريان. مون ڪڏهن به غلط ڪم نه ڪيو هو. ڪي به بوگس رجسٽر ڪونه مينٽين ڪيا ۽ ڪڏهن به ڪا غلط ڳالهه نه ڪئي".

**سوال:** آرڪيالاجي (آثار قديمہ) ۾ اوهان ۾ دلچسپي ڪيئن پيدا ٿي ۽ ڪڏهن پيدا ٿي؟

**جواب:** مان اڄ ڏينهن تائين چوندو آهيان تہ:

Only book education is nothing without Art

آرٽ ۾ جيڪڏهن هيڊ ماستر دلچسپي وٺندو تہ لازم آهي تہ اسٽاف جا ميمبر بہ دلچسپي وٺندا. منهنجي شوق ۾ نانا صاحب واڌارو آندو. مون وٽ هن مهل تائين بہ شايد 50-40 ليٽر پيا آهن، جن تي آرٽ اڪريل آهي، ڪنهن تي ڏاچي، ڪنهن تي مور آهي، ڪنهن تي محراب آهي، ڪنهن تي مسجد آهي، ڪنهن تي سن فلاور آهي........ پوءِ نانا صاحب ۽ مان ويهي رات جو پٿرن تي ڪچهري ڪندا هئاسين ۽ بحث ڪندا هئاسين ۽ پوءِ ائين آهستي آهستي اهو سلسلو هلندو رهيو.

پوءِ وري ڊاڪٽر لوئيس فليم، هتي سنڌ ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪرڻ آيو هو. مون وٽ بيگم ممتاز راشدي ۽ پيار علي الانا جون چٺيون کڻي آيو هو. پوءِ مون وٽ اچي هتي رهيو هو، هتي ريسٽ هائوس ۾ ترسايو هومانس. نيرن، ريسٽ هائوس ۾ ڪندو هو، منجهند ۽ رات جي ماني مون وٽ کائيندو هو. مون ان کي سڄو دادو ضلعو گهمايو. اها 1976ع، 1977ع ۽ 1978ع جي ڳالهہ آهي. ڊاڪٽر لوئيس فليم آمريڪن هو. تنهن کان پوءِ مان. موهن جي دڙي تي ويندو هئس. پوءِ وري مون خود پڙهيو. موهن جي دڙي تي جيڪي بہ انگريزي يا اردوءَ ۾ ڪتاب هئا، اهي مون پڙهيا. سنڌيءَ ۾ بہ ڪجهہ مواد هو پر مون گهڻو مواد انگريزيءَ ۾ پڙهيو ۽ مزيدار ڳالهہ اها آهي تہ سنڌ ۾ ڪجهہ اهڙيون آرڪياليجيڪل سائيٽون آهن، جيڪي خود آرڪيالاجي ڊپارٽمينٽ وارن بہ نہ ڏٺيون آهن. سو جڏهن بہ ڪو اسلام آباد مان، منسٽر گهمڻ ايندو هو تہ ڊپارٽمينٽ وارا مون کي فون ڪندا هئا تہ، "تاج صاحب! توهان حيدرآباد اچو يا ڪراچي پهچو........ فلاڻو منسٽر اچي ٿو، ان کي فلاڻيون فلاڻيون سائيٽون گهمائڻيون آهن تہ مان ويندو هئس ۽ پهرين ڊپارٽمينٽ وارن کي سائيٽون ڏيکاريندو هئس، پوءِ اهي پنهنجي منسٽرز ۽ بين ماڻهن کي اهي سائيٽون گهمائيندا هئا. مون پهريون پهريون جيڪو ڪتاب لکيو هو، اهو هو "سنڌو تهذيب"، اهو 1994ع ۾ ڇپيو هو، تنهن کان پوءِ Manchhar Lake

ڪتاب آيو ۽ هاڻ وري منهنجو جيڪو ٽيون ڪتاب ايندو اهو آهي:
"Shah Latif: what values he has preached".

يعني ڏورڻ گهٽو ڏاڪڙو. معنيٰ: "سمجهه"......... سنڌيءَ ۾ ڪتاب آهي..... اڻ از ويري ڊفيڪلٽ. ڏورڻ گهٽو ڏاڪڙو ڏور م ڏيئان ڏار..... جيستائين توهان کي علم نه هوندو، تيستائين اوهان جيڪو ڪم ڪندئو، اهو نتيجه خيز ثابت نه ٿيندو. ان ڪتاب ۾ جيڪي قدر پڌايل آهن، ان ۾ سچ ۽ اعتماد به وڏا قدر شامل آهن.

**سوال:** هاڻي ٿورو وري پوئتي ٿا واپس اچون.. توهان دادوءَ ۾ اسڪول کوليو ۽ ان جي لاءِ مخدوم طالب المولىٰ کان به سهائتا ورتي هئي..... ان وقت دادوءَ جي ماڻهن جو ڇا Response هو؟

**جواب:** تمام گهڻو سٺو Response مليو، ڇاڪاڻ ته اسڪول ته هئا ئي ڪونه، سرڪاري اسڪولن ۾ ته ائين پرتي ٿيندي هئي. هتي به Competition ۾ آياسين. جڏهن پهرئين سال اسان جي رزلٽ آئي 88% هئي ۽ ٻين جي هئي 23%. ڪو مارجن ئي نه هو. پوءِ اهي به Competition ۾ آيا ته مون کي ته باقاعدي دادوءَ جي شهرين تمام وڏي پذيرائي ڏني. مان ته ڪميٽيڊ ٽيچر هئس. مون ڪڏهن به پرائيويٽ ايجوڪيشن نه ڏني. ڪوبه شاگرد هجي، ان جو ڪهڙو به مسئلو هجي، He used to visit me, I always guided him. هتي گرلس اسڪول به هوندو هو ان جي باوجود به منهنجي اسڪول ۾ ڇوڪريون پڙهنديون هيون، ڇو ته مون وٽ ڊسيپلين هوندو هو.

**سوال:** توهان جي شخصيت جا الاهي سارا رخ آهن....

**جواب:** الاهي سارا ته ڪونهن (ڪلنڊي) مان ته تمام ننڍڙو ماڻهو آهيان.

**سوال:** تعليم، توهان جو پيشيوراڻو شعبو آهي، آرڪيالاجي، توهان جو شوق ٻڌي ۽ ان توهان کي ڪلچر ۽ تاريخ سان به ڳنڍي ڇڏيو، توهان "سنڌو تهذيب" جهڙو ڪتاب به لکيو (قلندر لعل شهباز) ميلا ڪميٽيءَ جا ڪنوينر به ٿيا......

**جواب:** ميلا ڪميٽيءَ جو مان 1964ع کان وٺي ميمبر آهيان ۽

جيڪي بہ ادبي ڪانفرنسون ٿينديون آهن، ان جوڪنوينر بہ مان آهيان ۽ سمجهو ٿا تہ 1964ع کان وٺي اڄ تائين يعني 35 سال.......

**سوال:** انهيءَ حوالي سان اسان پڇڻ ٿا چاهيون تہ توهان کي 1991ع ۾ صدارتي ايوارڊ بہ مليو ڇا توهان سمجهو ٿا تہ زندگيءَ جي اها ئي Achievement هئي يا ڪجهہ اڳتي بہ آهي؟

**جواب:** .. "No sir, it is not last" فارابي" He is great Muslim Scholar ، فارابيءَ جيڪو علمي دنيا جو انتهائي وڏو عالم ۽ فيلسوف آهي تنهن جو قول آهي تہ اهو ماڻهو جيڪو ڪنهن هڪڙي شيءِ کي Achieve ڪرڻ کان پوءِ سمجهي تہ هاڻ ڳالهہ ختم ٿي وئي تہ اهو بيوقوف آهي، ۽ توهان ڏسو تہ... رسول خدا صلي الله عليہ وسلم فرمائين ٿا تہ پينگهي کان وٺي قبر تائين علم پرايو، معنيٰ There is no end، معنيٰ پڙهو! اسان وٽ مسئلو هيءُ آهي تہ اسان وٽ جيڪو هيءُ Prescribed ڪورس آهي، اهو پورو ڪيو ۽ اهو پوري ڪرڻ کان پوءِ سمجهبو تہ ڄڻ اسان کي سڀ ڪجهہ اچي ويو.... ۽ ٻي حديث وٺو. علم حاصل ڪرڻ لاءِ چين تائين هليا وڃو .... چين کي سين چوندا هئا. ان وقت رسول خدا صلي الله عليہ وسلم جي زماني ۾ علم جا ٽي مرڪز هئا. يونان، فلسفي جي ڪري، سنڌ، ويدڪ فلسفي جي ڪري ۽ چين ڪنفيوشس ۽ تائوءَ جي فلسفي جي ڪري. معنيٰ تہ علم حاصل ڪرڻ لاءِ چين تائين بہ وڃو ۽ رسول خدا ، اهو نہ ٿا فرمائين تہ علم جي هيءَ شاخ پرايو ۽ هيءُ فلاڻو علم نہ پرايو. معنيٰ رسول خدا صلي الله عليہ وسلم چين جي اسڪالر کي بہ تبليغ ڪيو ۽ ٽين حديث تہ علم حاصل ڪرڻ مسلمان مرد ۽ عورت تي فرض آهي. اسان مسلمانن جي بدبختي اها آهي جو اسان حجتہ الوداع وارو خطبو وساري ڇڏيو آهي. اهو خطبو اسلام جو روح آهي. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ ذات ناهي ذات تي، جيڪو وهي سو لهي.... جيڪو محنت ڪندو اهو Achieve ڪندو.

**سوال:** ٻڌو آهي تہ توهان جي گهر ۾ هڪڙو ننڍڙو ميوزيم آهي؟

**جواب:** اهو ميوزيم مون اسڪول ۾ رکيو هو، پوءِ جڏهن مون رٽائر ڪيو ۽ جيڪي شيون مان Lift ڪري سگهيس، اهي آڻي ڪٺي آيو هئس، انهن مان ڪي هن ڪمري ۾ موجود آهن ۽ ڪجهہ ڪوڪن ۾ بند رکيل آهن،

باقي جيڪي شيون مان اسڪول ۾ چڙهي آيس، اهي ختم ٿي ويون.

**سوال:** اهي شيون اوهان ڪٿان لڌيون، رني ڪوٽ مان يا.....؟

**جواب:** سائين نہ، مون کي جيڪي شيون مليون، انهن لاءِ هڪڙي ڳالهہ ذهن ۾ رکو تہ اها Surface Collection هئي. اها مون کي رني ڪوٽ مان بہ ملي، آمريءَ مان بہ ملي، ڪوٽ ڏجيءَ مان بہ ملي، موهن جي دڙي مان ڪا بہ شيءِ نہ ملي ۽ ٻيا مائونٽس جيڪي آهن، انهن مان بہ ملي آهي، انهن مائونٽس مان خاص طور تي ڳاجي شاهہ، ٽنڊو رحيم، علي مراد شاهباٽي (ڪاڇو)، نئينگ، ڪائي، لهڻ جو دڙو ذڪر جوڳا آهن. مان ٿر بہ ويو آهيان، ٿر ۾ نهوٽو بہ آهي. اِن کي نهوٽو تہ هاٽي ٿا چون. اصل ۾ اهو نوسوهٽو آهي. It was a sea port now it is called Nahuto, It means a township with 900 shops. اتان بہ مون کي شيون مليون آهن.

**سوال:** توهان جي ريسرچ جو محور ۽ مرڪز سنڌ جو ساڄو پاسو (Right Bank) رهيو آهي، ڇو؟

**جواب:** ان جو هڪڙو سبب آهي، اهو سبب هيءُ آهي تہ...... (مرڪندي) ڏاڍو مزيدار سوال آهي.... اسان وٽ پر هر ملڪ ۾ سوسائٽي .. نوميڊڪ سوسائٽي هئي، ان ۾ ڇا ٿيندو هو تہ مرد شڪار تي نڪري ويندا هئا ۽ عورتون ويٺيون هونديون هيون. پوءِ آبادي وڌي، هن ۾ بہ ڳالهيون لکجو هڪڙي ايچ جي ويلز جي Quotation آهي، ايچ جي ويلز لکيو آهي In the remote past man was a real animal. ۽ گولڊن چائيلڊ لکيو آهي تہ Even in the remote past men always lived in groups. جيئن آبادي وڌي آهي ۽ شڪار ملڻ ڏکيو ٿيو تہ ماڻهو پنهنجي ڪاڏي ۾ مڇي کي بہ Supplement ڪيو. انهيءَ ڪري نوميڊڪ سوسائٽي، فشنگ سوسائٽيءَ ۾ تبديل ٿي آهي. ديٽ از سيڪنڊ اسٽيپ ۽ اوهان کي خوش ڪرڻ واسطي آئون توهان کي ٻڌايان تہ سوسائٽيءَ کي عورت جنم ڏنو آهي. عورت، گهر ۾ ويٺي هوندي هئي، ٻار پالڻ عورت جي ذميواري هئي گهر ڪي ناهيندي هئي. ڪکاوان ناهي يا کهڙا بہ ناهي، برسات پوندي هئي تہ وڻن مان جيڪو ٻج ڪرندو هو ۽ ٽني پوندو تہ عورتون ٿي انهن کي ڏسنديون هيون، سنڀال ڪنديون هيون، تہ ائين زراعت شروع ٿي. معنيٰ تہ ايگريڪلچر بہ عورتن ايجاد

ڪئي تہ ڪلچر بہ عورتن Start ڪيو. پوءِ وري جڏهن ماڻهو وڌيڪ قوي ٿيو تہ... توهان منچر ۾ ويندؤ نہ تہ، اتي ڪَلِ ۽ ڍِير جا ڦرها ناهي، اهي پيٽ هيٺان رکي ماڻهو ترڻ شروع ڪيو..... پوءِ وري جڏهن ماڻهو وڌيڪ شعوري طرح ترقي ڪئي تہ هو وري ڪاٺ جا تختا ناهي، ترڻ لڳو ۽ پوءِ پيڙي (Boat) ايجاد ٿي، ۽ جڏهن Boat ايجاد ٿي تہ پوءِ ماڻهو منچر کي ڇڏي، درياهہ ۾ آيا. سنڌ ۾ جيڪا فشنگ سوسائٽي پيدا ٿي آهي، اها اٿين ئي آهي، وري آباديءَ جي وڌڻ سبب فشنگ سوسائٽي بہ ختم ٿي. ڪجهہ ماڻهو تہ مڇيءَ سان لاڳاپيل رهيا ۽ ڪجهہ ماڻهو وڃي، ايگريڪلچر ۾ لڳا. فشنگ سوسائٽي ايگريڪلچر کي جنم ڏنو آهي. انهيءَ ڪري توهان ڏسندؤ تہ سنڌ ۾ ڪو زميندار جو نالو نہ ٿئندو آهي. چيو ويندو آهي تہ جهيجن جي ديهہ، ڪوريجن جو ڪڙيو..... فردن جو ذڪر نہ آهي. Individual زميينداري، ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن اسان جي ڳاٽي ۾ وڌي. سنڌيءَ ۾ توهان پڌو هوندو تہ "جيئي چاچو جاڙو جنهن وڏو ڪنو چاڙهيو." اسان وٽ جوائنٽ فيملي جو تصور هو. وڏيرو ان لاءِ وڏيرو هوندو هو جو اهو سڄي ڪڙم ۽ ڳوٺ جي سارسنڀال لهندو هو.

سوال: ان جو مطلب آهي تہ ان دؤر جي وڏيري کي توهان Positive ٿا سمجهو.

جواب: بلڪل، ان وقت وڏيري جي اوطاق ۾ سڀ ڪجهہ ٿيندو هو. شادي اتي ٿيندي هئي، غمي اتي ٿيندي هئي، ميلا اتي لڳندا هئا. ملاکڙا اتي ٿيندا هئا. فيصلا اتي ٿيندا هئا. شادين ۽ سڱاوتيءَ جون ڳالهيون اتي ٿينديون هيون. سڀ ڪجهہ وڏيري جي اوطاق ۾ ٿيندو هو. اوطاق نهي ان مقصد لاءِ پوءِ جڏهن سوسائٽي پڳي آهي، تڏهن جوائنٽ فيملي جو تصور ختم ٿيو آهي ۽ هر شيءِ Individual ٿي آهي...چون ٿا تہ Sindh is called the land of rivers, why? پروف! توهان پڌائيندئو تہ ڇو؟ توهان وٽ پروف آهي؟ پڌائيندئو؟ توهان ٺٽي ۾ ويندئو، توهان کي مينهن نظر نہ ايندي، توهان ڪاڇي ۾ ويندؤ تہ توهان کي مينهن نظر ڪانہ ايندي، توهان کي وچين علائقي ۾ ڳئون گهٽ نظر اينديون. ڇاڪاڻ تہ مينهن پاڻيءَ جي آهي، ان ڪري مينهن جو رنگ بہ ڪارو آهي. انهيءَ ڪري چيو ويو آهي تہ Sindh is land

of rivers تي درياهه مشهور هئا. هڪڙو تہ اها Indus پئي وهي. توهان ڪشمور ۾ ڪنڌ ڪوٽ ويا آهيو؟ ڪنڌ ڪوٽ ۾ ننڍا ننڍا دڙا ۽ تلاءَ اتي اتان هڪڙو درياهه وهندو هو، جنهن کي اڳتي هلي الهندو سڏيو ويندو هو. پيو درياهه وهندو هو، جيڪو هماليہ کان شروع ٿيندو هو ان جو نالو سرسوتي هو. ان جو نالو ڪتي هاڪڙو هو. ڪتي ريڻي هو. هيٺ تر ۾ ان کي مهراڻو سڏيندا هئا. اهو يڪو هاڪڙو بہ سڏبو هو. اهو وڃي ڪڇ جي نار وٽ ڪوري ڪريڪ ۾ ڪرندو هو. هيءُ جيڪو پهريون پهريون علائقو آباد رهيو آهي، انهيءَ ڪري اوهان هڪڙي ڳالهہ ذهن ۾ رکو تہ هيءُ جيڪو الهندو ڪنارو آهي، جيڪي بہ آمري تهذيب جي دور جا نشان توهان کي هتان ملندا، چاڪاڻ تہ ماڻهو کي شيلٽر ڪرڻ واسطي يا انڊس ڪراس ڪري هوڏانهن وڃڻ واسطي، وقت لڳو هو. آمري ڪلچر 4000 قبل مسيح جو آهي. پرئين پاسي اوهان کي ڪوٽ ڏيجي ڪلچر ملندو، جيڪو 3000 ق م جو آهي، ۽ موهن جو دڙو 27000 ق م پراڻو آهي. منڇر جي آسپاس جيڪي بہ آرڪيالجيڪل سائيٽس مليون آهن، اهي آمري ڪلچر جون سائيٽون آهن. مون پنهنجي ڪتاب "ليڪ منڇر" ۾ جيڪي سائيٽس ڏنيون آهن، انهن جي عمر بہ لکي اٿم.

**سوال:** آرڪيالاجسٽن (ماهر آثار قديمہ) جو خيال آهي تہ دنيا ۾ تهذيبن جون 1000 سائيٽس آهن، جن مان 62 سنڌ ۾ آهن ۽ انهن مان 41 سائيٽس منڇر وٽ آهن؟

**جواب:** مون اهي انگ اکر ڪونہ پڙهيا آهن، توهان کي The oldest sites جي باري ۾ ٻڌايان ٿو، پراڻي ۾ پراڻي سائيٽ Jerico آهي، جيڪا اردن ۾ درياهہ اردن تي آهي، جيڪا 7000 ق م پراڻي آهي. مان ان تي بہ اڄان ٿو. ان کان پوءِ جيڪو پراڻي ۾ پراڻي سائيٽ آهي، اها آهي نوشيروان. اهو سبي ضلعي بلوچستان ۾ آهي؛ اهو 6000 ق م پراڻي آهي. ان کان پوءِ ڪوهڙيجي ۽ ٻي پراڻي سائيٽ آمري آهي. سو سائيٽن هاڻي اهو اوهان سنڌونديءَ جي الهندي پاسي جو ذڪر ڪيو آهي تہ اتي جتي بہ اوهان کي Pre Historic Sites ملنديون، اتي اوهان کي Springs (چشما) ملندا. چاڪاڻ تہ آبادي ٿيندي اتي، جتي پاڻي هوندو. توهان نئينگ ويندؤ تہ اتي چشمو آهي. ڪائي ۾ بہ آهي. گوراندي ۾ بہ آهي، گاجي شاهہ ۾ بہ آهي، ٽنڊي رحيم ۾ بہ آهي.

اهي سڀ چشما هئا. اهي علائقا تهذيبن جا نشان ٻڌيا سنڌو نديءَ جي الهندي پاسي چشما هئا، اتي آبادي هئي ۽ اتي ئي تهذيبن جا نشان مليا آهن. سنڌو نديءَ جي ايرندي ڪناري رڳو Settlements هئا. اهي هاڪڙي جي ڪناري تي به نظر ايندا، جيڪي هاڪڙي جي ڦٽي وڃڻ کان پوءِ سڀ ختم ٿي ويا. مان ايرندي ڪناري واري پاسي به ويو آهيان- نهوتو ۽ ڪوٽڏيجي وغيره، پر Dadu district historically and culturally is richest district of the province علي احمد بروهي چوندو آهي ته دادو ضلعو ته آرڪيالاجيءَ جو ورڪشاپ آهي. مون رني ڪوٽ قلعي ۾ رني ڪوٽ تي 1981ع ۾ سيمينار ڪرايو هو جنهن جي صدارت ان وقت جي گورنر رٽائرڊ ليفٽيننٽ جنرل ايس. ايم عباسيءَ ڪئي هئي، اهو سيمينار مون قلعي جي اندر ڪيو هو ته جيئن ماڻهو قلعي ۾ اندر اچن ۽ ڏسن ته اهو آهي ڇا. توهان ڪڏهن رني ڪوٽ گهميو آهي؟ جيڪڏهن گهميو آهي ته مون کي خبر نه آهي ته توهان کي ڪنهن پراپرلي گائيڊ ڪيو الائي نه. توهان کي خبر آهي ته اهو قلعو اتي ڇو ٺهيو؟ سنڌ جي جيڪا اولڊ ٽريول ۽ ٽريڊ روٽ هئي، اها هئي Old travel and trade rout, between Indus valley and Mesopotamia انهيءَ ڪري اهو قلعو بچاءُ هو. اهو رستي جي دفاع لاءِ استعمال ٿيندو هو. انهيءَ قلعي ۾ گهوڙا تبديل ڪيا ويندا هئا، ۽ نوان تازه دم گهوڙا روانا ڪيا ويندا هئا ۽ ٽپال موڪلي ويندي هئي. الهندو ڪنارو سدائين ، ايرانين جي تسلط هيٺ رهيو آهي، هاڻ ويجهڙ ۾ ئي. وي ٽي به ڏيکاريو هئن ته بلوچستان مان ٽي پراڻا آثار دريافت ٿيا آهن، جن ۾ اهڙا ٿانوَ مليا آهن جن تي شينهن اڪريل آهن، اهي به ايراني شيون آهن.

**سوال:** توهان جي اولاد مان ڪو آرڪيالاجيءَ يا تاريخ طرف آيو آهي؟

**جواب:** منهنجو وڏو پٽ ڪراچيءَ (لياري) ۾ ڪڏي ۾ عبدالله هارون ڪاليج ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر آهي، ٻيو نمبر پٽ تعليم کاتي ۾ (استيبلشمينٽ ۾) اسسٽنٽ آهي، ٽيون نمبر پٽ ڪراچيءَ ۾ حبيب بئنڪ ۾ گريڊ- ون جو آفيسر آهي. منهنجو چوٿون ٻار (پٽ) گذاري ويو. پنجون پٽ مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ مڪينيڪل انجنيئرنگ ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر آهي. منهنجي ڀيرين ڌيءَ جڏهن بي. اي پاس ڪئي ته مون منائي ورهائي ته

منهنجي نياڻي گريجوئيٽ ٿي آهي. منهنجي پيون نمبر ڌيءَ ڊبل گريجوئيٽ آهي. ايم اي سنڌيءَ ۾ ڪئي اٿس. مون ته ڌيڳيون لاٿيون هيون سائيں! ته منهنجين نياڻين ايم. اي ڪئي آهي ۽ بي. اي ڪئي آهي پر منهنجين نياڻين نوڪري وغيره نه ڪئي، پر جيڪڏهن جاب وغيره ڪن ها ته مون کي اعتراض ڪونه هو. منهنجيون ٻئي ڌيئرون ڪراچيءَ ۾ رهن ٿيون. ٻه پٽ به ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا. منهنجو پيو گهر چئُ ڪراچي آهي.

**سوال:** 1978ع ۾ انٽرنيشنل ڪانگريس فار دي ٿرلڊ ورلڊس ٽيچرس جي ڪانگريس ۾ لبيا به ويا هئا....

**جواب:** ها، اهو به عجيب داستان آهي. مون کي اڄ ڏينهن تائين خبر نه پئي آهي ته منهنجو نالو ڪنهن Recommend ڪيو هو. Because Dadu is out of way نه ڪراچي، نه حيدرآباد، نه سکر مان ڪي به ماڻهو Nominate ڪيا ويا هئا- هڪڙو مان هئس، ٻيو هڪڙو لاهوري. لاهور يونيورسٽيءَ جو هو. لاهور يونيورسٽيءَ واري هلڻ کان جواب ڏنو. پوءِ فقط مان وڃي بچيو هئس. مان چئي نه ٿو سگهان.... مان ڪراچيءَ ۾ ويٺو هئس. منهنجي ٽڪيٽ او. ڪي هئي. جڏهن به پي. آءِ اي آفيس ويس ته جواب پئي مليو ته لبين ايئر لائينز او. ڪي نه ٿي ڪري. مان چوندو هُئس ته لبيا حڪومت جي ٽڪيٽ آهي ۽ لبين ايئر لائينز چونه ٿي او. ڪي ڪري؟ پوءِ جنهن ڏينهن تي ڪانفرنس پوري پئي ٿي، انهيءَ ڏينهن منهنجي ٽڪيٽ او. ڪي ٿي منسٽريءَ واري جو چوڻ هو ته ان کان اڳ به پيرا ٽيچرس ڪانگريس ٿيون آهن ته ڪير به ڪونه ويو آهي، تنهن ڪري توهان ضرور وڃو، پوءِ چاهي هڪ ڏينهن لاءِ سهي. پوءِ مان ويس اتي مون جيڪو ڳالهايو ته Where ever a man lives it is my country where ever a teacher lives it is my homeland. ڏاڍو داد مليو. اتي مان 14 ڏينهن رهيس.

**سوال:** توهان کي لبيا ڪيئن لڳو؟

**جواب:** اتي مون جيڪا وڏي ۾ وڏي ڳالهه ڏٺي، اها هئي وقت جي پابندي ۽ ٻي ڳالهه اجتماعيت هئي. ماڻهن ۾ اجتماعي سوچ هئي. جيڪا اسان وٽ ناهي ۽ ماڻهن کي پنهنجي ملڪ جي تعمير ۽ ترقيءَ جو جنون هو. مان ويندو هوس ته مون کي شلوار قميص ۽ ڪوٽ هوندو هو يا ڪنهن وقت

شيرواني پائي ويندو هوس، مون سان جيڪي به ان هوندا هئا، مقامي لباس ۾ هونڌا هئا.

سوال: توهان صحرائي تخلص ڪيئن رکيو؟

جواب: ڇا توهان فيض کي پڙهيو آهي، پلي اها ڳالهه لکو. مان جڏهن ميٽرڪ پڙهندو هوس، تڏهن مان ٽي سال لاڳيتا هندستان ڀڄي ويو هوس. 1938ع کان 1940ع تائين اداڪار ٿيڻ جي چڪر ۾. (سيٺي ڪلون تا) بمبئي ۾ فلمسازن مون کي ته ڪنيو پٽي پر مون سان گڏ ٻين دوستن کي نٿي ڪنيو. مان هندستان جا سڀ شهر گهميو آهيان سواءِ ڪشمير جي. انهي زماني کان وٺي مون کي لکڻ پڙهڻ جو شوق هو. مون ميٽرڪ 1942ع ۾ شڪارپور مان ڪئي. شيخ اياز سان اتي ملاقات ٿي. تنهن زماني ۾ جماڻي هال لائبريري هوندي هئي. ان ۾ رسالا ايندا هئا: خيام، عالمگير رسالا ۽ ٻيو هڪ ٿلهو ڪتاب، ان جو نالو ياد ناهي، اهو مون کي سکر ۾ نه پئي مليو ۽ شڪارپور ۾ به نه. پوءِ اهو مون چوري ڪيو. هاڻ سائين ڳالهه ٻڌو مان پاڻ کي سڏائيندو هوس حقير. فيض احمد فيض کي اهو تخلص نه وڻندو هو. فيض احمد فيض يا جگر مراد آبادي ۽ جوش مليح آباديءَ سان ڪچهريون ٿينديون هيون. جتي فيض صاحب چوندو هو: يار تاج صاحب کي چئو ته هو پنهنجي پاڻ کي حقير نه سڏائي. هڪ ڀيري هڪ چڱي خاصي ادبي محفل ٿي،جنهن ۾ فيض صاحب مون کي ڏسي چيو، تون اجا حقير آهين؟ مون مذاق مذاق ۾ چيو ته هاڻ جهنگلي ٿو ٿيان، تنهن تي فيض صاحب چيو ته ان جي فارسي ڪر! مون چيو: صحرائي. چيائين: ڪيترو نه پلو تخلص آهي، توهان صحرائي ٿي وڃو. ائين هڪ بنگلي تي مانيءَ جي ميز تي فيض صاحب مون کي صحرائي ڪري ڇڏيو. ڊاڪٽر جي ايم مهڪري مون کي دريائي لکيو آهي.

سوال: شيخ اياز کي توهان ڪيئن ڏٺو؟

جواب: اياز صاحب ڏاڍو سهڻو هو، وار وڏا رکندو هو قميص هميشه گوڏي کان هيٺ پائيندو هو. ڪاليج ۾ اسان گڏ هوندا هئاسون. مون کان هڪ سال ننڍو هو. تنهن زماني ۾ اسان سان شڪارپور واري ڪاليج ۾ جيڪي ٻيا دوست هئا، تن ۾ هڪڙو ڊاڪٽر نبي بخش قاضي هوندو هو، جيڪو سيڪريٽري به رهيو آهي ۽ ٻيا به کوڙ سارا هوندا هئا:

**سوال:** ان دؤر جو شڪارپور توهان کي ياد آهي؟

**جواب:** ان وقت شڪارپور پئرس سڏبو هو... بادشاه پئرس. جيڪي به واپاري هوندا هئا، اهي ڪمائيندا سڄي ملڪ ۾ هئا پر خرچ اچي ڪندا هئا شڪارپور تي. ان وقت جون شڪارپور جون، توهان جايون ڏسو، گهڻو ڪري ڪاٺ جون ٺهيل هونديون هيون.

**سوال:** شڪارپور جو زوال ڪيئن ٿيو؟

**جواب:** ورهاڱي کان پوءِ جيڪي به هتي ماڻهو آيا، تن هن شهر کي تباهه ڪيو. هڪڙو سومرن پيو شيخن ڪيو. ڇو جو انهن ماڻهن کي سنڌايو. انڪري ماڻهو ڀڄي ويا، گهر ڊاهيندا ويا.

**سوال:** تجارتي مرڪز جي حوالي سان شڪارپور جو زوال ڪيئن ٿيو؟

**جواب:** ڇا ٿيو جو ريلوي نظام شروع ٿيو. ملڪ ۾ روڊ ذريعي آمدرفت ٿيندي هئي، سا بند ٿي ويئي، واپاري مال سڌو ڪٽي وڃڻ لڳا، انڪري آهستي آهستي شڪارپور جو زوال شروع ٿيو ۽ سکر کي اهميت ملڻ لڳي، سنڌ جي ڪن شهرن جيئن سيوهڻ، شڪارپور ۽ ٺٽي کي پنهنجو ڪلچر هو.

**سوال:** هن وقت تائين سنڌ جي تاريخ تي جيڪو ڪم ٿيو آهي ان کي توهان ڪيئن ٿا ڏسو؟

**جواب:** ڪنهن لکي آهي سنڌ جي تاريخ!! پير حسام الدين راشدي ته رڙيون ڪندو هو ته سنڌ گورنمينٽ مون کي هڪ وڏو بنگلو ٺهرائي ڏئي، جنهن ۾ پنجن هولس وانگر ڪمرا هجن، جنهن ۾ آئون پنهنجي پسند جي اديبن کي ان ۾ واڙيان، پوءِ رات جو هڪ بين وڄي تائين هال ۾ ويهي ڪم ڪيون، ڪاڏو پيتو اسان کي اتي ملي.

**سوال:** پروفيسر عبدالله مگسي به تاريخ لکي هئي، ان کان توهان ڪيترو متاثر آهيو؟

**جواب:** عبدالله مگسي منهنجو دوست به آهي ته شاگرد به آهي، ان کي گهڻي ڪان گهڻو خزانو ابوبڪر مگسي کان مليو. هو وڏو ڄاڻو ۽ هوشيار ماڻهو هو. ان جي مقابلي ۾ به عبدالله مگسي شاگرد هو پر هن کي ڏيڻ وارو ۽ ڏاهڻ وارو ابوبڪر مگسي هو. ابوبڪر مگسيءَ جو پيءُ مولوي عبدالرحيم

سنڌ مدرسي استاد ۾ هو.

**سوال:** توهان شاعري به ڪئي آهي، ڪڏهن توهان کي ڪتاب ڇپائڻ جو شوق ٿيو؟

**جواب:** مون شاعري ڪئي 1946ع کان 1952ع تائين، پوءِ جڏهن مون اسڪول کوليو ته مون کي وقت ڪونه مليو جو مان شاعري ڪريان. شاعري آهي وقت جو زيان. ان وقت جيڪي به پرائمري استاد هئا، سي غالبن سڀ شاعر هئا. مان اڄ ان شيءِ جو قائل آهيان ته ادب براءِ ادب نه پر ادب براءِ زندگي آهي ڇاڪاڻ ته مان فيض احمد فيض، پير علي محمد راشدي، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ سوڀي گيانچندائيءَ جي صحبت ۾ رهيس. ان زماني ۾ پروگريسو رائيٽرز ايسوسيئيشن هوندي هئي.

**سوال:** 1946ع کان 1952ع تائين ڇهه سال توهان شاعري ڪئي. توهان پنهنجو اسڪول کوليو. ان کان پوءِ توهان جي دل ۾ تحرڪ پيدا ٿيو ته مان شاعري ڪريان؟

**جواب:** تازو سال کن پهرين هڪ شعر چيم، جڏهن لوڊ شيڊنگ پئي هلي، مان ڪراچيءَ مان دادوءَ پئي آيس ته سوچيم ته حيدرآباد ۾ چانهه پيئندس. حيدرآباد پهچون ته لوڊ شيڊنگ، بلولائين سڪرنڊ ۾ به بيهندي آهي، سوچيم ته سڪرنڊ ۾ چانهه پيئندس پر اتي به لوڊ شيڊنگ؛ وري دادو پهتس ته اتي به لوڊ شيڊنگ؛ ته پوءِ مون هيءُ شعر چيو:

شڪايت مان ڪيان ڪنهن کي، زمانو لوڊ شيڊنگ آ،
لڳي ڪاوڙ ٿي سڀ ڪنهن کي، زمانو لوڊ شيڊنگ آ.

ملي زردو پلاءُ توکي، ملي مون کي سڪل ماني؛
چوين ٿو چڱه نصيبن کي، زمانو لوڊ شيڊنگ آ.

پڳون لاهڻ ته پنهنجن جون، اهو شيوو اسان جو آ،
رهي ساڃهه نه آ ڪنهن کي، زمانو لوڊ شيڊنگ آ.

**سوال:** توهان جي ڪا پبليڪيشن هئي؟

**جواب:** ها، پهريون ڪتاب استاد بخاريءَ جو "گيت اسان جا، جيت

اسان جي" مون ڇپرايو هو. منهنجو پهريون ڪتاب "سنڌو تهذيب" پڻ اتي ڇپيو. مون کي فخر آهي ته استاد بخاريءَ کي پهرين مون متعارف ڪريو.

**سوال:** توهان جو اياز صاحب سان شڪارپور جي حوالي سان واسطو ٿيو ۽ استاد بخاريءَ سان دادوءَ جي حوالي سان واسطو ٿيو. اهي سنڌ جي 20 صدي جا وڏا ٻه شاعر آهن. انهن سان توهان جو تمام گهڻو تعلق هو.

**جواب:** شيخ اياز سان ياري پڇاڙيءَ جو ڦٽي وئي. جڏهن اياز يونيورسٽيءَ ويو ته مون جهليو مانس ته نه وڃ. پر چوڻ نه ورتائين. مون چيو مانس ته اياز ياد رکجانءِ تون بيعزتو ٿي ايندين. اها ساڳي ڳالهه مون بين کي به چئي. الانا کي سنڌ الاجيءَ مان مسٽر افضال احمد وٺي پئي ويو اوپن يونيورسٽيءَ ۾. مون چيو مانس، الانا نه وڃ پويان سنڌالاجي تباهه ٿي ويندي. نتيجو اهو نڪتو ته سنڌالاجي اڄا تائين پنهنجن پيرن تي ڪونهي. ساڳي ڳالهه رباني کي به چئي هيم ته بابا تون ادبي بورڊ مان نه وڃ تنهنجي وڃڻ ڪانپوءِ ادبي بورڊ لڏي ويندو. جيڪو اڄ تائين پنهنجن پيرن تي نه اهي بيٺو.

**سوال:** ان جو مطلب اهو ٿيو ته سدائين اهي ماڻهو ادبي ادارن ۾ رهن، سيڪنڊ ليڊرشپ اڳيان نه اچي؟

**جواب:** اها اسان جي تاريخ رهي آهي ۽ تاريخ ڳالهائي ٿي. دودي چنيسر جي ڪهاڻي به اسان وٽ آهي. ميرن کي گهر مان لڳي، پٽن کي به گهر مان لڳي. مون ته هاڻي ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ به چيو ته اها هڪ بيماري آهي، اسان ۾ هڪٻئي کي نه سهڻ جي. هڪڙي زميندار کي سؤ ايڪڙ زمين آهي. اهو پرواري ننڍي ڪاتيدار کي برداشت نه ٿو ڪري. اهڙي نموني سان اها وڏيرڪي بيماري هاڻي اديبن ۾ به اچي وئي آهي، تازو اخبارن ۾ پڙهيو هوندو، ڊاڪٽر الانا ۽ ڊاڪٽر بلوچ هڪٻئي جون پڳون لاٿيون.

**سوال:** توهان نئين ٽهيءَ ۾ اميدون رکو ٿا يا نه؟

**جواب:** نااميدي ڪفر آهي. توهان وڏو ماڻهو ڪنهن کي ٿا چئو؟ وڏو ماڻهو اهو آهي جنهن کي زندگيءَ جو ڪو مقصد آهي ۽ هو ان کي حاصل ڪرڻ واسطي رات ڏينهن محنت ڪري. ٽئگور چيو آهي ته "جيستائين انسان ٻار ڄڻيندو رهندو تيستائين مون کي يقين آهي ته خدا انسان مان نا اميد نه ٿيندو." ٻيو ٽئگور چيو آهي ته "سياري جي رات جو جڏهن هاري ٻنيءَ ۾ پاڻي

ٿو ورائي ۽ اونهاريءَ جي منجهند جو جڏهن لوهار متر ڪُو هٽي ٿو ته تنهن مهل متن خدا جو نور نازل ٿئي ٿو" اڄ جي نوجوان کي رهنمائي جي ضرورت آهي، صحيح رهنمائي ۽ انهن کي سخت ڪم ڪرڻ لاءِ موقعو ۽ محنت.

**سوال:** سنڌ ۾ مختلف آرڪيالجيڪل سائيٽس آهن، جن کي سياحت جي واڌاري لاءِ به استعمال ڪري سگهجي ٿو؟

**جواب:** ان ڏس ۾ سرڪار ڪجهه به نه ٿي ڪري. مون اڳ ۾ هڪ شعر چيو هو ته "نامرادي اسڪيم جو قل آهي، ڪاميابي جنون جو قل آهي" سو انهن سرڪاري آفيسرن کي ڪٿان آيو جنون ڪم ڪرڻ جو، اهي ته پئسا ڪمائڻ لاءِ ويٺا آهن. رڳو گورک جي رستي لاءِ ٽي چار دفعا رستا تبديل ٿيا آهن. هڪڙي سروي ٿي، ٻي ٿي، ٽين سروي تي ڪم هلي پيو، سو به ڪم تمام آهستي ٿي رهيو آهي. سيوهڻ ڊولپمينٽ اٿارٽي هن مهل ٺائين ڇا ڪيو آهي! اٿارٽيءَ جي آفيس ۾ ويندئو ته هيءُ ڪتاب (ليڪ منڇر) به ڪو نه ملندو. عبدالله شاهه مون کي خوش ڪرڻ لاءِ سيوهڻ ۾ سياحت کاتي جو ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو. سچو ڏينهن ويٺو هوندو هوس. اتي مون منڇر بابت اسڪيمون ٺاهي ڏنيون ته ٺٽي ۽ شاهه حسين ۾ "ٽوئر وليجز" ٺاهيا وڃن. مون اها رٿ به ڏني ته جبلن تي ڪيبلن مري (واري علائقي) وانگر لڳايو.

**سوال:** ڪاڇو توهان ڪافي گهميو آهي، ڪاڇي بابت ڪجهه ٻڌايو؟

**جواب:** گهميو گهٽ آهيان، رليو گهڻو آهيان. گهمڻو پئسن سان آهي. سنڌ ۾ ٻه علائقا آهن، جن جو دارومدار برسات تي آهي، هڪڙو ٿر ٻيو ڪاڇو. ٿر جو ته برسات تي مڪمل دارومدار آهي. ڪاڇي ۾ اجا چشما آهن، جن تي ماڻهن جو گذر آهي، پر ٻنهي علائقن ۾ اسڪول آهن ته ماستر ڪونهن. ماستر آهن ته شاگرد ڪونهن. جي اهي ٻئي آهن ته بلڊنگ ڪونهي. مون ته ڪوشش ڪئي ته مير بحرن جا پار پڙهايان پر ناڪام ٿيس. پير حسام الدين راشديءَ لاءِ مان منڇر جا پڪي ڪٽي ويندو هوس، پير صاحب دل جو وڏو هوندو هو. سڀ پڪي هڪ رات ۾ ٺهرائيندو هو ۽ سيني دوستن کي سڏائيندو هو. هڪ ڀيري مون پير صاحب کي چيو ته منڇر ۾ رڳو پکي ناهن پر منڇر هڪڙو ڪلچر آهي. پير صاحب مون کي گهوريندي چيو ته "تاج مان توتي اهو ڪم رکي ٿو وڃان ته تون منڇر تي ڪتاب لکندين، پيو ڪم مون تي

۾ ڪيائين تاريخ "مظهرشاهجاني" ۾ جن به ماڳن جو ذڪر ڪيو اٿس، سنڌ جو نقشو ٺاهي اهي ماڳ ان ۾ ڏيان. ڪيترائي محقق مان منڇر وٺي ويس جڏهن اتان ٿي ايندا هئا ته مون کي چوندا هئا ته منڇر تي ڪو لٽريچر آهي؟ مان چوندو هوس ته لٽريچر اسان کي سنڌي ۾ ٿي ڪونهي. انگريزي ۾ ڪتاب اچي پوءِ مون سوچيو ته جڏهن مان لکان ٿي ٿو ته منڇر تي انگريزي ۾ ڇو نه لکان.

سوال: منڇر جي تباهي جو ذميوار ڪير آهي؟

جواب: مهاڻن سان گڏ فشريز کاتو منڇر جي تباهي جو ذميوار آهي. ٻي اسان جي بدبختي اها آهي ته اسان زمين جي تقسيم ته ڪئي آهي، پر پاڻي جي تقسيم به ڪئي آهي. منڇر ۾ مستقل پاڻي جو ذريعو آهي. نئين گاج، جنهن ۾ هميشه پاڻي رهي ٿو. اها گهمڻ جي جاءِ آهي. مان ته ڪافي اندر به ويو آهيان. هڪ دفعي ته ڏاڙيل به مليا. بهرحال منڇر کي نئين گاج مان مستقل پاڻي ڏنو وڃي.

سوال: ڇا منڇر جا مهاڻا خشڪي تي رهي سگهن ٿا؟

جواب: توهان ڏنو هوندو ته منڇر جي چوڌاري ٿلهن تي ڳوٺ ٻڌل آهن. خود بوبڪ به. خشڪي تي مهاڻا رهي سگهن ٿا جي انهن کي روزگار جا ٻيا ذريعا ڏنا وڃن.

سوال: اڄڪلهه نوجوانن ۾ تحقيق ڪرڻ جو رجحان گهٽ آهي، جڏهن ته اهي ادب جي ٻين صنفن ۾ وڌيڪ طبع آزمائي ڪن ٿا؟

جواب: اسان وٽ Concentration جو مادو گهٽ آهي. ان ڪري هر ڪو لاٿيث صنف ڏانهن وڃي ٿو اهو آهي شعر و شاعري ۾ کهاڻي. مان دعوى سان چوان ٿو ته مون جيڪو ڪتاب "سنڌو تهذيب" لکيو آهي، اهڙو ڪو ٻيو، سنڌي ۾، تحقيقي ادب اسان وٽ پيدا ئي ڪونه ٿيو آهي. اسان وٽ تاريخ ٿي ڪانهي، جنهن به قوم کي تباهه ڪرڻو هجي ته ان قوم کان ان جو ماضي کسي وٺو. اڳ ۾ اسان وٽ تاريخ به سبجيڪٽ هوندو هو. جاگرافي، سوڪس ۽ اقتصاديات به سبجيڪٽ هوندا هئا. هاڻي انهن کي گڏ ڪري سوشل اسٽڊيز ڪيو ويو آهي. هاڻي ته شاگردن کي اها به خبر ڪانهي ته منڇر ڪهڙي ضلعي ۾ آهي. اسان کان اسان جي تاريخ کسي وئي آهي، اسان جي جاگرافي کسي وئي آهي. ڪو به شاگرد تاريخ نه ٿو پڙهي، جاگرافي نه ٿو پڙهي. اسان جي

ڏينهن ۾ تعلقي جي، ضلعي جي، صوبي جي ۽ هندستان جي ۽ پوءِ دنيا جي جاگرافي هوندي هئي. اسان کي خبر هئي ته دنيا جون ايئرلائينز ڪهڙيون آهن. ڪهڙا ساموندي اڏا آهن. ملڪن جي امپورٽ ۽ ايڪسپورٽ ڇا آهي.

**سوال:** اسان وٽ اڄڪلهه اديبن جا مختلف Compartments ٺاهيا ويا آهن ته هي سرڪاري اديب آهن، هي نئين ٽهيءَ جا اديب آهن، هي بزرگ اديب آهن، ان رجحان کي ڪيئن ٿا ڏسو؟

**جواب:** ڪمپارٽمينٽس ۾ به ڪمپارٽمينٽس آهن. سرڪاري اديب، غيرسرڪاري اديب. انهن ۾ ھڪڙا اديب اهي آهن، جيڪي سرڪار جا حامي آهن ۽ ٻيا وري شعوري طور سرڪار جي خلاف آهن.

**سوال:** هڪڙا اديب ۽ محقق انفرادي طور تمام وڏو ڪم ڪري رهيا آهن، ٻيا وري ڪرسين جي پويان آهن؟

**جواب:** انهن کي ڪرسيءَ جو مزو اچي ويو آهي. منهنجو هڪڙو دوست هو دادوءَ ۾ سول سرجن، جڏهن هن جي بدلي ٿي ته ڪراچيءَ ۾ پنهنجي ڪلينڪ کوليائين ۽ ڏاڍو ڪمائيندو هو. مون پڇيومانس ته پوءِ نوڪريءَ لاءِ ڊڪ ڊوڙ ڇو پيو ڪرين، مون کي چيائين ته جڏهن سرڪاري ڪرسيءَ تي ويهي گهنٽي وڄائبي آهي ۽ پٽيوالو ڊوڙندو اچي "يس سر" چوندو آهي ته واه جو مزو ايندو آهي. ڪيترا ماڻهو ڪرسين کي زينت ڏيندا آهن ۽ ڪن ماڻهن کي ڪرسي زينت ڏيندي آهي.

**سوال:** توهان جي ٽهيءَ ڪافي ڪم ڪيو آهي. پر نئين ٽهيءَ کي توهان ڇا ڏنو آهي؟

**جواب:** ان جي ذميواري بلڪل اسان تي آهي ۽ مان ته چوندو آهيان ته ايندڙ نسلن کي توهان ڇا ٿا ڏيو. مون ته جوئي صاحب کي به چيو هو. الانا کي به چيو هو. منهنجو شاه لطيف تي ڪتاب ڊسمبر ۾ اچي رهيو آهي. ان ۾ انهن ٿئي قدرن بابت مون پرچار ڪئي آهي ته اسان پنهنجي ايندڙ نسل کي ڇا ٿا ڏئي وڃون. سماج اعتماد تي بيٺل هوندو آهي. هن زماني ۾ هاريءَ جو زميندار تي ۽ زميندار کي هاريءَ تي اعتماد ڪونهي. حڪومت کي عوام تي ۽ عوام کي حڪومت تي اعتماد ڪونهي. اسان ته جهنم مان گذري رهيا آهيون. اها بلڪل اسان جي جوابداري آهي. تاج صحرائيءَ جي جوابداري آهي،

اسان جي پيغمبر پهرين پاڻ عمل ڪيو ۽ پوءِ تبليغ ڪئي. اسان اڪيلا ناهيون. هڻ ٿي سماج جو حصو آهيون. برٽينڊرسل جو قول آهي ته يا ته اسان گڏ رهون يا گڏ مرون. نئين نسل جي بهتريءَ لاءِ اهڙن ماڻهن جي ضرورت آهي جيڪي بي لوث هجن ۽ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ نڪري پون. انهن کي ماڻهو پٿر به هڻندا، الزام به لڳندا پر انهن کي پنهنجي اصول تي بيهڻو پوندو.

سوال. توهان پير حسام الدين راشدي يا فيض احمد فيض جهڙن ماڻهن سان گڏ رهيا آهيو، هن دؤر ۾ ڪيئن ٿا محسوس ڪريو؟

جواب: مان پاڻ کي اڪيلو ٿو محسوس ڪريان پر مون کي سٺي لائبريري آهي، مان پنهنجو وقت ضايع نه ٿو ڪريان. ڪجهه نه ڪجهه لکان ٿو، پڙهان ٿو.

سوال: توهان جي عمر 78 سال آهي، توهان جي صحت جو راز ڇا آهي؟

جواب: واندو نه ويهڻ، ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ، اجرت بذات خود هڪ نيڪي آهي ته پوءِ بي اجرت ڪهڙي ڪبي. تازو مون وٽ به خط، ڪن شاعرن جا آيا، جن شڪايت ڪئي آهي ته سيوهڻ جي ميلي جي دعوت ٻين کي ملي آهي، اسان کي نه ملي آهي ۽ اسان کي ٻه قلندر سان عقيدت آهي، اسان به اچي شعر پڙهڻ چاهيون ٿا. مون انهن کي لکي موڪليو آهي ته جي توهان کي قلندر سان عقيدت آهي ته پوءِ پلي اچو پر ڇئن پيسن جي ضرورت آهي ته پوءِ نه اچو. مان توهان کي هڪڙو قصو ٿو ٻڌايان. ٺٽي ضلعي جي گجي شهر جي پرسان پير تراب جي مزار آهي، جتي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ويو. 1972ع ۾ اتي هڪ ڪتبو لڳو پيو هو جيڪو ڊاڪٽر صاحب پڙهي آيو. مون کي اچي چيائين ته اهو ڪتبو لهرائي اچ، اهو ڪري پوندو. هاڻي مسئلو اهو ٿيو ته اهو ڪتبو لاهينداسين ڪيئن، ڇو ته اتي جيڪو مجاور هو اعتراض ڪندو هو. ان جي ڪري ڪمشنر کان ٺٽي جي ڊي سيءَ لاءِ ليٽر وٺي ويس. مون اتي وڃي سوچيو ته درگاه تي پوليس وٺي وڃڻ سٺي ڳالهه ناهي. منهنجو هڪ شاگرد ٺٽي جي پوليس ۾ آهي، ان کي ساڻ ڪري درگاه تي ويس. نئين ڪتبي لڳرائڻ لاءِ اسان رازو به وٺي وياسين، اسان اڃا ڪم شروع مس ڪيو ته مجاور ڊوڙندو آيو. مون جهيڙي کي ٽارڻ لاءِ ان کي پاسي ۾ وٺي پنجاهه رپيا ڏنا. ٿوري دير کان پوءِ هن چيو ته جيستائين توهان هيءُ ڪتبو لاهيو، مان توهان

لاءِ مانيءَ جو بندوبست ڪريان ٿو. (ڪلنڊي) جنهن مهل اسان پاهر نڪتاسين ته مون دعا گهري ۽ مون کي يادگيري آئي ته عيسىٰ پير نه موسىٰ پير، سڀ سي ٻڙاهي پيسا پير.

**سوال:** توهان پنهنجي آتوبايو گرافي ڇو نٿا لکو؟

**جواب:** هاڻي مان گهٽو نٿو لکي سگهان، ٻه ٽي ڪي دوست ويهن جيڪي رڪارڊ ڪندا وڃن ۽ مان ڪوشش ڪندس ته ڳالهايان به سچ، هن عمر ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ ۾ شرم ٿو اچي. مان دهلي جيل ۾ به رهي آيو آهيان. جڏهن اسان کي جيل مان اسپتال وٺي وڃي رهيا هئا ته ايمبولينس تي گوليون هليون. مان خاڪسار تحريڪ ۾ هوندو هئس. علامه صاحب تحريڪ ته ختم ڪري ڇڏي هئي 1947ع ۾، پوءِ سوال اهو ٿيو ته اتي جيڪي خاڪسار رهجي ويا آهن ۽ جيڪي خاڪسار پهچي ويا هئا، علامه صاحب جو اعلان هو ته ايڏا خاڪسار جيڪڏهن دهلي شهر ۾ پهچي ويندا ته اسان دهلي شهر تي قبضو ڪري وٺنداسين. ان وقت منهنجي عمر 21 سال هئي ته پوءِ اتي جيڪي خاڪسار رهجي ويا، سي گرفتار ٿي ويا. هاڻي انهن کي ڇڏائي ڪير؟ پوءِ جي ايم سيد خط لکيا نهرو ڏانهن ۽ مير علي احمد ٽالپر به خط ڏنا. اسان کي چيائون نه توهان وڃي رهو اجمير ۾، توهان سان پاڻ گورنمينٽ وارا اچي ڳالهائيندا. اسان اجمير ۾ پورو هفتو رهياسين. اسان راجا جي گاڏي رستي وياسين. اها ننڍي لائين هئي، اها راجا جي گاڏي سڏبي هئي. اها حيدرآباد کان هلندي هئي، کوکرا پار رستي، توهان کي اها ڳالهه ٻڌي حيرت ٿيندي ته مون ٽن ڏينهن جي سڪل ماني پاڻيءَ ۾ پسائي کاڌي، مون بوٽ پالش ڪيا. پر مون ڪنهن جي اڳيان هٿ نه ٽنگيو. اجمير ۾ ڪير نه پهتو. پوءِ اسان وياسين دهلي، دهليءَ ۾ فتح پوري مسجد ۾ رهياسين. پوءِ اعلان ٿيو ته جيڪي خاڪسار آهن، انهن کي گرفتار ڪنداسين. جيڪي مون سان گڏ ڇاليه ڄڻا هئا تن کي مون چيو ته بابا مان ته آهيان سالار باقي توهان مان ڪنهن کي ڀڄڻو آهي ته ڀڃي وڃو. چاڪاڻ ته مسجد آهي، پوءِ ڪيترا کسڪي ويا، فقط 16 ڄڻا يا 24 ڄڻا رهجي وياسين. پوءِ رات جو وڃي وڌائون هڪڙي ڪوٺڙيءَ ۾. ڏينهن جو آيو مئجسٽريٽ، پوءِ اسان کي رمانڊ تي موڪليائون. اسان تي ڪيس پيو ته ڪو نه هو بس 144 جي پڪڙي هئي.

پوءِ ان مان آزاد ٿي ويس. شاهد ڪير ڪو نہ هو. شاهدي ڪير ڏئي، ان لاءِ مون کي مئجسٽريٽ ڇڏي ڏنو. پوءِ مون کي اتي بي ڪلاس ڏنائون. مزيدار ڳالهہ تہ صبح ساڻ اٺ آنا اچي بي ڪلاس جي قيديءَ کي ڏيندا هئا. 47 جا اٺ آنا اڄ جي ويهن پندرهن رپين ڪان بہ مٿي ٿيندا. مير الله بخش هوندو هو. جهلوريءَ جو اهو چوندو هو تون جيل مان نڪرين ڪو نہ ٿو. مان چوندو هئس مير صاحب ڳالهہ پڌ. صبح سان اٺ آنا مون کي منهنجو پيءُ بہ نہ ڏيندو ۽ هي مون کي صبح سان اٺ آنا ڏئي وڃن ٿا. مان ڇو نڪران.

**سوال:** جڏهن توهان جيل ۾ ويئو. تڏهن توهان جوان هوندا. توهان جا گهر وارا پريشان ڪونہ ٿيا؟

**جواب:** منهنجي ماءُ تہ الائي ڪهڙيون ڪهڙيون باسون باسيون. بابا تہ گذاري ويو هو.

**سوال:** توهان گهڻا ڀائر ۽ ڀيڻون آهيو؟

جواب: سائين اسان ٽي سڳا ڀائر هئاسين. هڪڙو اسان جو ڀاءُ. اسان جي پيءُ کي پهرين گهر واري مان هو ۽ پيو اسان جي ماءُ کي پٽ هو. پهرين گهرواري مان. اسان ٻاڻ ۾ سڳا ڀائر ٽي هئاسين. وڏو مان وچون ڀاءُ ڊسٽرڪٽ فوڊ ڪنٽرولر هو. ان جا ڇوڪرا. هڪڙو نيويءَ ۾ ڪمانڊر هو. ٽيون نمبر منهنجو ڀاءُ اڃا حيات آهي.

**سوال:** ذاتي سوال آهي تہ توهان ڪو عشق ڪيو؟

**جواب:** بيشڪ عشق ڪان سواءِ ڪيئن جيئنداسين. ڪيٽس انگريزي زبان جو هڪ وڏو ليکڪ آهي، ان جي هڪ سٽ آهي. "A thing of Beauty is a joy for all". جو Concept جيڪو آهي، It differs from man to man, person to person and from place to place. مون عشق ڪيو. سائين بلڪل ڪيو. مون دهلي جيل ۾ بہ عشق ڪيو. ڊاڪٽر کي جڏهن مون چيو تہ I am a student of Bombay university تہ هڪڙي نرس کي گهرائي چيائين تہ Take care of this boy. نرس سان عشق ٿيو. اها مون کي ڪير جون ٻہ بوتلون اٽي ڏيندي هئي. پوءِ مان ويهي خط لکندو هئس. پوءِ اهي خط وري وهاڻي جي شِوَ ۾ وجهي ڇڏيندو هئس شِوَ چينج ڪرڻ جي بهاني سان وري خط ڪڍي وڃي ٽپال ۾ وجهي ڇڏيندي هئي.

جيڪي منهنجن مائٽن کي پهچندا هئا. And she was very beautiful
اها پوءِ ايندي رهي مون وٽ پر پوئين ڏينهن ۾، آئون سمجهان ٿو ته آڪٽوبر يا نومبر جي آخر ڪان پوءِ، هن جو اچڻ بند ٿيو. باقي 11 ڏينهن رهيس اسپتال ۾. پوءِ جڏهن جيل ۾ ويس ته بسڪوٽ ۽ ميوا کڻي ايندي هئي، جڏهن مون کي اسپتال مان ڊسچارج پئي ڪيائون.She was weeping like anything هوءَ زارو قطار روئي رهي هئي ۽ هن ڊاڪٽر کي چيو ته هن Patient کي اسپتال مان نه ڪڍو ۽ ڊاڪٽر کلي به رهيو هو.

Love is the key note of whole creation. Taj Mehal is the result of love.

**سوال:** دادوءَ جي تاريخ بابت اڳي هڪ ڪميٽي ٺهي هئي؟

**جواب:** ها پر ٿيو ڪجهه ڪونه. مون انهن کي صلاح ڏني پر ڪامورن جي سوچ پنهنجي آهي ۽ اسان فقيرن جي سوچ پنهنجي آهي. مون مير محمد (ڊي. سي) کي چيو ته ادا جيڪو توهان چئو ٿا ته اديبن کي خط لکون، هيئن ڪيون، ڪوبه ڪونه موڪليندو. بهتر اٿين آهي ته تون هڪڙي ڪاميٽي ٺاهي، انهن مان تون هڪ فنانس سيڪريٽري ٺاهه پوءِ پلي ڪٽي، پنهنجي دفتردار کي ٺاهه پنهنجي ADM کي ٺاهه ڪنهن کي به ٺاهه. چيڪ اهو صحيح ڪري پوءِ اسان ٽاپڪس ٺاهي سنڌ جي يا پاڪستان ۾ جيڪي به سنڌي رهن ٿا، جيڪي به سنڌ جا دوست آهن، پوءِ اسان انهن کي اهي موضوع ڏيون، انهن کي ٽائيم ڏيون ته بابا ٻن يا ٽن مهينن ۾ توهان لکي موڪليو. ساڳئي وقت اسان مان ڪونه ڪو انهن وٽ ويندو رهندو. انهن کي اگر ڪن ڪتابن جي ضرورت آهي ته انهن جي مدد ڪبي پر مير محمد پرهياڙ کي اها ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي، نه ته هن ڪان گهٽا ڏينهن اڳ ۾ ڪتاب ڇپجي وڃي ها. وري وچ ۾ شوق ٿيس ته دادوءَ جي تصويرن تي مبني ڪتاب شايع ڪيو وڃي، ڏاڍيون ڪيمرائون گڏ ٿيون، پئسا ٿيا، پوءِ ان جو ڇا ٿيو، مون کي خبر ناهي، اهي اسڪيمون هيون جن نامراديءَ کان سواءِ ڪجهه نه ڏنو.

**سوال:** توهان قلندر شهباز جي عرس جي موقعي تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس جا سيڪريٽري رهندا پيا اچو، اهو تجربو ڪيئن رهيو؟

**جواب:** مان قبر پرست ناهيان، نه قبر جو تاجي آهيان، مان انهن ٻنهي

ڳالهين جي خلاف آهيان. دادوءَ ۾ ڪنهن زماني ۾ حميد سنڌيءَ جو پيءُ ڊپٽي ڪمشنر هو. ان کي خيال ٿيو ته ميلي تي جيڪي گنديون ۽ غليظ ڳالهيون ٿين ٿيون، انهن کي بند ڪجي. پيو قلندر جو پيغام ڪهڙو هو. ان جي زندگي ڪهڙي آهي، ان جي شاعري ڪهڙي آهي، ان تي ڪم ڪرڻ گهرجي. 1962ع ۾ هن شهباز ميموريل ڪاميٽي ٺاهي، جنهن جو مون کي ميمبر ڪيائين. 1964ع ۾ هاشم رضا جونيائو دادوءَ ۾ ڊي سي ٿي آيو. هاشم رضا سان منهنجي نيازمندي هئي. پوءِ ان ڊي سي مون کي ادبي ڪميٽيءَ جو ڪنوينر مقرر ڪيو، نه ته اڳي ضياءَ الدين بلبل به هو. پروفيسر محبوب علي چنا به هو. ان وقت به مون سرڪار کي چيو ته فارسي ڄاڻندڙ ماڻهن تي مشتمل ڪاميٽي ٺاهي وڃي ۽ اهي ايران وڃن، آذربائيجان به وڃن، مروند به وڃن. اهو مروند ڪونهي. اتي ڏسن ته ڇا اتي ڪو اهڙو طبقو رهي ٿو يا ڪو اهڙو خاندان آهي، جنهن جي ڪا قلندر سان نسبت هجي. پهرين ڏينهن ۾ ته عرس تي پڙهجندڙ پيپر اسان ڇپائيندا هئاسون. اسان جا پئسا گهٽ ٿيا ته اوقاف وارن ڪان ڇپائيندا هئاسين. پوءِ وري حميد آخوند بندش وجهي ڇڏي ته ڪوبه ڪتاب نهڇاپيو وڃي، سواءِ ڪلچر کاتي جي، مون وٽ ڏاڍو مواد گڏ ٿيو آهي، سوچيان ٿو ته هن سال کان پوءِ مان ڪنوينرشپ ڇڏيان. پيو ڪو جوان اچي، رهبري واسطي مان گڏ هوندس، ان مواد کي مان سيڪشن ۾ ورهايان.

**سوال:** سيوهڻ ۾ پناڻ جي ڪافي جو ڇا معاملو آهي؟

**جواب:** ان زماني ۾ نادر شاهه قلندر جي درگاهه تي صفائي ڪندو هو. اهو وريل شاهه سبزواريءَ وارن جو مريد هو. پوءِ آهستي آهستي نادر شاهه پاڻ ولي ٿيڻ لڳو. اهڙيءَ طرح پناڻ ايندا ويا. هڪ دفعي جڏهن پيار علي الانا صوبائي وزير هو. تنهن محمد هاشم مينمڻ (مرحوم) ڊي سي دادوءَ کي چيو ته انهن کي هتان اٿاري ڪڍ، پر ائين ٿي نه سگهيو. اندر ته خبر ناهي ڇا آهي، ڪي ٿا چون ته هٿيار ٿا اچن، منشيات ٿي اچي، خبر اٿوَ ته ان ڪافيءَ ۾ اندر جي ڪوٺري ويندو آهي ته ان جي ايف آءِ آر نه ڪاٽي ويندي آهي. توهان حيران ٿيندئو ته پڳو نوڙهو جبل ۽ لڪيءَ جي وچ تي هڪ مزار آهي. اهو رڳو ڊرائيور هو. ايڪسيڊنٽ ۾ مري ويو هو. اسان جو دوست هوندو هو. ڪامريڊ غلام محمد لغاري، هاري ڪانفرنسون سڏائيندو هو. پوءِ خرچ لاءِ پلاٽ

وڪڻندو هو. ڪنهن صلاح ڏنس تہ هت جي قبر ٺاهہ ۽ صبح جو اٿي چئو تہ هتي ولي آهي، ۽ پوءِ لغاري صاحب ان تي عمل ڪيو ۽ چار پئسا ڪمايائين. مزارن تي هاڻي تجارت ٿي رهي آهي. جيئن ماڻهن ڪي متي ڊڪڻ لاءِ چت ڪونهي ۽ مٿن تي مقبرا ٿا ٺاهجن. مان ميلي جي ڏينهن ۾ ڪراچيءَ مان آيس پئي ريل ۾، سيوهڻ پهتاسين تہ جهڙ تيڻ لڳو. ڪنهن چيو تہ مينهن ٿو وسي تہ ميلو ڦٽي ويندو. پئي چيو تہ ميلو بہ سندس (قلندر) جو آهي وسائيندو تہ پنهنجو ميلو ڦٽائيندو، نہ وسائيندو تہ سندس ميلو مُچندو. مون چيو ها ادا صحيح ٿا چئو جو الله سائين موڪل تي ويو آهي، چارج قلندر کي ڏئي ويو آهي. (ڪلندي) ماڻهو مون کي اکيون ڪولي پيا ڏسن. اسان بظاهر وحدانيت پسند آهيون، پر اسان اندر ۾ ذليل ٿي رهيا آهيون.

سوال: سيوهڻ جي قلعي جي باري ۾ ٻڌايو؟

جواب: هينئر تہ ڪوٽائي هلي رهي آهي. سڪندر يوناني ان قلعي ۾ رهيو آهي. درياهہ سڪندر جي زماني ۾ سيوهڻ کان چاليہ ميل اوپر ۾ وهندو هو. محمد بن قاسم جي دؤر ۾ درياهہ سيوهڻ کان ڏهہ ميل اوپر تي وهندو هو. سيوهڻ جي قلعي تان سڪندر گهوڙن تي چڙهي پنهنجي ٻيڙن تي ويو آهي، هاڻي تحقيق ٿيندي تہ خبر پوندي. قلعي چؤڌاري کاهي ان ڪري ٺاهي وئي تہ جيئن دشمن قلعي تائين نہ پهچي سگهي.

سوال: توهان پنهنجو ڪتاب "منڇر ڍنڍ" پنهنجي ماءُ، ڊاڪٽر جي ايم مهڪري ۽ پير حسام الدين راشديءَ کي ارپيو آهي؟

جواب: ڊاڪٽر مهڪري منهنجي ڪتاب جو مهاڳ لکيو آهي ۽ ان جون آخري سٽون توهان پڙهيون آهن، جنهن ۾ هن لکيو آهي تہ ڪيلاش پربت کي بہ تاج صحرائيءَ سان ساڙ ٿيندو هوندو. ڊاڪٽر مهڪري مون کي ڏاڍو پيائيندو هو. "ينيور ڪانفرنس" ۾ منهنجي ملاقات ڊاڪٽر مهڪريءَ سان ٿي. جتي مظهر يوسف، مان ۽ ڊاڪٽر مهڪري هڪ ئي جاءِ تي رهياسون. رات جو دير تائين ڪچهري ٿي. مظهر يوسف چيو تہ مون کي ننڊ ٿي اچي، ڊاڪٽر مهڪريءَ چيس تہ تون پلي وڃي ننڊ ڪر، مان هن نوجوان سان ڪچهري ڪندس.

سوال: توهان جي ڪا خواهش؟

جواب: لطيف چيو آهي تہ جيسين جياريم.. منهنجي فقط هڪڙي

خواهش آهي ته مان پنهنجي هلنديءَ هلان. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن ته ڪاپو هٿ ساچي جو محتاج نه ٿئي. مان 1981ع ۾ رٽائر ٿيو آهيان. پر مون کي پينشن به نه ٿي ملي. 1972ع ۾ اسڪول نيشنلائيز ٿيو ته 1981ع ۾ منهنجي سروس ٿي نو سال، پهرين سروس نه ڳڻي وئي ۽ قاعدي تحت ڏهه سال گهٽ سروس واري کي پينشن نه ملندي، مون کي هاڻي بيو ڪو به آمدنيءَ جو ذريعو ناهي، پر توهان حيران ٿيندؤ ته مان اٺ سو رپيا ماهوار پنهنجن پارن کي رهائش جا ڏيندو آهيان. مان انهن جو چو ڪاوان.

**سوال:** توهان کي پنهنجن ڪتابن جي رائلٽي نه ٿي ملي؟

**جواب:** دُڪاندار چئي ٿو ته ڪتاب رکندس پر چاليه سيڪڙو مان ڪٽندس. جڏهن ڪتاب وڪامبو ته پوءِ پيسا ملندا. پوءِ به چار چڪر لڳرائيندا. مون هڪڙي دوست کي چيو ته انڊيا مان هڪڙو ڪتاب وٺي اچ "The wonder that India was" اهو ڪتاب 140 روپين ۾ وٺي آيو ۽ هتي اهو ڪتاب 260 امريڪي ڊالر ۾ پئي مليو.

**سوال:** دادو ڪنهن دؤر ۾ ادبي ثقافتي سرگرمين جو مرڪز رهيو آهي، پر هينئر اهو مزاج ختم ٿي ويو آهي.

**جواب:** اهو ته سجي سنڌ جو الميو آهي. لاڙڪاڻو ڪنهن دؤر ۾ عروج تي هو. جمود ته سجيءَ سنڌ ۾ آهي. حيدرآباد ۾ ادبي سنگت ۽ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن نه ٿيون هلي سگهن.



تاج محمد صحرائي

# رني ڪوٽ ـ هڪ تعارف

"رني ڪوٽ" يا "راني ڪوٽ" يا "تيرون ڪوٽ" يا نئين رني ڪوٽ يا موئن ڪوٽ هڪ ئي قلعي جا جدا جدا نالا آهن. چيو وڃي ٿو ته اهو دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو آهي. اهو قلعو سن ريلوي اسٽيشن کان ڏکڻ — اولهه طرف 18 ميلن جي فاصلي تي تعلقي ٽاڻي ٻولا خان جي ديهه رني ڪوٽ ۽ تعلقي ڪوٽڙي (1) جي ديهه موئن ۾ واقع آهي. اهو 18 کان 22 ميلن جيتري گهيري ۾ آهي. ڪن هنڌن تي قلعي جي ديوار سمنڊ جي سطح کان ٻه هزار فوٽ مٿي آهي. اها ديوار ٽڪرن مٿان هڪ نرالي انداز سان ڪٽي مٿي ۽ ڪٽي هيٺ سرندي وڃي. اها سراسري طرح 30 فوٽ اوچي ۽ 6 فوٽ ويڪري آهي. وچ قلعي مان هڪ ننڍي ندي وهي ٿي، اها الهندي دروازي يعني موئن دروازي مان قلعي ۾ داخل ٿي ان جي اڀرندي دروازي يعني سن دروازي مان ٻاهر نڪري ٿي. انهيءَ نديءَ کي نئين روڻ يا نئن موئن يا نئين سن سڏيو وڃي ٿو. چؤماسي ۾ اها ڪناتار وهندي آهي. ان نديءَ جي پيٽ ۾ ڪيترائي مٺي پاڻيءَ جا ننڍا چشما ملن ٿا. قلعي ۾ داخل ٿيڻ واري هنڌ وٽ ان جو وهڪرو جهڪو هوندو آهي، هن وقت زمين جي ٿورن ايڪڙن تي پوک به ٿئي ٿي.

قلعي اندر به ننڍا قلعا موجود آهن. هڪ جو نالو "ميري" آهي ۽ ٻئي کي "شير ڳڙهه" سڏيو وڃي ٿو. ميري سمنڊ جي سطح کان 400 فوٽ مٿي هڪ ننڍي ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي. ميري ڪوٽ شير ڳڙهه کان ٿورو وڏو آهي. انهيءَ ڪوٽ ۾ ٽي وڏا ڪمرا آهن ۽ هر هڪ ڪمرو وري ٻن يا وڌيڪ ننڍن ڪمرن ۾ ورهايل آهي. وري هر هڪ ڪمري ۾ ٻن يا ٻن کان وڌيڪ بيرڪن جهڙا ڪمرا آهن. انهن ڪمرن جي اڳيان هڪ تمام وڏو هال يا ڪمرو آهي، جتي حاڪم جي دربار لڳندي هئي ۽ ٻيا ديرن جي لاءِ رهائش جا ڪمرا هئا، ڇا ڪاڻ ته

(1) اهو پرڳڻو هيئنر ضلعي ڄامشوري ۾ آهي.

"ميري" لفظ جي معنيٰ آهي، جيئن اڄ ٿي آهي ته اها جاءِ جتي هڪ حاڪم جي دربار لڳي ۽ سندس "حرم" رهن. انهن ڪمرن جي اڏاوت پوءِ جي زماني جي آهي، جيئن اڄ انهن مان ظاهر ٿئي ٿو. پر انهن ڪمرن جي اڏاوت ۾ جيڪي پٿر استعمال ڪيا ويا، اهي پراڻي وڏيءِ ديوار جي پٿرن جهڙا ۽ پڪين سرن جا آهن. قلعي جي حفاظتي ديوار اٽڪل 7 کان 8 فوٽن تائين ويڪري آهي. ان جو هڪڙو ٿي لنگهه آهي، جتي هڪ ٻئي کان جدا پنجاهه فوٽن جي فاصلي تي ٻه دروازا آهن. دروازن جي وچ ۾ ٻنهي پاسي ٻه محراب آهن. انهن محرابن جي هيٺ ننڍن ڪمرن ۾ شايد پهريدار رهندا هئا. انهن کي پهريدارن جون چوڪيون چئي سگهجي ٿو. اهو قلعو رني ڪوٽ جي ماٿر جي وچ ۾ واقع آهي. قلعي جي چوڌاري هڪ اونهي کاهي ڪنيل آهي. جيڪڏهن نديءَ جي اٿل سبب اها ڀرجي وڃي ته قلعي تائين پهچڻ تمام مشڪل آهي.

شير ڳڙهه سمنڊ جي سطح کان اٽڪل 1500 فوٽ مٿي ۽ موهن دروازي جي ويجهو آهي. هن قلعي جون ديواريون پڻ ڪشاديون آهن. سمورو قلعو ڪليل آهي، سواءِ هڪ پٿر جي حوض جي، جنهن ۾ هتان جا رهاڪو پاڻي محفوظ رکندا هئا. هن قلعي جي پهري جي مناري تان قلعي جي سڄي ماٿري ۽ ان جي چوڌاري آسانيءَ سان نظرداري ڪري سگهجي ٿي. اهو قلعو آخري پناهگاهه آهي. قلعي کان هيٺ پٿر جا ٺهيل ناد ۽ هڪ تمام جهونو عربن جو قبرستان آهي.

انهن پن خاص ننڍن قلعن کان سواءِ اتي ڪن ٻين ديوارن جا بنياد به ڏسجن ٿا، جيڪي هاڻي ڪاچي ويا آهن. ڪن جاين تي آمري ۽ موئن جي دڙي جي ثقافتن جهڙين جهونين وسندين جا آثار ڏسجن ٿا. هن قلعي جا چار دروازا آهن. اپرندي دروازي کي سن دروازو چئجي ٿو. اتر اولهه واري کي آمري دروازو چون ٿا. الهندو دروازو موئن دروازو آهي ۽ ڏاکڻي دروازي کي "شاهه پور" سڏيو وڃي ٿو. سن معنيٰ تمام جهونو ۽ آمريءَ جو مطلب آهي حاڪم يا سپه سالار جي گاديءَ جو هنڌ.

سن دروازي کان 300 فوٽ ڪن پريءَ جي ڪاٻي پاسي گنبذ سان هڪ ننڍو ڪمرو آهي. انهيءَ ڪمري جو رڳو هڪ دروازو اپرندي طرف کان آهي. اها آرام جي يا وري عبادت ڪرڻ جي جاءِ ٿي سگهي ٿي، هن وقت چئي نه

ٿو سگهجي ته اها کھڙي استعمال لاءِ هوندي هئي، جيستائين اُن جي کوٽائي نه ڪجي. چاڪاڻ ته ڪن محققن جو چوڻ آهي ته اهو اسلحه خانو هو، پر اسلحه خانن جي مٿان گُنبذ ڪونه هوندو آهي.

سن دروازي وٽ نديءَ جي پيٽ ۾ هڪ ٽنيو ڏسجي ٿو ۽ اهڙا ٻه ٻيا ٽنيا ٻنهي ڪنارن کي ملائڻ وارا آهن. انهن مان هڪ اڃا تائين پنهنجي اصلي جاءِ تي بيٺو آهي، پر ٻيو چوماسي ۾ نديءَ جي دروازي وهڪري ۾ لڙهي ٿوري فاصلي تي بيٺو آهي. انهن ٽنين ۾ پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ مٿي ڪڇندڙ پل جي لاءِ لوهي سيخن رکڻ جا سُوراخ آهن. انهيءَ پل جي ساڄي پاسي واريءَ ديوار تي پاڻي ڀرڻ جي لاءِ پٿر جا ڏاڪا ٺهيل آهن. قلعي جا ٺاهيندڙ پوک ۽ دفاع جي لاءِ پاڻي ڪنهوڪري رکندا هئا.

وڏي قلعي جي اصلي ديوار ۽ ان جي ننڍن قلعن جي پهري جي منارن جي اڏاوت ۾ چن جو پٿر استعمال ڪيو ويو آهي. سيئي اصلوڪا پهري جا منارا يا ته چورس يا وري مستطيل شڪل ۾ ٺهيل آهن. پهري جي منارن جيَ اها شڪل اسلامي دور جي پهري جي منارن کان تمام گهڻي پراڻي چئي وڃي ٿي. گول شڪل وارا سيئي منارا پوءِ جا ۽ واريا سي پٿر مان ٺهيل آهن. هي قلعو يا ته ايراني فاتحن (ميد، ڪايانين کان ساسانين تائين 700 ق.م کان 1625ع تائين) يا يونانين (330 ق.م) يا سٿين (130 ق.م) يا ته ڏکڻ سنڌ جي اصلي رهاڪن ٺاهيو هوندو، جيڪي ”گبريندن ۽ موئن جي دڙي ۽ هڙپا (3000 ق.م) جي رٿابندي ڪرڻ وارا ۽ ٺاهيندڙ هئا؛ چاڪاڻ ته موئن جي نالي تي مٿاهين پٽ ۽ هڪ دروازي جو پاڻ ۾ لاڳاپو آهي ۽ جن جو موئن جي دڙي سان هڪ قسم جو واسطو ۽ تعلق رهيو هوندو ۽ يقيناً ان زماني ۾ سن، آمري، سيوهڻ، موئن جو دڙو، ٻهمڻ آباد ۽ هالا آباد ۽ وسندڙ شهر هئا. انهن قلعن جي مرمت، انهن ۾ اضافا ۽ ڦير گهير پڪ سان مغلن جي حڪومت واري زماني کان اڳ ۽ پوءِ جي مسلمانن تي سگهي ٿو ته حيدرآباد ۽ ميرپور خاص جي ٽالپورن ڪئي هجي. پهري جي منارن (گول ۽ مستطيل) ۾ توبن رکڻ لاءِ ٺهيل ايبون ڳڙکيون بارود جي استعمال جو ثبوت آهن، جيڪو هندستان ۾ سورهين صدي عيسويءَ ۾ آيو هو.

هن قلعي جي ٺاهيندڙن جي اڳيان ٻه مقصد هئا، هڪ اولهه يا اوير

کان ٿيندڙ ڪنهن حملي يا چڙهائيءَ کي روڪڻ ۽ بيوپاري سفري ۽ تجارتي رستي "پيش واٽ" جي نظرداري ڪرڻ، ڇاڪاڻ ته اهو قلعو انهيءَ "واٽ" جي اوپر اٽڪل ڇئن ميلن سن ڪرچات شاهراهه جي اتر ۾ ٻن. ڪن ميلن جي فاصلي تي بيٺل آهي، جيڪا بهمن آباد کان هالا، سن، ڪرچات، ٽاٽو عارب خان ۽ مڪران جي ساحل سان هلي سوسا، عراق، همدان، نينوا ۽ ار تائين ويندي هئي.

انهيءَ قلعي جا ٿاهيندڙ ڪٿي ڪير به هجن، ۽ اهو ڪٿي ڪهڙي دور ۾ ٺهيو هجي، پر اها هڪ عظيم الشان ۽ يگاني اڏاوت، انساني پورهئي، ڪوشش، هنر ۽ ڪاميابيءَ جي هڪ املهه علامت آهي.



# پڻي لوڪ

## رگ ويد جي دور جا سنڌي وڻجارا_ناکئا

مان جڏهن پنهنجي ٻئين ڪتاب سنڌو وهندو رهندو لاءِ ڪچو مال ۽ مواد گڏ ڪري رهيو هوس، تڏهن مون کي اتڪل ويهن ڪتابن جي اڀياس ڪرڻ جو موقعو مليو هو. انهن ڪتابن مان جنهن ڪتاب جو مون تمام گهڻي غور ۽ فڪر سان مطالعو ڪيو، سو ڪتاب "رگ ويد" هو. رگ ويد اٽڪل سترنهن کان پندرنهن سئو سال قبل مسيح سنڌوءَ جي ڪنارن تي لکيو ويو هو. رگ ويد جا سڀ شارح ۽ مترجم جهڙوڪ: پروفيسر ايچ. ايچ ولسن، پروفيسر ايف. مئڪس ملر، پروفيسر الف ٽي ايچ گرفت، ڊاڪٽر اي سي داس ۽ ٻيا، چون ٿا ته شايد دنيا جو پهريون ڪتاب جيڪو ڪتابي صورت ۾ لکيو ويو هو سو رگ ويد آهي. رگ ويد ۾ مختلف سماجي ۽ ڌرمي ڪريا ڪرمن، ڪائنات جي عنصرن ۽ اسرارن، ديوين ۽ ديوتائن، انساني گروهن ۽ قبيلن ۽ روز مره جي زندگي جي ريتن ۽ رسمن بابت هڪ هزار شبد يا ڀڄن رچيا ۽ لکيا ويا آهن.

رگ ويد جو اڀياس ڪندي مون کي هڪ اهڙي انساني گروهه، قبيلي يا قوم جو احوال مليو، جنهن جو تعلق سنڌ ڌرتي سان هو پر اسان سنڌين کي ان جي ڄاڻ تمام گهٽ، بلڪ نه هجڻ برابر آهي. مثال طور جناب رحيمداد خان مولائي شيدائي پنهنجي تصنيف "تاريخ تمدن سنڌ" ۾ پڻين لاءِ فقط ٽي سٽون لکيون آهن. فاضل مصنف لکيو آهي "آريا سنڌ جي دراوڙن مان پڻي قوم کي گهڻو ڌڪاريندا هئا. يونانين هن قوم تي پرنيمي Pernemi نالو رکيو. آرين جو چوڻ هو ته پڻي قوم آرين واسطي ڪڪرن جو پاڻي روڪيو هو ۽ سواءِ جنگ ڪرڻ جي پنهنجي دولت سنڌن حوالي نه ٿا ڪن. اهي ماڻهو سنڌوءَ نديءَ جي ڏاکڻين خطي ۾ رهندا هئا. اهي ماڻهو ناکئا هئا ۽ وڻجارا هئا. انهن ماڻهن کي رگ ويد ۾ "پڻي لوڪ" سڏيو ويو آهي. رگ ويد ڪانسواءِ ڪن ٻين عالمن ۽ محققن، جهڙوڪ: اي-ڊي-پسالڪر، پي-ايل-ڀرڳوا، اي-

ايل-پشام، مادام رومیلا ٿا پر، پروفيسر روٽ، ونيسينٽ اي-سمٿ، اي-سي -داس، پيرو مل آڏواڻي، ايم-بي-پٽاوالا، مادام ريگوزن، وغيره وغيره پڻ، پڻين بابت پنهنجا خيال ۽ ويچار جسته جسته، پنهنجن ڪتابن ۽ مضمونن ۾ قلمبند ڪيا آهن. اهي اختصار سان هيٺ پيش ڪري رهيو آهيان.

رگ ويد (Rig Veda)

پڻي شاهوڪار ماڻهو هئا. چوپايو مال، خاص ڪري ڳئون پاليندا هئا. گهوڙن جا شوقين هئا. وڏا واپاري ۽ وڻجارا هئا. ڪاري ڪيڙائو هئا. پاڻي ۽ پهاڙن تي راج ڪندا هئا. والا انهن جو سينا پتي هو. ڏسوئي انهن جو مها رشي هو ۽ بربيو انهن جو مکي هو. پڻي ماڻهو، اندر ديوتا جا پوڄاري نه هئا. اهي اندر ديوتا جي رشين ۽ پنڊتن، پڻين کي ڪنجوس، بخيل، وياج خور، چوپائي مال جو چور ۽ ڦورو سڏيو آهي.

رگ ويد ۾ انهن پڻين جي باري ۾ جيڪي شبد يا پچن چيا ويا آهن انهن مان ڪي هيٺ پيش ڪري رهيو آهيان. جن جي اڀياس مان اسان کي پڻين جي شاهوڪاريءَ، سياڻ ۽ ڪرت جي ڄاڻ ملي ٿي. رگ ويد چوي ٿو:

1 —پهرين ته انجيراس پڳتيءَ رستي سگهه حاصل ڪئي، ان جي جوت چڱن ڪمن ۽ پيتائن سبب جلندي رهي. ماڻهن گڏجي پڻين، جو گڏ ڪيل مال ڳولي لڌو: ڳئون، گابيون، گابا ۽ ٻيو مال متاع.

2 —او اندر ديوتا!

آکهيون جڏهن وڏي واڪي توکي پڪارين ٿيون،
ميدانن ۾ تون ڪرين ٿو تن جي مدد.
تون واڪاڻ ڪرڻ وارن سان گڏجي، پڻين تي پوين ٿو.
تون جنهن کي چاهين، دشمن مٿان غالب ڪرين ٿو.

(ڪتاب 6، شبد 33-2)

3 - ڳئن جي چاهڻ وارو ديوتا اندر پڳو،
نيڪ دل همراهه ساٿي ڪري ساڻ، جبلن طرف،
جتي جبل وانگر مضبوط "والا" هو رهندو،
سخت لفظن جي تنبيهه سان، اندر والا کي جهڪائي وڌو.

(ڪتاب 6، شبد 39-2)

4 - او سوما! هنن آڪاس واٽين جي اڃا پڌري پئي آ،
تہ تون سوڀ پائين سڀين دوستن لاءِ،
انهن پٽين تي جيڪي بگهڙن مثل وڏا لالچي آهن.
(ڪتاب 6، شبد 51-4)

5 - اندر ديوتا اڪيلي ئي سرحڪمراني ڪري ٿو ماڻهن مٿان.
مال تي پنجن قومن مٿان جيڪي رهن ٿيون هن ڌرتيءَ مٿان

6 - پڻي پيٽيءَ قوت سان مضبوط وتاڻ واڙا رکن ٿا.
رکن ٿا انهن ۾ چورايل ڳئون ۽ سج جا ڪرڻا
پهاڙن جي غارن ۾ لڪائي ڇپائي، واڙي رکن ٿا.
(ڪتاب 10، شبد 61 - 10)

7 - او اندر ديوتا !تون ۽ اگني گڏجي ڳئن ۽ پاڻي لاءِ
پرياٽ جي باڪن ۽ سورج جي روشن ڪرڻن لاءِ
جنڌ ڪريو اوساتين جا سرواڻ !اگني!
باڪن، ڳئن، پاڻي ۽ ڌرتي کي پنهنجو ڪريو.
(ڪتاب 6، شبد 60 — 2)

8 - او رشي،اشا ديويءَ ۽ سندس ساٿين جي ساراهہ ڪر
ديوتائون ڇا تنهنجي دانهن نہ پڌندا؟
پٽين کي سازي، ڇا خاڪ نہ ڪندا؟
پڻي ديوتائن جي ويجهو ڇا آهن؟

9 - بريوءَ پاڻ کي پٽين جي مٿاهون ڪيو
گنگا ڪناري هڪ جهنگلي لئي يا ڊگهي پوڙي مثل.
(ڪتاب 6، شبد 45- 35)

10 - او بربوءَ اسان جا پڇن ڳائڻ وارا ڀڳت، تنهنجي ساراهہ ڪن ٿا،
تنهنجي نيڪيءَ ۽ نيڪ ڪمن جي اهي ساراهہ ڪن ٿا،
سوين سوڪڙيون توکي ڏيو ڀڳت پوءِ واهہ واهہ چون ٿا.

## پڻي ۽ سراما (Painis and Sarama)

رگ ويد جي لکڻ موجب،واضع طور قبوليو ويو آهي تہ آرين ۽ غير آريہ پڻين جي وچ ۾ لڙائيون لڳنديون هيون .لڙائين کان تنگ ٿي، اندر ديوتا پڻين ڏانهن پنهنجو ايلچي سراما جي تالي سان موڪليو .سراما .پڻين سان گفتگو ڪئي، پڻين پهريائين تہ سراما کان اندر ديوتا جو حسب نسب پڇيو.ساڳئي وقت پڻين جي ديش(سنڌو) ۾ اچڻ جو مقصد بہ پڇيو. ان کانپوءِ پڻين اندر ديوتا کي خوش رکڻ ۽ دوستي رکڻ لاءِ ديوتا کي پنهنجي چوپائي مال جي سار سنڀال لاءِ ڏنار مقرر ڪرڻ جي آڇ ڪئي،سراما اها آڇ رد ڪري ڇڏي ۽ موٽ ۾ پڻين کي اندر ديوتا هٿان،بي موت مرڻ جا دڙڪا ڏنا .پڇاڙي ۾ پڻين سراما کي نياڻي سمجهي،ڀيڻ سڏي، چوپايو مال موٽائي ڏنو. پڻين ۽ سراما جي وچ ۾ جيڪا گفتگو ٿي سا هيٺينءَ ريت هئي،جيڪا رگ ويد ۾ قلمبند ڪئي وئي آهي:

1 —سراما :مان مقرر ڪيل ۽ موڪليل آهيان اندر ديوتا جي، اوهان کان چوپايو مال موٽائڻ لاءِ آئي آهيان پڻيو!درياهہ راسا مان اڪرڻ جو تنهنڪري مون کي خوف نہ ٿيو مون تہ راسا جي اٿاهہ پاڻيءَ مٿان بہ رستو گهڙيو.

2 —پڻي :اندر ديوتا ڪير آهي،هن جو ڏيک ويک ڪهڙو آهي؟ سراما!تون جنهن جي ايلچيءَ جي حيثيت ۾ پري کان آئي آهين، اچڻ ڏي ان ديوتا کي .دوستي جو ناتو ان سان رکبو، پنهنجي مال متاع جو ان ديوتا کي رکوال ڪري رکبو.

3—پڻي :پاڻي ۽ پهاڙن مان لنگهہ آهي اسان جي مال جي وٿاڻن جو، وٿاڻ، ڳري ملهہ واري مال ۽ گهوڙن سان ڀريل آهن. اسين پڻي انهن وٿاڻن جا ۽ ان مال جا نگهبان ۽ سجاڳ آهيون او سراما !تنهنجا تہ اجايا سفر جا ڪشالا ۽ ڪشٽ ڪيل آهن.

4 —سراما :پڻيو،اوهين پري ٿيو،جڏهن تہ چوپايو مال پل ٻاهر اچي، جيئن پوتر قانون ۽ قاعدو چوي ٿو.

چوپايو مال ۽ سوما،جيڪو برهسپتيءَ رشين، ويجن ۽ پڻ آسماني سيارن جو آهي، ڳولي لڌو.( ڪتاب 10؛ شبد 108/6-3-7-1).

اشارا:

انجيراس-ويدن جو هڪ رشي جنهن جو چوپايو مال پڻين چورايو

هوهو آريو هو ۽ پڻين جو دشمن هو.

اندر ديوتا- رگ ويد جو سڀ کان وڌيڪ شڪتي وارو ديوتا،جيڪو جنگ جو، طوفان جو، آباديءَ جو ديوتا سمجهيو ويندو هو. رگ ويد جا اٽڪل 250 شبد يا ڀڄن هن ديوتا ڏانهن منسوب ڪيل آهن. اندر ديوتا آرين جو ديوتا هو ۽ پڻين جو ڪٽر دشمن هو. پڻي اِندر ديوتا پوڄا ڪو نہ ڪندا هئا ۽ نڪي ديوتا جي نالي ۾ ڪنهن قسم جي پيتا ۽ ٻل ڏيندا هئا. ڪن عالمن اندر ديوتا کي "سوما" جو شائق ۽ انسانن جو دوست سڏيو آهي .هن ديوتا کي ڌن دولت ڏيڻ وارو بہ ڪوٺيو ويو آهي .اندر ۽ سورج جي تعلقات متعلق، رشين جا مختلف رايا ۽ خيال آهن .ساڳيءَ طرح اندر ديوتا، جا اشا ديوي سان بہ ڪي سٺا تعلقات نہ هئا. اندر ديوتا خار وچان، اشا ديو جي رٿ جا ڦيٿا بہ ٽوڙيا هئا. اندر سمجهندو هو تہ اها صبح جي ديوي، گرم ساڙيندڙ ڏينهن جو پيغام ڪٿي ايندڙ آهي ۽ منحوس ديوي آهي.

بريو: (پريو) بريو پڻين جو مکي هو ۽ وڏو سياڻو ۽ محنتي پورهيت هو.هو ٻيڙن ٺاهڻ ۾ وڏي مهارت رکندڙ هو. امن پسند شهري هو. هن جي ڪوشش سان پڻين ۽ اندر ديوتا جي وچ ۾ ٺاهہ بہ ٿيو هو.موٽ ۾ اندر ديوتا جا پروهت هن جي ساراهہ ۾ گيت ۽ ڀڄن ڳائيندا هئا. اندر هن سچي ۽ صلح پسند پڻي لاءِ هزارين سوگڙين جو واعدو ڪيو هو. ٻيا قبيلا بہ هن جي عزت ڪندا هئا.

برهسپتي: ڳالهائڻ جو تيز ديوتا، هن جا اگني ديوتا سان گهاٽا تعلقات هئا .هن کي "دعا جو ديوتا" بہ سڏيو ويو آهي، هو پڻين ۽ اندر ديوتا جي لڙائي ۾ اندر ديوتا جو ساٿي هو.

ڏسوئي: هي پڻين جو مهارشي هو. هو پڻين جي ڪريا ڪرمن جو مکيہ منت هو.پروفيسر لڊوگ(Prof. Ludwig) جي چوڻ مطابق هن لڙائين ۽ ٻين ڏکين حالتن ۾ پڻين جي رهبريءَ ۾ مدد ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو.چاڪاڻ تہ ڪنهن ڏکئي وقت ۾ اندر ديوتا هن مدد ڪئي هئي. هن پڻين کي اندر ديوتا جي مخالفت لاءِ اهو جواب ڏيئي موٽائي ڇڏيو هو تہ هن ۾ ڪنهن بہ قسم جي سگهہ ۽ طاقت نہ رهي هئي، تنهن ڪري هو پڻين جي مدد ڪرڻ کان لاچار هو.

داسيون: پروفيسر ولسن لکي ٿو تہ اهي داسيون هميشہ ديوتائن جي

ساراھ ۾ گيت ۽ پڄڻ ڳائڻ واريون ديويون هيون. جن اندر ديوتا جي حڪم ۽ اڇا سبب بريوءَ جي مان ۽ شان ۾ ساراھ جا گيت ڳايا.جيئن رگ ويد جي ڪتاب 6 شبد 46 سوتر 33 ۾ آيو آهي.

راسا -راسا هڪ خيالي ۽ ڏند ڪٿائي نديءَ جو نالو آهي .اها ندي هن ڌرتيءَ ۽ وايو منڊل کي وڪوڙيو وهندي رهي ٿي .اها ساڳي ندي هئي، جنهن کي سراما اڪري، پڻين تائين پهتي هئي.پروفيسر زمر جي خيال موجب راسا، سنڌو نديءَ جي ڪنهن پرتي ڪنڌڙ نديءَ جو نالو هو. راس(Ras) ندي جو احوال ڪتاب "حدود العالم" ۾ به آيو آهي.

والا-رگ ويد جي سيني محقق ۽ شارحن والا کي پڻين جو سينا پتي (سپهه سالار) ۽ جنگي جوڌو سڏيو آهي. هن جي رهبريءَ ۽ راهنمائي هيٺ، پڻين جون آرين سان لڙائيون لڳيون هيون .هو ئي ڏکئي وقت ۾ پڻين جي مال متاع ۽ گهوڙن کي بچائي،وڃي جبلن جي غارن ۾ لڪائيندو هو ۽ اتهن جي رکوالي ڪندو هو .والا جي خلاف اندر ديوتا جون يلغارون ٿيون هيون. اندر ديوتا جي ايلچي سراما ۽ پڻين جي مها مکي بريوءَ جي ناھ ٽبڻ ڪانپوءِ والا اندر جي پوڄارين وغيره کي چوپايو مال موٽائي ڏنو هو.

مان سمجهان ٿو ته "والا" لفظ سنڌي ٻولي ۾ "وارو" جي برابر آهي ۽ عزت وارو لفظ آهي. مثال طور سنڌيءَ ۾ عام طور چيو ويندو آهي ته، چانهه والا ، چيني والا ،رنگون والا ، بندوق والا يا اسم خاص جي حالت ۾ من والا ، پتا والا وغيره وغيره.

سراما -اندر ديوتا جي ايلچڻ جو نالو سراما هو. ماادام ريگوزن جي لکڻ موجب، هوءَ اندر ديوتا جي خاص ايلچڻ هئي جنهن کان جاسوسي جا ڪم به ورتا ويندا هئا .پڻين جي لڪل ۽ محفوظ ڳڙھ جا پار پتا به هن ڳولي لڌا هئا .پڻين ۽ اندر ديوتا جي وچ ۾ صلح ۽ ناھ ڪرائڻ ۾ هن جو وڏو هٿ هو. سراما تيز رفتار ۽ ثابت قدم ديوي هئي. ڪن محققن جو چوڻ آهي ته سراما گهڻو ڪري "ڪتيءَ" جي شڪل ۾ رهڻ پسند ڪندي هئي. ڪن ٻين عالمن جو چوڻ آهي ته هوءَ صبح صادق يا باک آهي يا ڪڪر ۽ رعد آهي. وري ڪي چون ٿا ته سراما طوفان ۽ آنڌي آهي،جيڪا زوردار برسات جو اهڃاڻ سمجهي ويندي آهي. رگ ويد ۾ سراما جو ذڪر پنج ڇهه ڀيرا آيو آهي.

**پاڻي، پهاڙ ۽ غار (کير ٿر-منڇر خطو)**

مان سمجهان ٿو ته رگ ويد ۾ پڻين جي جنهن ملڪ جو ديس جو ذڪر ڪيو ويو آهي، سوسنڌ يا سنڌو نديءَ جو ڏاکڻو چيڙو ٿي سگهي ٿو. سنڌوءَ کي قديم زماني کان وٺي درياهن جي سرزمين (The Land of rivers) سڏيو ويو آهي.

ڪپترن ئي محققن، ان حقيقت جي ثبوت ۾ هڪ سڱ واري گينڊي (Rhinoceros) کي پيش ڪيو آهي ان ڪان سواءِ سنڌ ۾ ميتهن عام جام ڏسڻ ۾ ايندي آهي مينهن (Buffalo) جو وجود ۽ ان جي ڪاري رنگ وازي چمڙي به تمام گهڻي پاڻي هجڻ جو ثبوت هئي. سنڌو، هاڪڙو، سنڌ ڍورو ڪنپ، درياهه، اڙل، پراڻ، منڇر، ڪينجهر، هاليجي، حمل، ڪاچڙي، نارائڻ سر ۽ جابلو واهيون ۽ نئيون وغيره سنڌ ۾ گهڻي پاڻي جو باعث ۽ سبب رهيون آهن. مڇي گهڻي پاڻيءَ جي علامت سمجهي ويندي آهي، تنهنڪري ئي غير ملڪ وارن سنڌين کي مڇي کائو (فيش ايٽرس) به سڏيو آهي. تنهن کانسواءِ چاڏي، مانڌاڻي ۽ نيهرو ججهي کيرجون نشانيون آهن ۽ گهڻي کيرجو دارومدار گهڻي پاڻيءَ ۽ آبادي تي آهي.

مون کير ٿر جي شاخن، بدي، لنبي، لڪي، هاڙي ۽ پب جبلن جي قطارن ۾ پراڻي دور سان تعلق رکندڙ غارون ۽ غفائون ڏٺيون آهن. ڊاڪٽر فيئر سروس جونئر لس بيلي ۾ ڪڏ نديءَ جي پيٽ ۾ گونبدراڻي غار ڏٺا آهن. بدر ابڙي کي گنجي ٽڪر ۾ پراڻا غار ڏسڻ ۾ آيا آهن. انهن غارن ۾ پراڻي پٿر واري دور (اٽڪل چاليهه هزار سال ق م ) کان وٺي ماڻهو ۽ ماڻهن جو چوپايو مال جهڙوڪ : ٻڪريون، رڍون ۽ ڳئون رهنديون آيون آهن. ٿڪين ۽ تيز برساتن ۾ اڄ ڏينهن تائين، مالوند، انهن غارن ۾ لڪي، مال متاع سميت، پناهه وٺندا آهن. ڪائي جون ست گهريون، لڪي جا غار ۽ بزن جهڏو دادو ضلعي ۾ مشهور پراڻا غار آهن جي پراڻي پٿر واري دور کان وٺي ماڻهن جي استعمال ۾ رهندا اچن ٿا.

ٿي سگهي ٿو ته ڪي عالم ۽ محقق منهنجي ان خيال کي تمام گهڻو تصوراتي ويچار سمجهن، پر مان اعتماد سان چوان ٿو ته انساني ارتقا جو عمل کير ٿر-منڇر خطي (Khithar Manchar Zon) ۾ به ظهور پذير ٿيو

هوندو.اهي غار ۽ چراگاهه، سرسبز ماڻريون ۽ جبلن جي وٽ سان مختلف جيوت جا پنڊ پهڻ، منهنجي ان خيال ۽ قياس کي تقويت ڏين ٿا.نه فقط ايترو پر راسا ندي ۽ غارن ۾ چوپايو مال لڪائي رکڻ ثابت ٿو ڪري ته سنڌ جي قديم ماڻهن، پڻين سميت جا ابا ڏاڏا ڪير ٿي، منچر زون ۾ چاوا نپنا ۽ اسريا، جتان پوءِ سنڌو نديءَ ۽ سنڌ مها ساگر تي بلڪ اٽڪ کان وٺي ڪيٽي بندر تائين پکڙجي ويا.اباسين ۽ ڪوري ڪريڪ جا هنڌ انهن جي اهڃاڻن جا داستان ٻڌائين ٿا ۽ ساراهه جا ڏک پرين ٿا.

**محقق ۽ مورخ**

ان سلسلي ۾ رگ ويد جي مشهور مترجمن ۽ شارحن کان سواءِ ڪن ٻين عالمن ۽ محققن جا ويچار پيش ڪريان ٿو.انهن جا ويچار وڏي وزن وارا آهن:

**اي ڊي پسالڪر A.D.Pusalkar**

پسالڪر صاحب،"هندستان ۾ آرين جون بينڪون جي عنوان سان هڪ تمام سٺو.معلوماتي ۽ تحقيقي مضمون لکيو آهي. ان مضمون ۾ هو چوي ٿو ته رگ ويد ۾ پڻي لوڪن جو احوال داسن ۽ ديوسن سان گڏ آيو آهي، جيڪي آرين جا دشمن هئا.جيتوڻيڪ پڻي شاهوڪار ۽ تونگر هئا، تنهن هوندي به انهن ڪڏهن به اندر سميت آرين جي ديوتائن جي نه پوڄا ڪئي ۽ نه انهن جي رشين، پنڊتن ۽ پورهيتن کي ڪجهه دان ۾ ڏنو ۽ نه انهن جي ٽهل ٽڪور ڪئي. آرين جو انهن پڻين بابت چوڻ هو.ته پڻي خود غرض، ٻليون نه ڏيڻ وارا، کهرو ۽ ٿلهو ڳالهائڻ وارا، بگهڙن جهڙا لالچي، ڪنجوس ۽ داسن وانگر هيڻين ڪريل ذات سان تعلق رکڻ وارا هئا پڻي چوپايو مال پاليندا هئا ۽ بدنام يا نامي گرامي چور هئا.ڪن هنڌن تي پڻين کي."راڪاس" ڪري به لکيو ويو آهي اهي راڪاس جيڪي "چوپايو مال جهليندا ۽ پاڻي روڪيندا هئا." والا پڻين جو رکوال ديوتا هو.پڻين جي راجايا مکي جو نالو بربو هو.

هيءُ صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته انهن جي اصليت بابت ڪا به پڪي ۽ پختي راءِ ڏيئي نه ٿي سگهجي. ڪي لفظ جهڙوڪ پڻيڪ يا وانيڪ، پڻيا، واڻيا ۽ وياني سنسڪرت ڀاشا ۾ ملن ٿا .اهي لفظ اشارو ڪن ٿا ته پڻي لوڪ رگ ويد واري زماني ۾ تمام شاهوڪار ۽ وڏا واپاري هئا .پڻين کي سنڌ ملڪ جا مرڳو بنيادي اصلوڪا"پراڻ آريه" رهواسي سمجهيو وڃي ٿو.اسا ڳئي

وقت، ائين به چيو ويو آهي ته پڻين جو ڪن قديم ايراني ماڻهن سان به تعلق رهيو هو جيڪي به غير آريه هئا ۽ وڻج واپار ڪندا هئا.

(ڪتاب "ويدڪ ايج"- ص 248 – 249)

**پي-ايل-ڀرگوا P.L.Bhargva**

هن صاحب لکيو آهي ته پڻي واپاري هئا، وياج خور هئا ۽ چيو وڃي ٿو ته تمام گهڻو شاهوڪار هئا.پڻين جو ڏاڪو گنگا ماٿري تائين وڌيو هو جتي انهن جون وسنديون به هيون.هن صاحب، ڊاڪٽر التڪار جي حوالي سان، لکيو آهي ته پڻي لوڪ مهين- هڙاپا تهذيب وارن ماڻهن سان مشابهت رکندڙ هئا جن جي تهذيب ويجهڙائي ۾ سنڌو ماٿري ۾ ڳولي ڪڍي اٿن.پڻي به مهين سپيتا وارن جيترا شاهوڪار هئا، شڪل ۽ صورت ۾ به انهن جهڙا هئا، يا انهن جي ڪنهن آڪهه ۽ ڪتنب مان هئا.مهين تهذيب وارن جا ڪي عيوضي بابل ۾ رهندا هئا، انهن جا يادگار ڏڏائين ٿا ته اهي تمام گهڻا مالدار ۽ وڏا شاهوڪار هئا. صفحا 75 – 61 ۽ 199)

**اي- ايل- ٻشام (A.L.Bhasham)**

ٻشام پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته آرين جا پيا دشمن پڻي لوڪ هئا .ويدن ۾ پڻين کي "شاهوڪار" سڏيو ويو آهي .پڻي ويدن وارن رشين، پنڊتن برهمڻن جي ڪنهن به صورت ۾ ٿهل ٽڪور نه ڪندا هئا .جيتوڻيڪ داسن ۽ ديوسن جي مقابلي ۾ پڻين کي گهٽ ڌڪار سان ڏٺو ويندو هو سا ڳي طرح پڻين جي آبادي ۽ وسندين کي صفا تباهه ۽ برباد نه ڪيو ويندو هو.

ٻشام وڌيڪ لکي ٿو ته اها راءِ به ڏني ويئي آهي ته پڻي لوڪ سامي ۽ سميري نسل وارا واپاري هئا پر ان باري ۾ ڏنل دليل، ثابتيون ۽ شاهديون ايتري قدر ته هلڪيون، ڪمزور ۽ ڪوڪليون آهن جو نڪي ثابتي تي نڪي ان راءِ تي اعتبار سگهجي ٿو. ( ڪتاب ونڊر – دئٽ واز انڊيا – ص 33)

**روميلا ٿاپر (Romila Thapar)**

مادام روميلا ٿاپر پنهنجي ڪتاب" هندستان جي تاريخ" ۾ لکي ٿي: آرين جي دشمنن ۾ پڻي لوڪ به اچي وڃن ٿا. پڻين بابت چيو وڃي ٿو ته اهي اتر هندستان جا اصلوڪا رهاڪو هئا. اهي چوپائي مال جا چور هئا ۽ آرين کي گهڻو تنگ ڪندا هئا.آرين جي مکيه دولت چوپايو مال هئي.پڻي لوڪ

اندر ديوتا جي پوڄا نہ ڪندا هئا. اهي پنهنجن عجيب قسم جي ديوتائن جي پوڄا ڪندا هئا.

**ماڻڪ پٿاوالا (M.B Pithwala)**

سنڌ جي تاريخ، جاگرافي ۽ اقتصادي حالتن تي جن بہ عالمن سائنسي بنياد تحت ڪم ڪيو آهي انهن مان پروفيسر پٿاوالا صاحب هڪ آهي. پٿاوالا صاحب جو مشهور ڪتاب ”هسٽاريڪل جاگرافي آف سنڌ“ جو پهريون ڇاپو سن 1936ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ٻيون ڇاپو 1978ع ۾ ڇپيو. ان ٻئي ڇاپي جي خصوصيت اها آهي جو ان جو مهاڳ پاڪستان جي هڪ مشهور محقق مظهر يوسف لکيو آهي.

پٿاوالا لکي ٿو تہ جيتوڻيڪ رگ ويد جي رشين کي سمنڌ بابت سڌي ڄاڻ نہ بہ هئي تنهن هوندي بہ انهن کي سمنڌ جي باري ۾ چڱي معلومات هئي جيڪا انهن سنڌ ۾ رهڻ وارن کان حاصل ڪئي آهي. سنڌي ماڻهو شاهوڪار، واپاري ۽ ناڪئا هئا. کيتي گهٽ ڪندا هئا. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهندا هئا. وڏن ڳوٺن ۽ شهرن کي پاڙن ۾ ورهائي ۽ شهر پناهون ڏيئي محفوظ ڪندا هئا.

آرين جي اچڻ کان اڳي ئي سنڌ ۾ هڪ تمام گهڻو سڌريل سماج هو. اهي ماڻهو اندر ديوتا جي پوڄا نہ ڪندا هئا. نڪي اندر ديوتا جي رشين کي ڪنهن قسم جون پيتائون ۽ دان پيش ڪندا هئا يا ڪو سوم پياريندا هئا.

اٽڪل ٻہ هزار سال ق-م اتر طرف کان آرين جون ڪاهون شروع ٿيون هيون. آرين سنڌ ملڪ جي بنيادي ۽ اصلوڪن ماڻهن جي وسندين ۽ آبادين ۾ قرلت جي ڌوم مچائي ڏني. جنهن جي نتيجي ۾ سنڌين جي سيپتا گهڻي ياڳي برباد ٿي وئي. نون آيل غاصبن ۽ حملي ڪندڙن کي سنڌين سان وڏو ساڙ ۽ ڪينو هو. ان نفرت جو اظهار ڪندي آرين سنڌ وارن کي ”سنڌ جا گنهگار شهري“ سڏيو. جيڪي گڏيل نسل وارا هئا.

حقيقت ۾ آرين يا آرين جي پروهتن جا مٿيان لفظ مهين، هڙپا، ڪوٽڏيجي، آمري ۽ مهر ڳڙهہ، نوشيرا سيپتا سان تعلق رکندڙن، بلڪ تهذيب جي خالقن لاءِ چيل سمجهڻ گهرجن. ڇاڪاڻ تہ ان وقت سنڌ ملڪ جون حدون ڏکڻ ۾ ايريٿين سي يعني ”سنڌو وڏي سمنڊ، کان وٺي اتر ۾ ڪشمير تائين

ڏکڻ اولهہ ۾ "مکوران" کان وٺي اوپر ۾ گجرات راجستان تائين پکڙيل هيون.

### ڊاڪٽر- اي -سي داس A.C.Das.

ڊاڪٽر داس، ڀارت جو هڪ مڃيل ۽ مشهور محقق سمجهيو ويندو آهي .هن صاحب پنهنجي عمر جو گهڻو حصو آرين جي مکيہ ڪتابن، خاص ڪري رگ ويد جي مطالعي ۽ تحقيق ۾ گذاريو. ڊاڪٽر داس جا ان سلسلي ۾ ٻہ ڪتاب مشهور آهن. هڪ جو نالو آهي" رگ ويدڪ انڊيا " ۽ ٻئي ڪتاب جو نالو آهي،" رگ ويدڪ ڪلچر." اهي ٻئي ڪتاب اڄ کان اڌ صدي کن اڳي سنڌ جي مشهور لئبريرين ۾ موجود هئا پر هاڻ شايد ئي ڪٿي هجن. مون کي فقط ٻن لئبريرين ۾ يعني لياقت ميموريل ۽ آرڪيالاجي ۾ بہ فقط پهريون ڪتاب مليو.ان ڪتاب مان واسطيدار ٽڪر ڪڍي،پيش ڪريان ٿو:

ڊاڪٽر داس لکي ٿو تہ هيروڊوٽس جي چوڻ موجب فنيشن منڊ ۾ اريٿين سمنڊ(سنڌو وڏو سمنڊ)جي ڪناري تي رهندا هئا.جيئن فنيشنس پاڻ قبوليو آهي .اتان پوءِ هيڏانهن هوڏانهن پٽڪي،سيريا پهتا. هن وقت اهي سيريا جي سمنڊ يعني يونوچ سمنڊ جي اوپرواري ڪناري تي رهن ٿا.

هيروڊوٽس جي مٿئين بيان تي تبصرو ڪندي ڊاڪٽر داس چوي ٿو تہ اريٿين سمنڊ اهو ساڳيو سمنڊ آهي جنهن کي اڄ جا جاگرافيدان عربي سمنڊ (نارن سميت) سڏين ٿا جنهن سمنڊ جون ڇوليون اوپر-ڏکڻ عربستان، ايران، بلوچستان، سنڌ ۽ اولهہ هندوستان جي ڪنارن سان ٽڪرائجن ٿيون . جيڪڏهن فنيشنس اها دعوا پاڻ ٿا ڪن تہ اهي"عربي" سمنڊ جي ڪنارن تان لڏي پوءِ فنيشيا آيا هئا تہ ان حقيقت ۾ ڪو بہ شڪ ۽ گمان نہ سمجهڻ گهرجي.ڪن يوروپي محققن جو اهو خيال آهي تہ فنيشنس کي ڪنعان جي ٻين قومن کان جدا ڪري نہ ٿو سگهجي. ڊاڪٽر داس ان خيال کي بلڪل صاف ۽ واضح لفظن ۾ رد ڪندي لکي ٿو تہ مشهور ۽ نالي وارن ڌرتي وگيان جي عالمن ۽ ماهرن جو اهو پڪو ۽ پختو رايو بلڪہ فيصلو آهي تہ فنيشيا قبل از تاريخ کان وٺي انساني آباديءَ هيٺ رهي آهي ۽ وقت کان گهڻو اڳي انسانن جي پيرن هيٺان لتاڙجندي رهي آهي.جڏهن پهرين ڪنعاني يا سامي قوم اچا ڄائي ڪا نہ هئي يا ڪم از ڪم ڪنعان جي سرزمين تي ان قدم ڪو نہ رکيا هئا.داس چوي ٿو تہ جيڪڏهن ڪن گهڙين لاءِ يوروپي عالمن سان

اتفاق ڪجي ٿو ته پوءِ اهو سوال پيدا ٿيندو ته فنيشن قوم تهذيب جي انهن سڌريل مرحلن ۾ ڪيئن ۽ ڪڏهن پهتي جڏهن ته پيون ڪنعاني يا سامي قومون ان وقت اونده ۾ هيون ۽ ان خطي ۾ اچا سپيتا جون ڪون به نه ڦٽيون هيون!

ڊاڪٽر داس وڌيڪ لکي ٿو ته آرين جي سنڌوءَ جي ڪنارن تي آباد ٿيڻ کانپوءِ پڻين يا واڻڪن ۽ ايرانين سنڌ يا سپت سنڌو مان لڏڻ شروع ڪيو هو ۽ شايد پهريائين پڻين لڏيو. پڻي پنهنجن بيڙن ۾ هيٺ ڏکڻ هندستان ويا ۽ جتان پوءِ ايراني نار پهتا. پڻي .پاڻي يا خشڪي رستي ايراني نار پهتا. ان بابت يقين سان ڪجهه چئي نه ٿو سگهجي، پر جيئن ته ايراني نار وارا ساموندي ڪنارا هڪ طرف عمارتي ۽ بيڙه ٺاهڻ واري ڪاٺ کان خالي هئا ته پڻي طرف وڻج ۽ واپار لاءِ به گهٽ لاڀ وارا هئا، تنهن ڪري ٿورڙي ئي وقت کانپوءِ پڻي لوڪ اتان به لڏي وڃي يونوچ سمنڊ جي ساحلي علائقن وارن ملڪن يعني فلسطين، لبنان ۽ ڪنعان ۾ آباد ٿيا جتي بيڙن ٺاهڻ لاءِ ڪاٺ جا جام "پيلا" هئا. ساڳئي وقت سمنڊ جا ڪنارا به بيڙن جي لنگر انداز ٿيڻ لاءِ تمام گهڻا ڪارائتا هئا. پڻين اتي سلامتيءَ وارا بندر تعمير ڪيا. ان سموري علائقي کي پڻين "پڻينجو ديس يا فنيشيا" سڏيو. چاڪاڻ ته اهي پڻين جي اولاد مان هئا. ڊاڪٽر داس جي ڪتاب مان هڪ صفحو پڙهندڙن جي دلچسپي لاءِ هيٺ ڏجي ٿو:

Dr. Das, Says But, as we have seen, the above hypothesis has a more solid foundation than a mere idea, which, however, for obvious reasons, the writer has failed to notice; and it really explains the origin of the Phoenicians of history, who were he product of an amalgamation of a highly civilized people of a different family, inhabiting, the sea-coast, complete that the Semitic type, ultimately predominated in the race, and hence they are usually called a Semitic people. It is needless to say here that the original people, whom the Semitic immigrants found on the sea-cost in a high state of civilization, were no other than the Pahts of Vedic India, who had ultimately settled there after their long sojourn in various lands, the last being the shores of the Persian Gulf. This would clearly explain why the civilization of the Phoenicians

was more highly developed than that of the other sections of the Semitic family."

**جي۔ وائيز مئن J. Wiseman**

هو صاحب لکي ٿو: تہ قديم سامي ماڻهو (Semitic People) جن کي ڪي پيا ماڻهو فنيشنس سڏين ٿا ۽ جيڪي پاڻ کي ڪنعاني يا وڻجارا سمجهن ٿا، تن جي بنيادي تاريخ جي ڄاڻ ڪا نہ ٿي ملي. انهن جي مکيہ شهرن جهڙوڪ: ٽراء (Tyre)، سڊن (Sidon)، بيروت (Berytos) ۽ ارڊ (Arad) جي صحيح معني ۾ ڪوٿائي نہ ٿي آهي، تنهن ڪري انهن جي اصل نسل بابت وضاحت سان ڪجهہ چئي نہ ٿو سگهجي. جيتوڻيڪ چيو وڃي ٿو تہ اهي ڳاڙهي سمنڊ مان لنگهي، يونوچ سمنڊ تي پهتا هئا، جتي هنن سڊن شهر جو پايو وڌو جيڪو هن وقت لبنان ۾ واقع آهي.

هو صاحب وڌيڪ لکي ٿو تہ فنيشن کي تاريخ ۾ ان لحاظ سان ياد ڪيو ويندو تہ اهي پنهنجي همعصرن ۾ مشهور ساموندي واپاري هئا. اهي ريشم، ان ۽ ڪپڙي جو واپار ڪندا هئا. اهي پرت پريل ڪپڙن جا بہ واپاري هئا، جن کي ٽيرين قرمزي (Tyrian Purple) سڏيو ويندو هو. اهي لبنان جي عمارت کي ڪاٺ مان گهڙيل ۽ اڪريل ۽ سيريا جي عاج سان جڙيل فرنيچر بہ ٺاهيندا هئا. انهن جا ٺهيل ۽ گهڙيل زيور، ٽامي جا ٿانوَ ۽ سڪا يونچ سمنڊ جي ڪنارن وارن شهرن مان عام ڄام لڌا وڃن ٿا. انهن جا غوراب واپسيءَ ۾ اهو سامان آڻيندا هئا جنهن سان فنيشنس جون مالي حالتون مضبوط ٿينديون هيون. اهڙي طرح فنيشن لوڪن هڪ "ساموندي شهرن ۽ بندرن واري شاهوڪار سماج، کي ٺاهيو. جنهن رستي نوان خيال ۽ ويچار تحريري طور يا فن ۽ دستڪاريءَ رستي يونان ۽ يونان جي پرپاسن وارن ۽ مغربي ملڪن ۾ پهتا.

(قديم آثارن جي مختصر ڊڪشنري، ص 299 – 300)

**جان۔ ايچ۔ مارڪس John H. Marks**

هن صاحب پنهنجي هڪ ڏکهي تحقيقي مضمون ۾ فنيشن لوڪ ۽ "انڪشاف" ۾ لکيو آهي تہ فنيشسيا لفظ اصل ۾ يونان جي ٻوليءَ جي هڪ لفظ مان نڪتو آهي. ان لفظ جي معني واڱڻائي رنگ ٿي سگهي ٿو. اهو رنگ ڪنهن اهڙي قدرتي ٻوٽيءَ مان نڪرندو هو جيڪا ٻوٽي ان تر ۾ اپرندي

هوندي. سيريا ۽ فلسطين واري علائقي کي ڪنعان ملڪ سڏيو ويو آهي، اهو ملڪ يونح سمنڊ جي اوڀر ۾ هڪ ڊگهي ۽ سوڙهي ڪناري تي واقع آهي.

هو صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته فنيشسيا جي ڪناري سان انساني آباديون، عيسوي سن کان اڳ هڪ پٿي مٿان اپرنديون، ٿهنديون ۽ ڊهنديون رهيون .بيروت وٽ ڪوٽائي مان قديم آثارن جي ماهرن کي گول گول جهوپڙيون (ٿر جي چوئرن وانگر) جا نشان ۽ ٻيا باقيات مليا آهن. جيڪي نئين پٿر واري ان دور جا آهن جيڪو ٽي هزار سال ق - م اڳ ختم ٿي ويو .ان دور جي ماڻهن جي نسل جي ڄاڻ ڪا نه ٿي ملي پر انهن جي پراچين وستوئن جي اڀياس مان پتو پوي ٿو ته اهي پٿر جي دور جا ماڻهو مصر ۽ سمير تهذيبن وارن ماڻهن سان لهه وچڙ ۾ هئا.

هي صاحب، هڪ وڏي تحقيقي ڳالهه ڪندي لکي ٿو ته انهي نئين پٿر جي دور وارن ماڻهن جي اجڙيل وسندين جي دڙن جي کوٽائي مان شهر پناهون، مندر ۽ مستطيل شڪل ٺهيل گهرن جا نشان ۽ بنياد مليا آهن. جيڪي ڪنهن سڌريل شهري سماج سان تعلق رکڻ وارا معلوم ٿين ٿا. اتر ۽ ڏکڻ کان ڪي ماڻهو ڪاهي آيا، ملڪ ۾ داخل ٿيا جن مڪاني ماڻهن مان شاديون ڪيون ۽ هڪ نئين سماج کي جنم ڏنو.جيڪي ماڻهو ايشيا مائينر مان آيل هئا تن پاڻ سان ٻنگار (Bronze) آندو. انهن ان نئين ڌاتوءَ کي نئين ملڪ فنيشسيا ۾ رائج ڪيو، جنهن ڪري فنيشسيا به ٻنگار (Bronze) واري دور ۾ داخل ٿيو. ساڳئي وقت عيسوي سن کان اڳ ٽن ۽ ٻن هزار سالن جي وچ ۾، وڌيڪ مشرق کان سميٽڪ قبيلا، ڌڙا ڌڙ يونوج سمنڊ جي اوڀر ڪناري تي ايندا رهيا ۽ آهستي آهستي سيريا، ميسوپوٽيميا ۽ فنيشسيا ملڪن تي قابض ٿي ويهي رهيا. انهن پاڻ سان عبراني ٻولي آندي، قدرتي عنصرن کي پوڄڻ وارو عقيدو آندو. قاعدا ۽ قانون آندا.

بي شمار قدرتي وسيلن، قدرتي طرح محفوظ ملڪ، قدرتي طور ٺهيل ساموڊي شاهراهن سبب، اهو سمجهڻ تمام سولو ۽ آسان آهي ته فنيشن لوڪ جي شاهوڪار ٿيا ۽ واپاري ٿيا ۽ ناکئا ٿيا.سي ماڻهو اهي هئا جيڪي مال اسباب سان گڏ ذهني آسودگيءَ لاءِ به نوان نوان ويچار ۽ خيال ٻين ٻين ملڪن مان کڻي، هت هت پهچائيندا هئا. پر پوءِ جڏهن سڪندر

اعظم 1337 ق م ۾ فنيشن جا مکيہ شهر سدن ۽ ٽراءِ (Sidon and Tyre) فتح ڪيا ۽ مصر ۾ اليگزلينڊريا نالي سان يونوچ سمنڊ مٿان پنهنجو بندر تعمير ڪرايو. تڏهن کان وٺي فنيشن جي ساموئڊي حيثيت گهٽجندي ويئي. فنيشن پوءِ يوناني سماج ۽ سيپتا ۾ مدغم ٿي ويا . سدن ۽ ٽراءِ جا شهر يوناني تهذيب ۽ فڪر جا مرڪز بڻجي ويا. آخر ۾ رومين سن 146 ق م ۾ انهن جي ڪارٿيج شهر کي ساڙي رک ڪري ڇڏيو. اهڙي نموني سان فنيشن جي خودمختياري، آبادي ۽ هنري ۽ واپاري حيثيت هميشہ لاءِ ختم ٿي ويئي.

پوڪڪ صاحب Mr.Pococke

"انڊيا ان گريس" ڪتاب جو ليکڪ، پوڪڪ صاحب پنهنجي ان ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ سنڌوءَ جا ماڻهو وڏا قابل ناکٽا ۽ مانجهي مڙس هئا .انهن جي سجاڻ هزارها سالن جي قدامت ۽ عمر سبب، احترام لائق آهي. اها قديم سجاڻ منوءَ جي قاعدن ۽ قانونن مان بہ ظاهر ٿئي ٿي. هو چوي ٿو تہ مصر، يونان ۽ سنڌو ديسن وچ ۾ ٽڙيو لاڳاپو هو، ان لاڳاپي جي باري ۾ ڪنهن بہ قسم جي شڪ ۽ گمان جي ڪا بہ ضرورت نہ آهي.جڏهن پڙهندڙ مون سان گڏجي جاگرافيءَ ۾ سفر ڪندي ڏسندو، تہ ڪيئن ڪورنٿس (Corinthus ڪوري نار ) جي واپارين آفريڪا ۾ بيٺڪون وڌيون هيون.هو چوي ٿو تہ اهو سالن جو پراڻو بحث آهي تہ اباسين (درياهن جو ابو) سنڌو جو هڪ پراڻو ۽ اتم نالو آهي جيڪو يونان ۾ ڪوري انڊس (Corinthus) نالي سان نئين سر سڏيو ويو ٿو يعني "سنڌوءَ جي ڪوري نار جا رهواسي".ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ فنيشنن يعني سنڌ جي پٽين آفريڪا ۾ بيٺڪون وڌيون هيون.

(پيرو مل جي ڪتاب مان صفحن 353 ۽ 377-378 تان نقل ڪيل.

جن مان مکيہ صفحو 177 پيش ڪريان ٿو جيڪو ان حقيقت کي کولي ٿو:)

Pocoke has written, "That the people of the country of the Indus ranked as navigators in the most venerable antiquity. is perfectly clear from the ancient institutes of Manu, where merchants, who traffic beyond the seas, and bring presents to the King, are expressly mentioned." Pococke further writers, "At the mouth of the Indus dwell a sea - faring people active, ingenious and enterprising as when. ages subsequent to this great movment, they them selves, with the warlike denizens of

the Punjab, were driven from their native land, to seek the far distant climes of Greece.The commercial people dwelling along the coast that stretches from the mouth of the Indus to the Coree, are embarking on that emigration whose magnificent resultas to civilzation and whose gigantic movements of art, fill the mind with mingled emotions of admiration and awe. These people coast along the shores of Mekran, traverse the mout of the Persian Gulf and again adhering to the sea board of Oman, Hadramant and Yeman (Eastern Arabia), and sail up the Red sea, and again ascending the mighty stream that fertilizes a land of wonders, found the kingdoms of Egypt, Nubia and Abyssinia. These are the same stock that, centuries subsequently to this colonization. aspred the blessings of civelization tion over Hellas and her islands.the connection therefore, which is so constantly represented byGreek historians as subsisting between Egypt and Athens, as well as Benita: And other part of Greece, is perfectly natural, and in fact is just what we should anticipate from people. who so highly honored and deeply venerated, their parent, state as to receive from its hands their sacred fire, and their ministers of religion.

"Of the triple connection that links Egypt, Greece and the lands of the Indus, there will remain no longer the shadow of a doubt as the reader accompanies me in the geographical development of the colonization's of Africa founded by the mercantile and thriving community of Corinthu's. This is past controversy; for t Abasin., a classical name for the Indus, is reproduced in Greece as the Cornthus (Corinthus), that is the people of Core Indus.

## پيرومل مهرچند آڏواڻي

پيرومل آڏواڻي صاحب کي سنڌي ادبي خدمتن سبب، سنڌ جا عالم ۽ اديب، محقق ۽ مورخ عزت ۽ ادب وچان، "ڪاڪو" ڪري لکندا آهن. ڪاڪو پنهنجي مشهور تحقيقي ڪتاب "قديم سنڌ" ۾ فنيشنس ۽ پڻين بابت هڪ عجيب حقيقت بڌائي ٿو هو چوي ٿو تہ سنڌ جي ڪنارن تي آرين جي مستقل طور آباد ٿيڻ کانپوءِ سنڌوءَ جي ڪنارن تي جيڪي بنيادي طور اصلوڪا رهاڪو هئا، تن پاڻ کي غير محفوظ سمجهيو، اهي پهريائين لڏي وڃي ڏکڻ

هندستان ۾ ملبار ۽ ڪارو منڊل ڪنارن تي آباد ٿيا، جتي چولن ۽ دراوڙن سان تعلق ۾ آيا ڇاڪاڻ ته ان نئين ملڪ ۾ واپاري جنسون ۽ ليروهوار جهڙوڪ مصالحا، عمارتي ڪاٺ وغيره انهن کان حاصل ڪري ٿي سگهيا، پر ڏکڻ هندستان ۾ گهٽ وقت رهي ته سگهيا، تنهنڪري اتان لڏي، ايراني نار کان ٿيندا فلسطين ۽ سيريا ۾ پهتا، جتي انهن مستقل بنيادن تي سڪونت اختيار ڪئي. انهن لڏي ويل سنڌين پرنوچ سمنڊ جي اپرندي ڪناري تي آباد مقامي ماڻهن مان شاديون ڪيون ۽ اهڙي طرح هڪ نئين قوم جنم ورتو،جنهن کي پيوٽڪ (Punic) ۽ فنيشن قوم سڏيو ويو آهي. ان نئين ملڪ فنيشيا ۾ انهن سنڌين (پڻين يا فنيشن) کي پيڙن ٺاهڻ لاءِ ڪاٺ به تمام گهڻي تعداد ۾ ٿي مليو ۽ واپاري سهولتون ۽ موقعا به تمام گهڻا ميسر ٿيا. (364)

ڪاڪو ڀيرو مل پنهنجي پٺي ڪتاب"سنڌ جي هندن جي تاريخ" ۾ لکي ٿو ته سنڌ ۾ نڪي لوهه نڪي ڪوئلي جون کاڻيون هيون، انڪري سپاوپڪ طور سنڌين و ٽج ۽ واپار کي پنهنجو ڪيو،سنڌي مشهور ماهر ڪوري هئا .اهي تمام سنهو سهڻو ۽ پائدار سوٽي ڪپڙو ٺتدا هئا.ان ڪپڙي کي ٻاهرين ملڪن ۾ "سنڌڻ" ۽ سينڊل" نالن سان سڏيو ويندو هو. ڪاڪي انگريزي زبان جي ٻن مشهور شاعرن جا شعر قلمبند ڪيا آهن:

"Wore she not a veil of Sindon!" (John Millon).
Sails of silk and ropes of Sendal
Such as gleam in ancient love." (Long fellow)

متين شاعراته سٽن جو بيان ڪندي، ڪاڪو لکي ٿو :قديم يوناني لوڪ سنڌ جي ململ کي "سنڊن" سڏيندا هئا.ان وقت شايد اها چوٽي عام هئي ته ململ ته سنڌڻ يعني سنڌ ملڪ جي. اهو ئي سبب پائنجي ٿو جنهن ڪري سنڌي لفظ " سنڌڻ" ململ جي معني سان ڪم ايندو هو،يونانين اهو اچار قبرائي سنڊن ڪيو. انگريزي ۾ پيو لفظ سينڊل sendal به عام ٿيو جيڪو اصل ۾ سنڌي لفظ سيندڙ آهي ۽ معني اٽس سنڌ جو سنهو ڌاڳو .سنڌ جي ڪپهه مان وٽيل سنهي ڌاڳي مان ولايت ۾ ڪنهن سمي، پيڙين جا پڳهه ٺاهيندا هئا، اهي قيمتي پڳهه انهن شاهاڻين پيڙين ۾ ڪتب آڻيندا هئا،جن جا سڙهه ريشمي هوندا هئا.(ص، 161 ۽ 173)

وي ـ اي سمٿ V.A. Smith

وي - اي - سمٿ پنهنجي ڪتاب" هندستان جي قديم تاريخ" ۾ صفحي 149 تي پڻ(pana) لفظ بابت لکي ٿو ته اهو قديم سڪو سنڌ ۽ ڀارت ۾ ايرانين، يوناني ۽ مورين جي ڏينهن تائين رائج هو.منڊ ۾ اهو سڪو ٽامي جو هو ۽ پوءِ چانديءَ ۾ ڍليو ويو. چندر گپت موريہ جي ڏينهن ۾ هڪ سرڪاري ملازم جي ساليانا پگهار وڌ ۾ وڌ اٺيتاليهہ هزار چانديءَ جا پڻ هئي ۽ هڪ پورَهيت جو اجورو سٺ پڻ هو.

سنڌي ٻولي ۾ "پڻ" لفظ جي معني ملھہ ۽ قيمت لکيو ويو آهي ."پڻي "لفظ واپاري لاءِ استعمال ٿيو آهي. سنڌي سماج ۾ "پڻ" هڪ قسم جو ماپو به هو. مثال طور ""انڌي ۽ جنڊ ڏھہ پڻ ڏوڪڙ."

رگ ويد ۽ مٿي ذکر ڪيل عالمن، مورخن ۽ محققن ڪانسواءِ اڏ ڊزن کن ٻين عالمن جي ڪتابن،مقالن ۽ مضمونن جي اڀياس ڪانپوءِ مان هيٺين نتيجن تي پهتو آهيان:

1- رگ ويد چوي ٿو ته پڻي لوڪ پنهنجن ڳئن، گهوڙن ۽ ٻئي مال متاع سميت ڏکڻ سنڌوءَ ۾ رهندا هئا، مال کي ميدانن ۾ چاريندا هئا ۽ ضرورت وقت انهن کي جبلن جي غارن ۾ لڪائي ڇڏيندا هئا،پڻي پاڻي ۽ پهاڙن جا راجائون هئا.

2- پڻي سنڌ ڌرتيءَ جا اصلوڪا ۽ بنيادي رهواسي هئا. دراوڙن يا انهن جي ڪنهن ٻيءَ آکهہ ۽ ڪٽنب مان هئا، واپاري ۽ شاهوڪار هئا.

3-پڻي ۽ پڻين سان ٻيا تعلق رکڻ وارا سنڌي پلا ڪاپائتي، ڪوري، نيرولي ۽ ڪنياتي هئا. ٻيڙين ۽ وڏن ٻيڙن ٺاهڻ ۾ ماهر هئا. ڪاري ڪيڙائو ناڪئا ۽ سخت پڪا وڻجارا هئا.

4- اهي سنڌ مان لڏي، ملبار ۽ ڪارو منڊل پهتا، اتان ايراني نار ۽ ريڊ سي مان لنگهي، يونوچ سمنڊ جي اڀرندي ڪناري تي وڃي، مستقل نموني آبادي ٿيا. اتي جي رهواسين سان سڱابندي ڪري هڪ نئين قومُ کي جنم ڏنائون، جنهن کي تاريخ ۾ فنيشنس سڏيو ويو آهي.

5- پڻين پنهنجي نئين ملڪ فنيشيا ۾ ڪارٿيج، سڊن، ٽراءِ ڪارڊز ۽ ڪي ٻيو تهنري، شاهوڪار، واپاري، سامونڊي، شهري رياستون

تعمير ڪيون ۽ ان طرح يورپ ڪي سوٽي ڪپڙي ۽ جنگي ۽ واپاري ٻيڙين ٺاهڻ جي هنر کان واقف ڪيو، اتي به ڪوهن وارا شهر (ڪنعان) اڏيائون.

6-پڻي، ويدن وارن ديوتائن جهڙوڪ اندر، اگني، سوما وغيره جي پوڄا ڪو نه ڪندا هئا، نه ڪي ڌرمي ڪترپڻي ۾ اعتماد رکندا هئا، ان ڪري ديوتائن جي رشين پڻين ڪي پتاوالا جي لفظن ۾ The Sinful inhabitants of Sindh يعني "پڻي-سنڌ جا گنهگار رهواسي" سڏيو آهي.

پتاوالا صفحو 44، ڇاپو 1978

7- اميد ته اوهين مون سان اتفاق ڪندا ته پڻي لفظ، سنڌ جيُ ڪپهه مان نهيل سوٽي ڪپڙي "پٽيو" مان نڪتو آهي. پٽيو ٿلهو ۽ وڏي بر وارو پائدار ڪپڙو هو جيڪو پهرڻ ۽ اوڍڻ ۾ ڪتب ايندو هو. سنڌ جا پڻي ۽ بجاج سنڌ جي ڪپهه مان نهيل سوٽي ڪپڙي، جهڙوڪ :پٽيو، هرڪ، ململ، سوسي، گربي، ڇيٽ، بافتو، اجرڪ جو واپار ڪندا هئا. سنڌي ململ مصر جي احرامن ۽ حضرت عيسي جي صليب ۽ مهين دڙي مان ملي آهي. يوناني تحفي طور سنڌي سوٽي ڪپڙو يونان ڏانهن ڪٽي ويا هئا .مشهور مسلمان واپاري سليمان تاجر ڏانهن منسوب ڪيل ڪتاب "سلسلهٔ تواريخ" ۾ لکيو ويو آهي ته "هڪ پوشاڪ مُنڊيءَ جي سوراخ مان لنگهائي سگهجي ٿي! اها ڪپهه مان نهيل سوٽي ڪپڙي جي آهي."

There is a stuff made in this country which is not to be found else where: so fine and delicate is this material that a dress made of it may be passed through a signet-ring. It is made of cotton, and we have seen a piece of it.

8 - ڪراچي ڊويزن ۾ حب نديءَ جي متان، اولهه ۾ بند مراد ۽ پبوٽي لڪ جي وچ ۾ هڪ وڏو ۽ ويڪرو ميداني علائقو پيل آهي. ستن اٺن چورس ميلن ۾ پکڙيل ان علائقي کي "پڻي پٽ" سڏيو ويجي ٿو. ان ماڳ تي سامونڊي جيوت جا (سپون، ڪوڏ، ڪيڪڙا وغيره ۽ بي حساب هڏا پڻ ملن ٿا. جاگرافيءَ جي ان ڏس مان، اهو انومان ڪڍي سگهجي ٿو ته ان پٽ ۾ ڪڏهن پڻين جا واپاري قافلا ۽ غوراب لنگر انداز ٿيندا هوندا.

ان باري ۾ ٻيرڳوا لکي ٿو ته پڻين ڪنهن سمي، گنگا ماتري ۾ به پنهنجون وسنديون ۽ آباديون قائم ڪيون هيون." پاڻي پٽ" يا "پڻي پٽ"

گنگا ماٿري ۾ به واقع آهي. پاڻي پت جون ٽي لڙايون (1526-1556-1761) هندستان جي تاريخ ۾ مشهور آهن.

Bribu hath set himself above the Panis
Over their highest head
Like the wild bush on Gangas bank.
(Book VI Hymm 45/31 Rig Veda)
The Valley of Ganga was occupied by the Panis
(India in the Vedic Age" PP-57-61-199)

9-گهڻو ڪري سڀ محقق ان ڳالهه تي متفق آهن ته پڻي لوڪ سامين، سميرين، ڪنعانين ۽ پيونڪ نسل وارن کان گهڻو اڳي ۽ گهڻو وڌيڪ سڌريل، شاهوڪار، شهري سياءَ وارا امن پسند ماڻهو هئا. اهي ماڻهو ڪڻڪ رنگ واريءَ چمڙي جا مالڪ هئا. جڏهن ته بيا ماڻهو سفيد چمڙيءَ وارا هئا.

10-پڻي ماڻهن يورپ ۽ اتر آفريڪا جي ماڻهن کي ان دور ۾ واپار، هنر ۽ سمنڊن تي سفر ڪرڻ سيکاريو. جڏهن سيپيتا جون پهريون باڪون ڦٽيون هيون.

11-سنڌوءَ جي ڪنارن ۽ سنڌوءَ جي ان وقت جي جڳ مشهور، ڇوڙ، ڪوري ڪريڪ جي ڪاري ڪيڙائن آفريڪا ڪنڌ ۾ مصر، نيوبيا ۽ ائبيسنيا Abyssina ۾ پنهنجون شهري، شاهوڪار، هنري، واپاري، حديد رياستون قائم ڪيون هيون، جيئن پوڪڪ صاحب لکيو آهي.

12-"پڻي" لفظ سنڌ جي ڪپهه مان نهيل هڪ قسم جي سوٽي ڪپڙي "پٽيو" مان نڪتو آهي. پٽيو ٿلهو ۽ وڏي بر وارو ڪجهه ملائم ڪپڙو هو، جيڪو گهرن ۾ عام طرح پهرڻ ۽ اوڍڻ ۾ ڪتب ايندو هو.

پڻي ڪانسواءِ پوٽي به سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معني آهي ڪپهه جو پهو، پٽيو پٽي، نير - نيرولي، ڪنپ- ڪنپاٽي، لوهه- لوهار، وڍ- واڍو، اٺ - اوٺو، ڏڻ- ڏنار وغيره وغيره ڪم، هنر ۽ ڪم ڪندڙن جي نالن جا مثال ڏيئي سگهجن ٿا.

13-ان وقت جي متمدن دنيا ۾ وونئڻ فقط سنڌ ملڪ ۾ پوکيا ويندا هئا. تاريخ جي ابي هيروڊوٽس (Herodotus 484-429 B.C) ڪپهه کي Tree Wool سڏيو آهي. سنڌي وڻجارا، سمنڊ رستي، اوير ۾ سوماترا ۽ جاوا سان، اولهه ۾ مصر ۽ يونان سان، خشڪي رستي ريشم واٽ Silk Root وٺي چين ۽ تبت سان، وچ ايشيا ۾ سمر قند، بخارا، تاشقند رستي، روس

ولايت سان، پڻي طرف پش واٽ Pish Root رستيءَ ڪشن، بابل، نينوا ۽ ر سان واپار ڪندا هئا.

مان واريون پينرون ۽ ماناٿتا پاٿرو! اوهان ڪي اهو حق آهي تہ مون ڪي هينين نقطن بابت صحيح سمجهي، مون سان اتفاق ڪريو يا وري غلط سمجهي اختلاف ڪريو:

الف —جڏهن تہ رگ ويد خود، ان جا سڀ مترجم ۽ شارح ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ پڻي لوڪ چوپايو مال پاليندا هئا ۽ گهوڙن جا شوقين هئا. وڏا واپاري هئا ۽ تمام گهڻا شاهوڪار هئا پوءِ انهن ڪي آرين يا انهن جي پروهتن پنڊتن جيءَ ڳئن چورائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ مان سمجهان ٿو تہ اها بہ ايسنپ جا آکاڻي ” بگهڙ ۽ گهيٽي “ واري هوندي. تاريخ جا ورق شاهد آهن تہ فاتحن ۽ غاصبن هميشہ مفتوح قوم ڪي جدا جدا ۽ طرح طرح جي بهتانن سان بدنام ۽ ذليل پئي ڪيو آهي، جئن پڻين تي الزام لڳايو ويو تہ اهي چوپائي مال جا چور هئا.

ب —رگ ويد ۾ سنڌ جي بنيادي رهواسي پڻين ۽ آرين جي ديوتا اندر جي ايلچڻ سراما جي وچ ۾ جيڪا گفتگو ٿي هئي، سا وڏي غور طلب آهي. اها گفتگو سنڌي ترجمي جي صورت ۾ مان هتي لکي آيو آهيان. اها گفتگو رگ ويد جي شارح مادام زيد-اي ريگون هينيئن ريت قلمبند ڪئي آهي:

سراما :— اندر ديوتا، مون ڪي اهو پيغام ڏيئي موڪليو آهي تہ اي پڻيو اهو اوهان جي خزانن جو خواهشمند آهي، ان پيغام جي رسائڻ ڪري ئي مان راسا نديءَ ڪي پار ڪرڻ ۾ نہ ڊنيس ۽ مان ندي اڪري آيس.

پڻي:— اندر ڪير آهي جنهن جو پيغام ڪٿي تون ايترو پري ڪان آئي آهين؟ ان جو منهن مهاندو ڪهڙو آهي؟ جيڪڏهن هو هتي ايندو تہ اسين هن ڪي پنهنجو دوست ٺاهينداسين ۽ پنهنجون ڳئون ان جي سنڀال ۾ ڏينداسين.

سراما:— توهين ان ڪي، جنهن جو پيغام ڪٺي آئي آهيان، نقصان نتا پهچائي سگهو. پر هو اوهان ڪي نقصان پهچائي سگهي ٿو. اونهيون نديون ان ڪي روڪي نٿيون سگهن. اي پڻيو! اندر ديوتا اڄڻ شرط اوهان ڪي چٽ ڪري ڇڏيندو.

پڻي:— اي سراما! جن ڳئن ڪي تون ڳولي رهي آهين، اهي دنيا جي

